

محبوبية المحمودية
مصنف:
حضرت خليفه محمود فقير قدس الله سره العزيز
مترجم:
قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة
شايع ڪندڙ:
محموديه اڪيڊمي (قريه شريف)
ڪڙيو گهنور شريف، تعلقو گولاڙچي، ضلع بدين سنڌ
www.maktabah.org

# محبوبية المحمودية

مصنف:

حضرت خليفه محمود فقير قدس الله سره العزيز

مترجم:

قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة

شايع ڪندڙ:
محموديه اڪيڊمي (قريه شريف)
ڪڙيو گهنور شريف، تعلقو گولاڙچي، ضلع بدين سنڌ

كتاب جو نالو: محبوبية المحموديه
مصنف: حضرت خليفه محمود فقير قدس الله سره العزيز
مترجم: قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة
سن طباعت: ١٤١٤هه ١٩٩٤ع
تعداد: هڪ هزار
ڪمپوزنگ: سنڌ اسلامڪ ڪمپيوٽر سينٽر
لطيف آباد يونٽ نمبر ٤ حيدرآباد - سنڌ
ناشر: محموديه اڪيڊمي
ڏيرو گهنور شريف، تعلقو گولاڙچي، ضلع بدين سنڌ
پرنٽرس - فاطمي گرافڪس، شاپ نمبر A-8، II بي ١٧،
ڪمرشل ايريا - ناظم آباد نمبر 2 - ڪراچي

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# * عرض حال *

هن فقير راقم الحروف جي دل ۾ شروع کان خيال هو تہ اهڙو ڪو ذريعو بنجي جو حضرت شيخ المشائخ، سيد الزاهدين، زين العاشقين، پيشوائي اهل تجريد والتفريد، مرشدنا، محبوبنا، مطلوبنا حضرت خليفہ محمود قدس الله سره جي سلوڪ جي باري ۾ جيڪي تصنيفات آهن، انهن کي مريدن ۽ عام ماڻهن جي پلي لاءِ شايع ڪرايو وڃي.

انهيءَ سلسلي ۾ تاريخ ٣ جنوري ١٩٦٨ع اربع جي ڏينهن زيارت ڪرڻ لاءِ ڪڙيو گهنور شريف وڃڻ ٿيو. جتي خليفہ حاجي محمد قاسم صاحب ۽ فقير حاجي عبدالرحيم ميمڻ صاحب سان صلاح مشوره ڪيو ويو. آخر انهيءَ ڪم جي لاءِ "محموديه اڪيڊمي" قائم ڪئي وئي ۽ هيٺين ڪتابن کي فوري طرح سان سنڌي، اردو ۽ فارسي زبانن ۾ شايع ڪرڻ جو پروگرام بنايو ويو.

١- محبوبية المحموديه (اوراد المحموديه)

٢- مجمع الفيوضات - ملفوظات شريف حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس الله تعالیٰ سره العزيز. ٣ - گلشن اولياءِ ۴ - مڪاتيب

٥- سراج العاشقين - ملفوظات شريف (تصنيف خليفہ ميان محمد ملوڪ چانديو رحمة الله عليه)

٦- ڪنوز المعرفت (توفيق الطالبين) ملفوظات شريف (تصنيف خليفہ گل محمد هالائي رحمة الله عليہ)

انهيءَ وقت ڪتاب محبوبية المحموديه جو مقدمو فارسي زبان مان اردو زبان ۾ ترجمو ڪري تاريخ ١٢ ماه ربيع الاول سال ١٣٨٨ هجري جي ١٢١ عرس شريف جي موقع تي شايع ڪري تقسيم ڪيو ويو. انهيءَ گذارش سان تہ "محموديه اڪيڊمي" کي اشاعت جي هيڏي وڏي مقصد لاءِ مالي ضروريات درپيش آهن. انهيءَ لاءِ مخير حضرات ۽ مريدان درگاه شريف دلچسپي وٺي مالي تعاون ڪندا. مگر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ انهن ٢٥ سالن جي عرصي ۾ ڪير بہ انهيءَ ڪم لاءِ نہ اڳتي وڌيو ۽ نہ ڪنهن ڪو عملي مظاهرو ڪيو.

آخر مجبور ٿي پنهنجي محدود وسائل مان مون ذاتي طرح سان هن ڪم ۾ هٿ وڌو آهي ۽ مون کي اميد آهي تہ الله

تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي فضل و ڪرم سان مون کي هن ڪم ۾ ڪاميابي عطا ڪندو. آمين.

انهيءَ سلسلي ۾ "محموديه اڪيڊمي" طرفان پهريون ڪتاب "توفيق الطالبين" ترجمون ڪنوز المعرفت - ملفوظات شريف حضرت خليفه محمود فقير قدس سره العزيز مرتبه خليفو گل محمد هالائي رحمة الله عليه، جنهن جو سنڌي ترجمو جناب مولوي حافظ نورمحمد عليه الرحمت اڄ کان ٧٤ سال اڳ ڪيو هو، انهيءَ کي موجوده سنڌي ۾ سنواري ۽ سينگاري، جنوري ١٩٩٣ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. انهيءَ مان اميد ته دلچسپي رکندڙ حضرات وڏو فائدو حاصل ڪيو هوندو ۽ سڄي حياتي فائدو حاصل ڪندا رهندا. آمين.

الله تبارڪ وتعاليٰ جي ڪرم سان، هن سلسلي ۾ "محموديه اڪيڊمي" طرفان واعدي مطابق هيءُ ٻيو ڪتاب يعني "محبوبية المحموديه" جيڪو اصل فارسيءَ زبان ۾ حضرت شيخ المشائخ مرشدنا ومحبوبنا حضرت خليفه محمود قدس سره العزيز جن لکيو هو، انهيءَ جو سنڌي ترجمون جناب قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمت جن اٽڪل ڏه ٻارهن سال اڳ ڪري راقم الحروف کي ڏنو هو. ترجمو تمام بهترين ڪيو اٿن پر جيئن ته مرحوم قاضي صاحب جن پراڻي زماني جا ماڻهو هئا تنهن ڪري ڪي ڪي لفظ پراڻي نموني ۾ لکندا هئا، انهن کي موجوده دور جي ٻوليءَ ۾ ڪرڻ لاءِ ڪافي محنت ڪرڻي پئي ۽ ڪجهه وقت لڳي ويو. مون سڀ ڪجهه الله تعاليٰ جي سپرد ڪري ڇڏيو آهي ته مون کي توفيق عطا فرمائي ۽ هدايت ڏي ته اڳتي انهيءَ ڪم کي چڱي نموني ۾ نڀائي سگهان. آمين. هن ڪم ۾ جيڪڏهن مون کان ڪا ڪمي پيشي ٿي هجي ته معافي طلب آهيان.

الله تبارڪ وتعاليٰ جي بارگاه عالي ۾ دعا آهي ته هن فقير راقم الحروف جي قصور همت ۽ پنهنجي شان ربي "لَيۡسَ كَمِثۡلِهِۦ شَيۡءٞۖ وَهُوَ ٱلسَّمِيعُ ٱلۡعَلِيمُ" جي صدقي ۾ اسان کي پنهنجي هن مقصد ۾ ڪامياب فرمائي - آمين

حيدرآباد سنڌ

تاريخ ١٦ مئي ١٩٩٤ع

فقير الفقراء

مير محمد نظاماڻي

١٦- سنڌ يونيورسٽي- اولڊ ڪئمپس - حيدرآباد سنڌ

فون نمبر: ٢٣١٣٢

# * فهرست *

# * تقديمي ڳالهه *

## ١- نندپڻ ۽ طريقه شريف ۾ داخل ٿيڻ:-

حَضْرَتْ سُلْطَانُ الْمَشَائِخِ، قُطْبُ الْعَارِفِيْنَ، سَيِّدُ الزَّاهِدِيْنَ، فَخْرُ الْعَاشِقِيْنَ، بُرْهَانُ الشَّرِيْعَتِ، سُلْطَانُ الطَّرِيْقَتِ، غَوَّاصُ دَرْيَائِي شُهُوْدِيَّتِ، دَانَائِي اِسْرَارِ رُبُوْبِيَّتَ وَاقِفِ فَنَاءَ وَ بَقَاءَ مُرْشِدُنَا وَمَوْلاَنَا حَضْرَتْ پِيْرُ دَسْتَگِيْرُ مُسْتَغْرِقِ بَحْرِ شُهُوْدْ مُرْشِدَيْمِ حَضْرَتْ خَلِيْفه مَحْمُوْدُ اَدَامَ اللهُ تَعَالىٰ بَرَكَاتُهٗ عَلَيْنَا، سنہ ١١٨٩ هجري ۾ پنهنجي ڳوٺ (قريه گهنور) ڪرڙيو گهنور ۾ پيدا ٿيا. جيڪو ماتليءَ شهر ڪان اٽڪل ٢٥ ميل ڏکڻ طرف آهي. سندن والد بزرگوار رئيس گهنور خان ذات جا نظاماڻي بلوچ هئا ۽ نظاماڻين جي مبارڪاڻي شاخ سان سندن تعلق هو.

حضرت مرشد سائين خليفو محمود ادام الله برڪاته ملفوظات شريف توفيق الطالبين ۾ پنهنجي نندپڻ جي حياتي ۽ ننڍي هوندي کان وٺي فقيريءَ سان دلچسپي جي باري ۾ جيڪي لکيو آهي، انهيءَ جو مختصر خاڪو هن ريت آهي: پاڻ فرمائين ٿا: "جنهن وقت اسان جي ڀاءُ ميان زنگي جيڪو چڱين عادتن سان سينگاريل هو، تنهن جڏهين "كُلُّ نَفْسٍ ذَائِقَةُ الْمَوْتِ" جي واعدي مطابق وفات ڪئي، تڏهين اسان جو والد رحمة الله عليه غمگين ٿي مخدوم ميان اسماعيل عليه الرحمة ڪڏي واري وٽ ويا. مخدوم صاحب نظر شفقت فرمائي دعا ڪئي تہ توکي الله جل جلاله ان جي عيوض چڱو پٽ ڏيندو، انهيءَ مخدوم جي دعا قبول هوندي هئي. هيءُ فقير (حضرت محمود فقير ادام الله برڪاته) تورن ڏينهن کان پوءِ پيدا ٿيو. سيد مٺن شاه علي الرحمة، الله تعاليٰ جو صالح ٻانهون هو تنهن هن فقير جو نالو محمود رحمة الله عليه رکيو، جيتوڻيڪ پڻ پائرن جا نالا بلوچي هئا. اهو سيد صاحب لوئي وارن بزرگن کان قادري طريقي ۾ داخل هو. حضرت خليفو محمود فقير قدس سره جا ڪل پنج ڀاءُ ٻيا هئا ۽

پاڻ ڇهون ڀاءُ هو. (١) زنگي خان (٢) حضرت خليفہ محمود عليه الرحمة (٣) چاڪر خان (۴) گهرام خان (٥) ٽالهو خان (٦) عمر خان جيڪو مياڻي جي جنگ ۾ شهيد ٿيو.

وڏيڪ فرمائين ٿا تہ ننڍي هوندي استاد صاحب ميان عبدالڪريم لڪڙي واري وٽ پڙهندو هئس. ياد نہ آهي تہ ان وقت حرفن تي ٿي پڙهيم يا فرحي تي. انهن ڏينهن ۾ هڪ سيد پنجاب کان آيو هو ۽ استاد صاحب سان گفتگو ڪرڻ لڳو، اسان کي سندس ڏسڻ سان البت دل جي رغبت سندس طرف ٿي، تنهن کان پوءِ جيڪڏهين ڪي بہ بہ شخص فقيرن جي جماعت مان گڏ ڳالهيون ڪندي پاڻ ۾ ڏٺم ٿي تہ ان وقت جيڪڏهين راند ۾ مشغول هئس تہ بہ دل بي قرار ٿيو ٿي پئي ۽ راند کي ڇڏي اچيو سندن صحبت ڪيم.

ان وقت فقير حافظ نمرو رحمة الله عليه جيڪو نقشبندي طريقي ۾ هو تنهن سان گهڻي صحبت ڪيم ۽ ان جي فقيراڻي ڳالهين ۾ دلچسپي ورتم. اهو فقير رات جو گهڻو جاڳندو هو. اڪثر مراقبي ۾ هوندو هو. ڪڏهين بہ ان کي ستل نہ ڏٺم.

انهيءَ زماني ۾ مخدوم ابراهيم نقشبندي عليه الرحمة ٺٽوي هڪ هندو زال جي معاملي ۾ اسان جي ڳوٺ ۾ آيو هو. انهيءَ زال کي هڪ جاءِ کان ٻئي جاءِ ڏي ٿي لڪايائون. اسان جو والد انهيءَ ڳالهہ جي تحقيقات ڪري رهيو هو، اسان مخدوم صاحب کي اچيو ٻڌايو تي، هينئر اها زال فلاڻي جاءِ ۾ آهي. انهيءَ ڳالهہ کان مخدوم صاحب هن فقير تي گهڻو راضي ٿيو. اسان جي والد صاحب رحمة الله عليه، اسلام جي رعايت رکي اها زال مخدوم صاحب کي ڏنائين، جا مسلمان ڪري وري موٽي ويا. مخدوم صاحب حضرت خواجہ صفي الله قدس سره جو خليفو هو.

بلوغت کان پوءِ طالب فقير هاليپوٽو جيڪو خواجہ محڪم الدين سيلاني رحمة الله عليه جو مريد هو، وجد ۽ حال تمام گهڻو هئس ان سان صحبت رکي سون. فقير پاڻ تارڪ

الدنيا ۾ لاطمع هو. ان بزرگ جي صحبت کان طلب ۽ شوق گهڻو ٿيو. ان زماني ۾ عالم رباني ميان خير الله ساڪن تلهار جيڪو پڻ خواجہ محڪم الدين سيلائي جي مريدن مان هو، انهيءَ سان صحبت ڪئي سون. تنهن کان پوءِ ميان احمد ٽيپو جنهن جو لقب ڪتائي هو. پهرين نقشبندي طريقي ۾ ان کان داخل ٿياسين. اهو بزرگ مخدوم ابراهيم ٺٽوي عليه الرحمة جو مريد ۽ خليفو هو. هن بزرگ جي توجہ سان البت قلب ڪي تحرڪ ٿيو پر استقامت ۽ گرفتاري نسبت جي پوري نہ ٿي.

## ٢- سلسلہ قادريءَ ۾ داخل ٿيڻ ۽ طريقت

حضرت خليفہ محمود فقير قدس سره العزيز اڳتي لکن ٿا تہ: انهيءَ کان پوءِ اتفاق صحبت جو فقير صالح راهوڪڙي سان ٿيو. جو اهو فقير ميان عثمان جوٽيجي جو صحبتي هو، جنهن کي الله جل جلالہ جي طلب ۽ شوق گهڻو هو. ان فقير جي صحبت جي تاثير مان اسان کي بي آرامي ۽ شوق طلب جو گهڻو ٿيو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ منهنجي دل مجازي عشق ۾ گرفتار ٿي. ڪيترا سال اهو حال هو. انهيءَ کان پوءِ فقير ميان عثمان جوٽيجي ساڪن ڳوٺ سيراٽين جي سان صحبت ڪيم ،اهو بزرگن کاٺ ٻانيٽن جو طالب علم هو ۽ شاه عبدالڪريم عليه الرحمة جومريد هو ۽ حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ کان توجه ورتي هئائين. اوڏانهن تمام گهڻوسچو ارادو هئس. انهيءَ فقير سان اسان جي صحبت تمام گهڻي ٿي جو اٽڪل ست اٺ سال هن سان گڏ رهيا هئاسون. هن جي توجہ سان "سلطان الاذڪار" سڄي بدن ۾ جاريُ ٿيو. پر اسان جو ارادو حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ عنه جي پرپٺ ايتري قدر هو جو پنهنجي دل ۾ ڄاتم تہ حضرت مرشد صاحب ولايت ۾ اڪمل آهن ۽ دل ۾ سندن ديدار جي گهڻي آرزو هئي. تان جو اتفاق سان حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ عنه مڪان لڪڙيءَ ۾ مخدوم ميان غلام محمد جي دعوت تي آيا، جو سندن ڪامل مريد ۽ عالم هو. سيد جمال

شاه ولد سيد مير شاه جو اسان جي ڳوٺ جو ساڪن هو، اصل کان سندن مريد هو. اسان کي اطلاع ڪيائون، آئون ۽ اسان جو ننديو ڀاءُ عمر خان ۽ اسان جو ڀاڻيجو ميان محمد علي ۽ سيد جمال شاه چارئي زيارت جو ارادو ڪري هلياسون، رات جو گهڻي دير کان پوءِ پهتاسون. خلق جو هجوم تمام گهڻو هو. ان وقت ملاقات حاصل نه ٿي سگهي. سيد ميان فتح محمد علي پور وارو جو اسان جو واقف ۽ حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ عنه جو سچو مريد هو. اسان وٽ اچي سندن تعريف ۽ تصرف ڪرامتون بيان ڪرڻ لڳو ۽ واعظ ۽ نصيحتون ڪيائين انهيءَ لاءِ ته هي طريقي مبارڪ ۾ داخل ٿين. جڏهين سيد صاحب اٿي ويو ته اسان پاڻ ۾ گفتگو ڪئي ته سيد صاحب سمجهي ٿو ته هي ڇوڪرا آهن تن کي فريب سان طريقي ۾ داخل ڪرائيندس. اسين اهل دنيا جا آهيون. اسان ۽ طريقت ڇا لڳي؟ خاص زيارت ۽ دعا لاءِ آيا آهيون. زيارت ڪري موٽي وينداسون.

آخر سحور جو آئون اڪيلو قدمبوسيءَ لاءِ ويس پر ثابت فقير جو هميشه سندن خدمت ۾ هوندو هو، تنهن مون کي قدمبوسيءَ کان منع ڪئي ۽ چيائين ته هينئر حضرت جن وظيفن ۾ مشغول آهن. اشراق جي نفلن کان پوءِ اچي ملاقات ڪج. پوءِ فجر جي نماز سندن پٺيان پڙهي سون. اشراق کان پوءِ قدمبوسيءَ جو ارادو ڪيوسون پر خلق جي انبوه کان حاصل نه ٿي. ان وقت مون ڏٺو ته فقير ميان عثمان جوڻيجو قدس الله سره فقيرن وچان اچي قدمبوسي حاصل ڪئي ۽ توجه وٺي ٻاهر آيو. فقير سان ملاقات ڪئي سون ته اسان جي مرضي طريقي ۾ داخل ٿيڻ جي نه آهي ۽ سان جي دوستي توهان سان آهي. هاڻي جيڪا توهان جي مرضي مبارڪ. فقير فرمايو ته اي ڀاءُ! مون کي دنيا جي نفي کان سواءِ يعني ڪپڙن ۽ ماني کان سواءِ ٻيو ڪجهه به توکان حاصل نه آهي. رڍ جو ٻچ جهلي کو درياءَ ۾ گهڙندو ته نه هن ڪنڌي پهچندو ۽ نه هن ڪنڌي. جيڪڏهن توکي الله تعاليٰ جل جلاله جي واٽ پڇڻي آهي ته هتان وڃي ٻيچ دير نه ڪر. پوءِ اسين ٽيئي اچي

حضور شريف ۾ حاضر ٿياسون وهڻ شرط مون عرض ڪيو ته حضرتا! دنيا جون بڇڙايون، نشا يا حرام سڀ هن گنهگار جي وجود ۾ موجود آهن. پر جيڪڏهن انهن مڙني بڇڙاين سان اوهين لائق ڪري ڪرم فرمايو ته بانهون حاضر آهي. پوءِ حضرت مرشد صاحب رضي الله عنه تمام گهڻي شفقت ۾ اچي دعا ڪيائون ۽ توجه ڪري اسان ٿنهي کي طريقي شريف ۾ داخل ڪيائون. انهيءَ وقت پاڻ اشراق جا نفل پڙهيو مسجد ۾ مصلي تي ويٺا هئا ۽ انهيءَ ڏينهن اسان جي عمر ٢٤ سال هئي. انهيءَ وقت توجهه جو اهڙو منهن هو جو ڪنهن کي به سندن ديدار جي طاقت نه هئي. هزارين ماڻهو مٿي ۽ پيرن اگهاڙا ڪي چريا سندن حضور شريف ۾ حاضر هئا ۽ عشق ۽ محبت جو اهڙو هل هو جو قيامت جو سمان هو. جڏهين لڪڙيءَ کان ٿنڌي غلام حيدر روانه ٿيا ته اسين رخصت وٺي پنهنجي ڳوٺ آياسون. پاڻ فقيرن جون دعوتون پئي قبول ڪيائون. جهڙي طرح ٿنڌي غلام حيدر کان ٿنڌي مير سائينداد ٽالپر، تنهن کان پوءِ سعيدپور، تنهن کان پوءِ رڙهي جي دعوت قبول ڪيائون. فقير ابوطلح سان گڏ جماعت رڙهي ويندي رات واٽ تي اسان جي ڳوٺ رهي پئي هئي. حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ عنه کي نظاماڻين آريوته جي زيارت لاءِ وٺي ويا هئا، پوءِ سيد فتح محمد ڪارين واري زيارت لاءِ نيا هئا ۽ رات اتي رهي پيا هئا. پوءِ اسان سيد ميان جمال شاه کي حضور شريف ۾ دعوت لاءِ موڪليو ته صبح جو حضرت مرشد سائين کي دعوت ڏيئي اسان جي شهر ۾ وٺي اچو. صبح جو پاڻ آيا ۽ آئون سندن خدمت ۾ سارو ڏينهن پيرن اگهاڙوتي ڊوڙيس. اتي نوان مريد پنج سو طريقي ۾ داخل ٿيا. سواريءَ جي وقت جو چڙهڻ جو سعيو هئن. اسان کي دل ۾ خيال آيو ته حضرت جن کي اڄ هوندي جلدي وڃي هڪ چنئوري شربت جي ناهي، حضور شريف ۾ آندم. اهو وقت اهڙو هو جو حضرت جن هٿ لغام ۾ ۽ پير رڪاب ۾ وجهيو بيٺا هئا. پوءِ هن فقيرن کان شربت جو هڪ وٽو وٺي پيتائون ۽ پيئڻ جي وچ ۾ فيض جي نظر، هن مسڪين تي اهڙي ڪيائون،

جو جيڪو مقصود هو اهو هڪ دفعي سان ئي حاصل ٿيو. پوءِ سوار ٿي راهون جي دعوت، ڦل جي تي آيا ۽ اسان کي فرمايائون ته اوهين اڳتي هلي اسان کي واٽ ڏيکاريو. پوءِ اسين ري موڪل گهرجي واٽ ڏيکارڻ جي خيال سان جلد گهوڙي تي سوار ٿي، جو لنگي چيلهه تي ٻڌڻ لاءِ به هڪڙي خدمتگار کان ورتي سون. پوءِ دل ۾ خيال آيو ته وچين نماز پڙهي رخصت ونداسون. جڏهين وچين نماز پڙهي سون تڏهين دل ۾ خيال آيو ته سانجهي جي نماز پڙهي تنهن کان پوءِ ڳوٺ ويندس. جڏهين سانجهي جي نماز پڙهي سون تڏهين دل سندن حضور کان ڇني نه سگهيس ۽ دل ۾ خيال آيو ته ڦل آشنا آهي ۽ حضرت جن رات جو اتي هوندا. رات جو حضور شريف ۾ هوندس. جڏهين رات جو ذڪر جي جماعت ۾ ذڪر ۾ مشغول ٿياسون تڏهين دل جي جوش کان دل ٻڌجڻ جا لفظ ظاهر پئي ٿيا. ان وقت ميان علي بخش ٽالپر جو صاحب حال هو، اسان جي نالي چيائين ته هي جوان محبت ۾ چڱي طرح گرفتار ٿي ويو آهي. ٻئي ڏينهن صبح جو رڙهي پهتا، تڏهين خليفي ميان علي بخش صاحب جي چوڻ موجب حضرت مرشد صاحب جي صورت مبارڪ جو هڪ ساعت چڱي طرح دل ۾ خيال ڪيم. انهيءَ وقت رابطو حاصل ٿيو. جهڙي طرح ڪکن کي باه وني، هن ظاهري صورت جي بدران صورت موجود حاصل ٿي ۽ حالت ڦري ٻي ٿي پئي ۽ نشي اهڙو غلبو ٿي آندو جو اکيون اکين جي ڪولڻ کان سواءِ بلڪل نٽي ڪليون ۽ اوچتو دل هڪڙي اهڙي بلا ۾ گرفتار ٿي، جنهن کي اڳي نه ڇاتل ۽ نه ان کان خبر ۽ نه ڏٺل ۽ نه ٻڌل ۽ دل اهڙي طرح بند گرفتار ٿي جو رخصت وٺڻ جو بلڪل خيال نه رهيو. بلڪ مال ۽ عيال جي يادگيري لهي ويئي. انهيءَ ڏينهن ٻه ٽي ميل گهوڙي تي چڙهيس پوءِ گهوڙي کي ڇڏي پيادو خدمت شريف ۾ ٿي ڊوڙيس ۽ فتح پور آيا تنهن کان پوءِ ڪورواه آيا، ان وقت پاڇي جي مثل هميشه حضور شريف ۾ حاضر هوندو هئس. تنهن کان پوءِ ڍنڍي شهر ۾ آيا پوءِ اسلام پور ۽ اتان ڪوڪر ۾ آيا. ان وقت وجد جي حالت اهڙي ظاهر ٿي جو وجد جي جوش

ڪان، سندن وجود مبارڪ ڏانهن اشارو ڪريو ظاهر ٿي چيم تہ اجهو الله، اجهو الله جل جلالہ، حضرت مرشد صاحب رضي الله تعاليٰ عنه ڪنڌ ۾ وڌي مون ڪي فرمايائون تہ اهڙيءَ طرح نہ چو. مون عرض ڪيو تہ حضرتا اهڙي طرح نہ آهي چا. پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن اهڙي طرح آهي تڏهين بہ چوڻ نہ گهرجي. مون عرض ڪيو تہ مون ڪي چوڻ ۾ اختيار نہ آهي. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهين توڪي اختيار نہ آهي تہ تنهنجي مرضي.

انهيءَ ڪان پوءِ ملاڪاتيار آيا پوءِ سعيدپور اتان ڳوٺ بهادر خان نظاماڻيءَ جي ۾ آيا سيني نظاماڻين منهنجو حال ڏسي تعجب ٿي ڪيو. تنهن ڪان پوءِ حيدرآباد آيا اتي اسان جو والد صاحب رحمة الله عليه ۽ چاچو صاحب سرڪاري نوڪري ۾ هئا. سرڪاري نوڪر هئا، حضرت جن ڪي اچي عرض ڪيائون تہ هن چوڪر ڪي شادي ڪئي ويهہ ڏينهن پورا نہ ٿيا آهن. عنايت فرمائي رخصت ڏيوس ۽ سمجهايوس تہ اسان سان گڏجي واپس ڳوٺ هلي. مون عرض ڪيو تہ حضرتا جيڪڏهين سيئي طريقي شريف ۾ داخل ٿيندا تہ ڳوٺ ويندس نہ تہ نہ. پوءِ اهي سڀ طريقي شريف ۾ داخل ٿيا ۽ آئون حضرت مرشد پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي مرضي مطابق حيدرآباد ۾ رهيس پاڻ روانا ٿيا. پوءِ موٽي پنهنجي شهر آيس. دل ڪي آرام بلڪل نہ هو. سيني ڪان تعلق ٽٽي پيو. پوءِ ڏيڍ مهيني گذرڻ بعد والد صاحب اسان ڪي درگاه شريف تي وڃڻ جي اجازت ڏني ۽ گهٽو سمر ڏنائين ۽ بہ گهوڙا هڪڙو اٺ پڻ سواريءَ لاءِ ڏنائين". انهيءَ زماني ڪان وٺي هي سلسلو جاري رهيو. ترقيءَ جون منزلون طي ڪري الله تعاليٰ جي ڪرم سان پنهنجي عروج ڪي پهتو ۽ ڪيترين دليون سيراب ٿيون ۽ قيامت تائين ٿينديون رهنديون. آمين.

٣- تصنيفات:- پاڻ هيٺيان ڪتاب لکيائون

(١) محبوبية المحموديه:- حضرت خليفہ محمود قدس الله سره پنهنجي هن تصنيف محبوبية المحموديه ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو تہ "اهو (حضرت پير محمد راشد رضي الله تعاليٰ عنه) هن فقير

(حضرت خليفہ محمود عليه الرحمة) جا مرشد هئا ۽ هن حضرت (پير علي گوهر عليہ الرحمۃ) أَدَامَ اللّٰهُ اَبْقَائَهُ عَلَيْنَا وَمَتَّعَنَا اللّٰهُ مِنْ كُلِّ فُيُوْضَاتِهٖ جو بزرگوار ڏاڏو ٿئي. ان جناب مبارڪ جي ذات شريفين خلق جي لاءِ نافع ۽ مريدن لاءِ رحمت آهي، ان جي مرضي ٿي تہ جهان جي فائدي جي خاطر حضرت مرشد رضي الله تعاليٰ عنه جي طريقي سلوڪ جا شغل جيڪي مجمل آهن جن جي توضيع ۽ تشريح نہ ٿيل آهي ۽ شروع ڪان ئي هن احقر (حضرت خليفہ محمود عليه الرحمة) جي ذهن ۾ آهن. انهن ڪي قلم تفصيل سان بيان ڪري ڇو تہ پوشيده ڪلام ڪي سربستہ ظاهر ڪرڻ سان ڪامل ذوق ۽ نفعو پيدا ٿئي تو ۽ هو الله تبارڪ وتعاليٰ جي طالبن لاءِ سرمايو ٿيندو. جيتوڻيڪ هن فقير پنهنجي قلت علوم ۽ قصور فهم جي سبب عاجزي ظاهر ڪئي، ڇاڪاڻ تہ ڪتاب گلستان جي ٻن ٽن حڪايتن ڪان سواءِ زياده فارسي ۽ عربي ڪونہ پڙهي اٿم. آخر ان صدرنشين مسند ارشاد هدايت جي رضامنديءَ جي خاطر ان جي واجب الاطاعت حڪم ڪان انڪار نہ ڪري سگهيس. پوءِ بحڪم " لَيْسَ لِلْاِنْسَانِ اِلَّا مَا سَعٰي" جي مقولي جي مطابق ان اعليٰ ڪم جي اطاعت جي لاءِ پنهنجي ڪمزور قوت سان ڪوشان ٿيس."

انهيءَ احوال مان معلوم ٿيندو تہ حضرت خليفو محمود ادام الله برڪاته صرف چند حڪايتون گلستان جون پڙهيل هو. پر سندس علميت مان معلوم ٿيندو تہ پاڻ وڏا عالم هئا ۽ ڪين هر علم تي وڏو دسترس هو. بيشڪ ڪين الله تعاليٰ جي طرفان علم لدني عطا ٿيل هو، جيئن سندن لکڻين مان ظاهر آهي.

هي ڪتاب پير سائين روضي ڌڻي قدس الله سره جي طريقي بابت سلوڪ جو بي بها ڪتاب آهي. هي ڪتاب سنہ ١٣١٢ هجري ۾ ميان حامد بن حسن فارسي زبان مان "ابوالحسن جي سنڌيءَ" ۾ منظوم ترجمو ڪيو، اهو ڪتاب ڪونڙيءَ ۾ مطبع فيض سبحاني ۾ ڇپيو. انهيءَ سنڌي منظوم ترجمي جو مترجم ميان حامد بن حسن پنهنجي ترجمي جي آخر

۾ منظوم سنڌيءَ (ابوالحسن جي سنڌيءَ) ۾ لکي ٿو:-
" الاهي عاجز حامد کي قادر سين ڪرمن- ڪر تون تنهن جماعت کان ٿيا جي منهنجا تنهنجن - وڃائي وجود پنهنجو ٿيا نابودا- درياءَ ۾ نيستيءَ جي چڙهان منجهہ ٻيڙيءَ همتا - ۽ چاڙهي سڙه اميد جو سين واءُ توفيقا - ڪڏي ننگر غفلت جو هلان هيج منجهان - وڃي رسان ڪناري مقصد جي جت موتي معرفتا - برڪت تنهن پلاري جي جو اول ايجادا- ۽ پڻ اچي ٿي ان تي نوراني رشدا- پڻ برڪت تنين سڳورن جي جي پٺيءَ تنهن هليا- ۽ برڪت هن صاحب ڪلام جي جوڙيو جنهن تنهن کي- منجهہ زبان فارسي ۾ ترجمون تنهنجو آه- جو هو غوث زماني جو مجمع ڪمالاتا- چنڊ آسمان ولايت جو ۽ سج هدايتا- فيض بخشيندڙ مڙني جو منجهہ ارض سما- دليون مئلون جن جيون سي جيون تنهن وٺان جو هو عارف حق جو منجهہ ملڪن مشهورا- قطب العارفين سراج العاشقين امام المتقين غوث العالم تنهن کي چون ٿا- جيڪي اهل دل جا تن کي اهڙي تنهن جي تعريفا - نالو مسعود جنهن جو حضرت صاحب محمود (عليہ الرحمة) مٿس رحمت رب جي هئي هميشاه ۽ نفعو ڏي الله تعاليٰ اسان کي ڪن تنهن جي فيضا - آهيون ا س عاصي اميدوار انهيءَ ڏانهن - تہ ڪندا ڪرم اسان تي ساڻ پنهنجي فضلا - ظاهر باطن اسان جي آهي انهيءَ ڏانهن اميد - ۽ مسند نشين فرزند تنهن صاحب جو وڏي اقبالا- صاحب علم ۽ حياءَ جو درياءُ فضيلتا - واٽ ڏيکاريندڙ خلق کي طرف هدايتا- اسمُ سڳورو جنهن جو حضرت عبدالله- هوءِ هميشه فيض ان جو عالم تي عاما - تنهن صاحب هن مسڪين تي ازروءِ عنايتا- موڪليو هي رسالو ترجمون ڪرڻ لاءِ - تہ منجهہ ز. سنڌي مٿائي لکي تنهن کي- جان نهاريم تنهن ڪتاب کي ڪري مطالعا - تان هٿا موتي معنيٰ جا منجهس درج ٿيا . - سي سمجهہ ۾ هن ڪندفهم جي اچڻا ڪين هٿا- جنهن پرعرف ۾ هي مثل مشهورا- تہ هونگارون هنجهن جون ٻجهن ڪين ٻگها- ۽ پڻ رمزون عاشقن جيون جاٹن

عاشقا- ڪچن ڪي ڳالھ جي پڪن جي پروڙ پوي نہ ڪا- پر پڻ "اَلۡاَمۡرُ فَوۡقَ الۡاَدَبِ" ڪي ڪري منظورا- موجب وسعت ناقص پنھنجي مجي سو امرا- ڪيم ترجمون تنھن جو منجھ سنڌي زبانا- پر منجھ خدمت بزرگن جي آھي ھيءَ عرضا- تہ جي اچين سھو ڪ خطا ڪا نظر ۾ وقت مطالعا- تہ ڪن معاف ھن مسڪين ڪي پنھنجيءَ پلايا- ۽ ساري سئون ڪن تنھن ڪي وٺن نہ ڪو عيبا- عيب ڍڪڻ عيبدارن جو آھي داب دانائنئا- پاڻا ڪن ڪا ڏٿيءَ لڳ ھن گتل جي حق ۾ دعا - تہ ڪريم پنھنجي ڪرم سين ھن مھوس مجرم ڪان- ڪري نصيب محض لطف سين پنھنجي معرفتا- ۽ ڏيکاريس واٽ سئين صراط مستقيما - ۽ متابعت رسول ڪريم ﷺ جي ڪريس نصيبا- ۽ چائي طيب ڪلمون پڄائيس پساھا - لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوۡلُ اللّٰهِ صَلَّي اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَآلِهٖ وَصَحۡبِهٖ اَجۡمَعِيۡنَ وَسَلَّمَ تَسۡلِيۡمًا كَثِيۡرًا كَثِيۡرًا بِرَحۡمَتِكَ يَا اَرۡحَمَ الرَّاحِمِيۡنَ آمِيۡنَ يَا رَبَّ الۡعٰلَمِيۡنَ -

سنڌي منظوم ترجمو جيڪو مطبع فيض سبحانيءَ ڪوٽڙيءَ ۾ ڇپيو تنھن جو ڪاتب علي محمد بن مخدوم محمد ساڪن مٽيارين جو ڪتاب جو خاتمو ڪنڌي پڇاڙيءَ ۾ لکي ٿو:-

"ھردم حمد حميد ڪي ھزار لک حمدن- جنھن جوڙيون قدرت سين جوڙو جھانن - وڏيءَ حڪمت مون ڏٺي عليم وڏن علمن- اشرف مخلوقن ۾ ڪيائين انسانن- پوءِ ڪي ڪافر تن مان جي مگر منجھ ھلن- ڪي مومن مرد ٿيا منجھان ئي تن- سو صلاتون سرور تي جو اصل ايجادن- منجھان نور نبيان ڄام جي ھي سڀ ناہ نھن - ۽ مٿي آل ۽ عترت ان جي ۽ اصحابن لک لک صلاتن جا ويروتار وسن - جيسين سج چنڊ تارا ڪتيون وڄڙيون ٿيون چمڪن - جي پٺيءَ لڳا لالن جي سي چين ڪان چٽن- تن سچاتو ساڄن ڪي پڄي پيروي پرين - "قُلۡ اِنۡ كُنۡتُمۡ تُحِبُّوۡنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوۡنِيۡ يُحۡبِبۡكُمُ اللّٰهُ" انھين رنگ رڄن- ھاٺي سٺو مومنان ھينئن جي ڪنن- تہ ھيءُ رسالو آھي منجھ بيان معرفت:- ح

وسيلو وڏو ڪارڻ سلوڪ سالڪن- اصل فارسيءَ زبان ۾ هو جوڙيو صاحب ولايتن - خليفي محمود عليه الرحمۃ ڪڙيئي واري جنهن تي رحمتون رب هون - وري ميين حامد ترجمون تنهن جو ڪيو منجهہ سنڌي اکرن - سو لکجي اڄ پورو ٿيو هٿان ايري عاجزن - علي محمد بن مخدوم محمد ساڪن مٽارين - تئن تاريخ تيرهين هئي منجهان تاريخن - مهيني جمادالثاني جي وقت ٻن پهرن - سن تيرهن سو ٻارهن هئا ڪناحجرت حبيبن - باهتمام محب مبين حافظ رڪن الدين جو منجهان ڪوٽڙيءَ جي ساڪنن - مطبع سنديس فيض سبحاني ۾ ڇاپيو ڪريم جي ڪرمن- "

لا اله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم

مطلب تہ ڪتاب محبوبية المحموديه جي مطالع مان خبر ٿي پوي تہ سلوڪ جا نهايت باريڪ ۽ دقيق نڪتا اهڙيءَ عمدي ٻوليءَ ۾ مصنف لکيا آهن جو پڙهڻ سان معلوم ٿو ٿئي تہ مصنف اسان کي روبرو اهي شغل يا حضور سمجهائي رهيو آهي. الله تبارڪ و تعاليٰ اسان کي توفيق عطا فرمائي تہ هن ڪتاب جي مصنف حضرت خليفي محمود قدس سره جي صدقي ۾ اسين سڀ سندس بيان ڪيل طريقي موجب ذڪر ۽ فڪر ۾ لڳي وڃون ۽ هن ڪتاب کي پنهنجو مرشد سمجهي ان ۾ بيان ڪيل شغلن ۽ حضورن تي عمل ڪريون، ۽ حضرت پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ جي صدقي ۾ هڪ ڀيرو وري بہ هيءَ سرزمين لا اله الا الله جي ذڪر جي هل سان سرشار ٿي وڃي ۽ حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي صدقي ۾ اهو لا اله الا الله جي ذڪر جو هل قيامت تائين قائم رهي- امين.

هن ڪتاب جو مترجم قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليہ الرحمۃ پنهنجي وقت جو هڪ وڏو عالم هو ۽ هن ڪتاب جو ترجمو نهايت عمدي ٻوليءَ ۾ ڪيو اٿس ۽ دقيق اصطلاحن تي حاشيہ ۾ فوٽ نوٽ پڻ ڏنا اٿس. الله تعاليٰ شال کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏئي - آمين

٢- مجمع الفيوضات:- هي حضرت پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه جي ملفوظات شريف آهي، جيڪا حضرت محمود فقير سنہ ١٢٤٨ هجري ۾ لکي. هن ملفوظات شريف جو فارسيءَ زبان مان سنڌيءَ ۾ ترجمو حضرت مولانا محمد قاسم مشوري رحمة الله عليہ ڪيو آهي، جو ڪيترا ڀيرا ڇپيو آهي.

٣- گلشن اولياءُ:- هي ڪتاب سنہ ١٢٥٨ هجري ۾ فارسي زبان ۾ لکيل آهي ۽ هن ڪتاب ۾ ڪتاب حديقه الاولياءِ کان پوءِ وارن سڀني اوليائن جو ذڪر ۽ تاريخ ڏنل آهي. هي ڪتاب اٽڪل ١٠٠ صفحن تي مشتمل آهي ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي ڪتب خانہ ۾ موجود آهي.

٤- مڪاتيب:- هي خطن جو مجموعو آهي جيڪي حضرت پير سائين روضي ڌڻي رحمة الله عليه جا لکيل اهن. جن کي گڏ ڪيو ائن. اهي سڀ فارسي زبان ۾ آهن. انهن خطن مان نہ صرف روحانيت جا ڳوڙها مسئلا حل ٿين ٿا مگر اهي سنڌي تاريخ ۽ جاگرافي تي پڻ ڪافي روشني ٿا وجهن.

٥- هڪ "نظم جو سنڌي رسالو" جيڪو پراڻي سنڌيءَ ۾ لکيل آهي. هيءُ رسالو ڪتاب "قُوَّةُ الْعَاشِقِيْنَ" جيڪو شيخ عثمان انصاريءَ جو لکيل آهي ۽ عشقيہ شاعري جي فارسي ڪتاب جو ترجمون آهي. انهيءَ جي پڇاڙي ۾ ملحق ٿيل آهي.

٦- ملفوظات شريف:

(١) حضرت مرشد سائين خليفو محمود قدس سره جا فارسي ۾ ٻہ ملفوظات شريف جا ڪتاب آهن، جن مان هڪ ملفوظات شريف خليفو ميان محمد ملوڪ چانڊيو رحمة الله عليه "سراج العاشقين" جي نالي سان فارسيءَ ۾ سنہ ١٢٤٤ هجري ۾ لکيو، جيڪو اڃان شايع نہ ٿي سگهيو آهي، هن ڪتاب ۾ ڪل ٢٦٣ فرموده آهن. هن ڪتاب ۾ سلسلہ قادريہ ۽ سلسلہ نقشبنديه جا شجرا پڻ ڏنل آهن. انشاءَ الله تعاليٰ انهيءَ ڪتاب جو اردو زبان ۾ ترجمو جلد شايع ٿيندو.

(٢) ٻيو ملفوظات شريف خليفي گل محمد هالائي سانوٽي رحمة الله عليه فارسي زبان ۾ "ڪنوز المعرفت" جي نالي سان لکيو،

جنهن جو سنڌي ترجمو حضرت مرشد خليفو ميان حاجي غلام حيدر نظاماڻي صاحب رحمة الله عليه جي امر جليل القدر سان جناب مولوي حافظ نورمحمد رحمة الله عليه متوطن قريہ شريف (ڪڙيہ گهنور) "توفيق الطالبين"جي نالي سان ڪيو ۽ آچر ڏينهن تاريخ ۷ ربيع الاخر سنہ ۱۳۳۹ هجري ڪاتب محمد بن مخدوم محمد ابراهيم نورنگزادو ويٺل ڪورواه تعلقہ گوني هٿان لکجي تيار ٿيو. الله تبارڪ وتعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان ملفوظات شريف "توفيق الطالبين" ترجمہ "ڪنوز المعرفت" جنهن کي خليفي گل محمد هالائي سانوٽي رحمة الله عليه لکي گڏ ڪيو ۽ اڄ کان اٽڪل ۷۴ سال اڳ ان جو سنڌي ترجمو جناب مولوي حافظ نورمحمد رحمة الله عليه ڪيو سو الحمد لله جنوري ۱۹۹۳ع ۾ "محموديه اڪيڊمي" طرفان شايع ٿي چڪو آهي.

۴- تعليمات ۽ آخري سفر:-

حضرت خليفو محمود قدس سره آخر ڏينهن ۾ فرمائيندا هئا تہ اي دوستو! همت ڪريو، اسان جي دل ٿي گهري تہ اوهين طلب اختيار ڪريو ۽ نسبت جي محافظت ۾ اهڙي ڪوشش ڪريو جو ان کي پنهنجي ملڪيت ۾ آڻي ڇڏيو، پوءِ جتي ڪٿي هجو، بادشاه هجو ۽ هي صحبت ۽ هي گڏجڻ موٽي هٿ نہ ايندو، پر افسوس تہ ڪنهن جي وٽ ڪانہ ويئي آهي.

وڌيڪ فرمايائون تہ اسان کي ياد-آهي تہ ٽي سال لڳولڳ اسان کي ننڊ نہ آئي، مگر حقيقت ڪري ٽي راتيون ستس ٿي. اڪيون پورجيو ٿي ويون پر ننڊ بلڪل نہ هئي.

حضرت خليفو محمود قدس سره جن جي زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ سندن طبيعت ناساز رهندي هئي ۽ پاڻ فرمائيندا هئاتہ طالب کي پهريائين گهرجي جو هستيءَ کان پاڻ کي ڇڏائي ۽ نفس کي حڪم هيٺ مطيع ۽ فرمانبردار ڪري، جيئن تہ پنهنجي هستيءَ ۽ حرص کان سڄو مري پوي. پوءِ فرمايائون تہ موت ڇا آهي رڳو خيال کي بدلائڻ آهي، جو اصل جو رنگ ڇڏي نئون رنگ وٺندو آهي.

حضرت خليفو محمود قدس سره العزيز آخر تاريخ ٻارهين ماه ربيع الاول سنہ ١٢٦٧ هجري سومر جي رات اثر جي وقت (١٨٥١ع) ۾ هن دنيا مان ڪوچ ڪيو. ڪن جو رايو آهي تہ حضرت صاحب جن جي وفات جي تاريخ ٩ ربيع الاول آهي پر اهو درست نہ آهي شروع ڪان ونئي عرس شريف جو ختمو، بہ تاريخ ١٢ ربيع الاول تي ٿيندو آهي. ڪيترن ئي بزرگن سندن تاريخ وفات ڪڍي آهي.

هيٺ ڏنل. تاريخ جي باري ۾ چٽي نٿو سگهجي تہ اها تاريخ ڪنهن چئي آهي مگر گمان غالب آهي تہ اها تاريخ شايد خليفہ گل محمد هالائي رحمۃ الله عليه چئي هجي. والله اعلم بالثواب.

١- بود غوث زمان شيخ ڪبير،
شاه مسند نشين ثم دنيٰ،
٢- قاب قوسين خلعت از حق يافت،
بلڪہ تشريف خاص "او ادنيٰ"
٣- اسم شان بود حامد ومحمود،
رونق افزا مقام محمودا.
٤- چون ز ڪثرت بسوئِ وحدت رفت،
گشت با نور متحد يڪتا.
٥- گشت دلها ڪباب از هجرت،
خواست از سينہ نالہ، واويلا.
٦- سال تاريخ آن "يگانہ" رشد،
"محو بالذاب حق" خود گفتا
١٢٦٦ + ١ = ١٢٦٧

هيءَ تاريخ وفات ميان عبدالقوي قاضي هالائي چئي آهي:-

١- آه از رحلت خليفئہ حق،
آنڪہ محمود شد بهر دوسررا.
٢- ازيد مظهر يد الله يافت،
اهتمام خلافتِ ڪبرا.

٣ - مرشد وقت هادي دوران،
نائب نائبِ رسول خدا.

٤ - زين جهان رفت چونَ بمخرج صدق،
مدخلِ صدق يافته ماوا.

٥ - گفت سالش دلم بياري "رب"،
+ ٢٠٢
"شد مقامش مقام محمودا"؛
١٢٦٧ = ١٠٦٥

حضرت خليفه محمود قدس سره العزيز جن جي وفات حسرت آيات جي باري ۾ سندن هڪ عقيدتمند مريد سيد حافظ ٻاوا ميان عليه الرحمة ويتل ڳوٺ موٽارو ملڪ ڪڇ پچ، جيڪو سنه ١٢٨٨ هجري تائين حيات هو ۽ تمام وڏي عمر ۾ وفات ڪيائين تنهن جي ٺاهيل هڪ مداحيه طويل نظم انهيءَ سلسلي ۾ هن واقعي جو سچو نقشو اهڙيءَ طرح سان چٽيو آهي، جو مريدن جي دلين تي قيامت تائين انهيءَ جو اثر قائم رهندو. ساڳي وقت تي انهيءَ واقعي جا تفصيل، حقيقت جي ايترا قريب آهن جو شعر جو هڪ هڪ بند علم ۽ عرفان جي خزاني جو هڪ بي بها موتي آهي ۽ جيڪڏهين غور سان ڏسجي ته هر هڪ بند انهيءَ وقت جي ماحول جو هڪ تفسير آهي. اهو نظم درگاه شريف حضرت خليفه محمود قدس سره جو هڪ خدمت گار ۽ فقير عبدالرحيم ميمڻ ڪڇ مان ڪٽي آيو هو، هن نظم جا اٽڪل ٤٠ بند آهن مگر گهڻي وقت گذرڻ سبب آخري پنو ڦاٽي ويو آهي، انهيءَ ڪري اسان تائين فقط هي ٣٦ بند پهچي سگهيا آهن. اهو مداحيه نظم هڪ اهڙو جامع تفسير آهي جنهن جي پڙهڻ سان حضرت خليفه محمود قدس سره جي حالات ۽ وقت جو نقشو پڙهندڙ جي ذهن ۾ ايري ٿو اچي. الله الله ڇا زمانو هو ۽ ڇا ماڻهو هئا. اهو اکين ڏٺو احوال هن درويش سيد حافظ ٻاوا ميان نظم ۾ قلمبند ڪيو آهي.

# مداحيہ نظم
## (ناهيل حضرت حافظ سيد ٻاوا ميان عليه الرحمة
## ويٺل ڳوٺ موٽارو ملڪ ڪڇ ۾)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

مـرشـد مـربـي معنوي، غـوث الـزمـان غمخوار هـو،
مهتـاب ۽ آفتـاب ڪـان سـاهـو سنـدن اظهـار هـو
١- سـاراه صفت تنهنجي ڪـريـان، جـو قيوم قـادر بـي مثـل،
جنهن محبوب پيدا ڪيو مصطفيٰ، خالق آهي، ختم الـرسل،
ڪـامـل قـريشـي ڪـارڻـي، نـرمـل ٿيـو نـوري نسـل،
پنج چـار پـرور پيرجـي، تـن سيـن ڪـرئيـن واحـد وصـل،
٢- دلبـر ديـانـت دلـربـا هئـو، داور ڏئل درگـاه ۾،
هـادي همـايـت حـق نمـا حـاضـر همه هـر گـاه ۾،
راحـم ريـاضـت رهنمـا، رهبـر رفـاقـت راه ۾،
مخلـص خـلاصـو خـوش نمـا، خـوشحـال خـوب نگـاه ۾،
٣- ڪـڙيـو مبـارڪ جـاءِ تنهـن، ظـاهـر وڏيـري زيـن سيـن،
مـرشـد مـلاحـت سيـن ڀـريـا، ڪئيـن ديس دائـم ديـن سيـن،
يـاور يتيمـن جـو اجهـو هـو، مهـربـان هـر مسڪيـن سيـن،
هـر حـال ۾ همـراه تـي، غـازي رسيـو غمگيـن سيـن،
٤- مـرشـد مـلاحـت سيـن ڀـريـا سـڀ ملـڪ جـي ملڪـوت جـا.
راسـخ رسـائـيـا رمـز سيـن، سـائـل سـدا نـاسـوت جـا،
هـر وقـت حـامـي هـو انيـن سيـن، جـي جـزئـون وئـل جبـروت جـا،
لامـع لنگهـايـا لطـف سيـن، لائـق طلـب لاهـوت جـا.
٥- شـائـق شـريعـت منجهـہ متـو، طـالـب طـريقـت تـمّ هـو،
همـدم حقيقـت حـال ۾، مـاهـرمعـرفـت ضَـمّ هـو،
سـڀ سيـر تـي سـالـڪ ڏسيـا، جـانـب بهشتـي جـمّ هـو،
نـوبـت نغـارو ديـن جـو، هـر ويـل ۾ هـر دمّ هـو،
٦- پوري متابعت محمدڪريم صہ هئي مرشد مٺي محبوب ڪي،
تلقيـن سيـن طـالـب ڳڏيـا، مهـرن رسيـا مـرغـوب ڪـي،

گفتار سنڌين گفتگو هئي، ڪسوٽي بـ قلوب ڪي،
جهڙو اڇيو جنهن تي مڱيو، تنهن دم مليو مطلوب کي.
٧- پوري متابعت محمد ﷺ ڪريم جي، هئي مرشد منهنجي پير ڪي
عجزداري عاجزي هئي، ويل سيکنهن وير ڪي،
لارون اکين جي آب جيون، تي سڪيون ڪين سڌير ڪي،
خالص خدا جو خوف هو، تان اندر منجهہ امير کي.
٨- پوري متابعت محمد ڪريم ﷺ جي سائين سچي سردار کي،
سا مجلس متي مصري شڪر عالم سکن آذار کي،
هئي هئي! ملي جي هوت مون، دم دم ڏسان ديدار کي،
ساريان گهڻو منجهہ ساه تو، تنهن مجلسي منٺار کي.
٩- پوري متابعت محمدي ﷺ، تي حاصل وٺان حضور ٿيو،
واقف حقيقت وحدتي، نورون اعليٰ پڻ نور ٿيو،
چوگرد ملڪان ملڪ هو، محبن سندو مذڪور ٿيو،
"حُبُّ الدُّنْيَا رَأْسُ كُلِّ خَطِيْئَةٍ"، دوستن تنهن کي دور ڪيو،
١٠- عادت سنڌين اَصْلاً هئي، اي ڪامل قطب اقطاب جي،
فتويٰ حديث قرآن تي ڏيندا هئا هر باب جي،
سڀ ڊوندي آهي، طالب سنڌس ڪلاب جي،
تنهن کان بچو طالب اوهين جا کوڙي مثل ڪذاب جي،
١١- ڪهڙي صفت ساراهيان ان ايزديءَ اسرار کي،
"عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ" سڀ معلوم هو مهندار کي،
عالم علم علام هو، ۽ سوجهرو منٺار کي،
هادي سخاوت حيدري، تي پر ڪيو پينار کي،
١٢- سائين سخاوت ائين ڪئي، جئن عثمان بن عفان هو،
عالم علم عرفان جو، صاحب سخي سلطان هو،
نرمل ننگر چاڙهي ڇڏيو، اي حق تنهن کي فرمان ڪيو،
اتي عامن ۽ خاصن ڪاڏو، اي حاتم کان مير مردان هو.
١٣- مرشد مربي محب مون پرور پلو هو پير ڪيو،
درسن دائودي دلربا عيسيٰ مثل اڪسير هو،
خلقت خليل الله جئن موسيٰ مراتب مير ڪيو،
مرشد محمدي ﷺ فيض ۾ بيشڪ سميع بصير ڪيو.
١٤- شمس الضحيٰ جي شعاع ۾ اڳرو ڪنا روشن قمر

رحمتً للعٰلمين مولي مکو رحمت ڪڪر،
نون نيئون ڏنا تنهن نهال ڪيا بيحد پريو پهري پڌر،
پر ڏيهہ پارس پرڪياسبزيون رسيون تان بحر بر.

١٥- ظاهر تيو ظلمات ۾ مشعل منور نور هو،
قابل قرابت قرب ۾ منسب سچو منظور هو،
جنهن تي اچيو پرين پسيو او محبت منجهان مخمور هو،
سائين سهارو سڀ جئن ملڪن متي مظهور هو.

١٦- معنيٰ مريدن معدني مخزن الاسرار هو،
مطلب مطيب مقصدي اتم تحفه الابرار هو،
گوهر الاهي گنج سو ديني علم انوار هو
منجهہ خاندانن خوب تان نالو مثل نروار هو

١٧- حضرت سچو حڪمت ڏٺي هر فعل تي مختيار هو
جئن تي وڻيس تيئن تي ڪيائين آگي سندس اختيار ڪيو
رحم شفقت عام تي، ياور يتيمن جو هيو،
جيڪو اگهو جتي تيو، طلبيو تتي تڪرار هو.

١٨- بي بختن سندو بخت هو بي نصيبن جو نصيب،
واهر وسيلو واهرو هر ڪنهن تيو حامي حبيب،
سئو ڪوه تي جنهن سڏ ڪو ظاهر مليو تنهن ڪي مجيب،
هئي! ڪيئن آسان ڪان هوت ويو مونس متو ڪاڏي قريب.

١٩- جهڙو متو مرشد منهنجو تهڙو ڏنان ڪو ڏيهہ ۾؟،
فلوقت فيض فياض هو پارس گهٽو پرڏيهہ ۾،
سڀ اوصاف عارف جي رتا- سڪر تيو گهمن ساٽيهہ ۾،
آئون جوڙ نہ ڏسان جنسار ڪو داتا سندو سڀ ڏيهہ ۾.

٢٠- ڪريان ڳالهيون متي محبوب جون جي پاهيون پرهيون،
اهي وسرن نہ وايون جي تن ڳٽن پريون ڳرهيون،
صحبتون ۽ سيرتون مائل ڪيو تي تن مرهيون،
سي ڪيئن گهمن سنڌ ۾ سڙيون سونهن بنا هت سرهيون.

٢١- مسجد مبارڪ ۾ اچي وهندا جڏهين وريام هئا،
تڏهين فياض فيض عام ڪي عاشق ڏيندا اسلام هئا،
پيوسي دليون پر تيون ان ڪي امن آرام هئا،
سي جانب ويا ڪنهن جوءِ تي سلطان جن سرئنجام هئا.

٢٢- قائم ڪچهري ڪؤنر جي هر وقت ۾ هئڙي ادا،
هئو مجمع مريدن جو ٿيو سهسين لکين پدمن جان،
ڪوڙين ڪروڙين ڪيترا مشتاق منجهہ محبت مدعا،
تن سين ونديائون وٽ ٿي سي ڪٽ ڏسان عارف ادا؟
٢٣- سا قائم ڪچهري ڪؤنر جي جلوو تجمل ذوق جو،
منجهہ مسجد مريدن ڪيو مجمع شوڪت شمع جي شوق هو،
پڻ ذاڪر ذڪر ساڻ محو ٿيا فرحت لذت ۾ لوڪ هو،
سڀ ڏيهہ هو سرهو تڏهين جڏ جانب منو منجهہ جوڪ هو.
٢٤- برڪت پڻ پرين سنديَ مڪتب پڙهي قرآن جو،
سو حافظ ٿيا شيرين زبان فيض ٿين فرقان جو،
ظاهر منجهان باطن ٿئن لذائون فضل حق فرمان جو،
تنهن تان لٿو جنهن ات پڙهيو سڀ اهک غم ارمان جو.
٢٥- عالمن ۽ علم سين رکندا گهڻي محبت هئا،
تنهن کي پيسو پارس پرينِ خوش ٿيو ڪندا خلوت هئا،
"اَلْعُلَمَاءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَاءِ" اي ڏيندا گهڻي عزت هئا،
جيڪي چيائون سو سڀ ٿئو بي حد پلا برڪت هئا.
٢٦- جڏهين مرشد منا محبوب مون دعوت متي چڙهندا هئا،
تڏهين ساٽن سوين محبت منجهان حاضر ٿيو هلندا هئا،
ساڻ تجلي تائب ڪيا جنهن ملڪ تي رخ رکندا هئا،
حشمت پسيو هيبت سنديـن بيعت اچيو وٺندا هئا،
٢٧- آيا جيڪي حاضر هيڪاندا مهندان متي مرشد وري،
واصل ٿيا باالله سين دل جي پٽين داور دري،
شريعت طريقت ۽ معرفت ۽ حقيقت سائين کان تن کي سري،
حق حقيقت محو ٿيا منجهہ صحبت لذائون ڪولي ڪري،
٢٨- حاجي هزارين ٿي ويا هر سال ۾ سائين وٽان،
سهسين قرب تن سين ڪيائون ڏيئي ڪيٽن گنديون لٽا،
پاٽا متي پروانو لکيو ڏنائون، تن کي ڏيو سيڏا اتا،
ڪاغذ ڏيو تي ڪيائون روانا پيا پڻ پٽا،
تان پڻ سبب سيد سچي چٽندا هئن ڪريو جٽا،
٢٩- تن حاجين منجهان حضرت وٽ ساڪن سوين تي پيا،
پسندي مرشد پير سو پيوند دلين تن پيا،

وري مهند پوئتي ڪڙيو ڇڏي سي ڪين ويا،
منجهه محبت محو ٿيا موتوڪ ملڪ الموت نيا،
٣٠- پرور وجهايو پڙهو هر ملڪ ۾ هادي هدا،
سيڪنهن اچيو ورتو آيا ويا شاهه وگدا،
هند سنڌ عرب عجم ۾ هر ملڪ جي هت هت تي مدعا،
"يڪ بار ديدم" هر ڪنهن چيو پوئنئان نصيب ڪي ادا،
٣١- منجهه پوئين زماني پير ٿيو ٻي حد بحر اسرار ٿيو،
رحلت رب جي تي جڏهين سو ڏينهن هو سومار جو،
تاريخ ٻارهين عرس جو ٿيڻ قرب قلتار جو،
ٻارهن سو ستهٺ ورهيه هجري هو شمار جو،
بعد هجرت مصطفيٰ صحبيون لنگهيو سردار جو،
٣٢- انهتر ورهين عمر هئي تان محبت پارس پير جي،
پندرهن ورهيه بلوغت ۾ ويا اي طالب ڪئي تڪبير جي،
ٺيهٺ ورهيه باقي بچيا پوري مطابعت مير جي،
هئي هئي! قلم ازلي وهيوتي قادر مٿان تقدير جي،
٣٣- جنهن دم ولي وصال ڪيو سا "رين" ڪاري رات هئي،
تارا لٽيا ڏونگر ڏريو ظلم جي ظلمات هئي،
وقت وصال اٺور هو پوءِ سگهي پريات هئي،
اڄ ڪيڏو قهر قيام تي هوءِ هوءِ هر ڪنهن وات هئي،
٣۴- هئي هئي! جڏهين لالن لڏيو واويل وهلو ٿيو حشر،
ماتام حسرت حادثو پيو شهر ۾ تي شور وشر،
هر شيءِ ۾ سوزش پئي هل هاءِ! ٿيو نعرو نشر،
پوين آين ۾ روج ٿيو ملڪن منڊيو ماتم حشر،
٣٥- حضرت سچي سائين جو سٺي، جي منجهه شوق ۾ محبت مٺا،
سي ٻارهن ڇٽا قربان ٿيا، پين گهٽن جا هوش ويا،
آواز انهيءَ رات ۾ ماٺهن مقامن مان سئا،
عارف ايندو هن هنڌ هلي، تي خوشي ڪيائون هڪ ٻئي پويان،
٣٦- ۽ صحيون وصالان پوءِ هو، سو جوش ۾ پڻ گرم تن،
جڏهين نيت ڪيائون غسل جي، ات اهڙي طبيعت تي لڪين،
سي ماڻهو پڇي سي ڏور ٿيا پاپائون حياتي آهه سنڌين،
تان مرڪيا مبارڪ منهن منجهان تڏهين خاطر تسلي تي سيين.

# مختصر حالات زندگي قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة (مترجم ڪتاب هٰذا)

قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة پنهنجي دور جو هڪ وڏو عالم دين هو. سندن ولادت جي پوري ڄاڻ نہ آهي، تاهم پاڻ ويهين صدي جي پهرئين عشري ۾ ڳوٺ ٽنڊو قيصر تعلقہ ۽ ضلع حيدرآباد ۾ پيدا ٿيا هئا. سندن والد ماجد جو نالو قاضي فتح محمد خان نظاماڻي عليه الرحمة هو. جيڪو پڻ پنهنجي وقت جو وڏو عالم، علوم فقه جو ڄاڻو، تدريس ۽ فتويٰ جو ماهر، مفسر قران، تفسير مفتاح رشدالله ۽ ٻين ڪيترن ديني ۽ علمي ڪتابن جو مصنف ٿي گذريو آهي.

قاضي فتح الرسول نظاماڻي عليه الرحمة، سردار قيصر خان نظاماڻي (جنهن جي نالي پٺيان ڳوٺ ٽنڊو قيصر سڏجي ٿو) جي اولاد مان آهن. ابتدا ۾ قرآن شريف جي تعليم پنهنجي والد صاحب کان حاصل ڪيائون. ان بعد پنهنجي والد صاحب جن سان گڏجي پيرجهنڊي جي مدرسي ۾ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ويا، جتي سندن والد درس تدريس ڏيندا هئا، اتي جي عالمن کان عربي، فارسي، فقه، حديث شريف ۽ اصول حديث جي تعليم حاصل ڪيائون. سندن والد مرحوم جي وفات کان پوءِ پڻ پيرجهنڊي جي مدرسہ سان سندن تعلق آخري وقت تائين قائم رهيو.

فارغ التحصيل ٿيڻ بعد ڪجهہ وقت مدرسہ ۾ تعليم ڏنائون، ان بعد پنهنجي ڳوٺ ٽنڊو قيصر جي هاءِ اسڪول ۾ ١٥ سال عربيءَ جا استاد ٿي رهيا جتان رٽائر ڪيائون. درس تدريس سان گڏ پاڻ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم پڻ جاري رکيائون. پاڻ اڪثر پير جهنڊي جي بزرگ پير صاحبن ۽ پينڊي شريف جي مدرسي جي عالمن سان شرعي مسئلن تي مشورن ۽ فتويٰ تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هئا، سندن ڪافي مضمون مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن جي رسالي الرحيم، سہ ماهي مهراڻ ۽

ٻين رسالن ۾ ڇپندا رهيا آهن. ان کان سواءِ پاڻ ڪيترن ئي عربي ۽ فارسي ڪتابن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو اٿن، جيڪي قلمي حالت ۾ سندن خاندان ۽ پير جهنڊي وارن وٽ موجود آهن.

ڪين اولاد مان ٻه پٽ ٽي نياڻيون ڇڏيون. پڻن مان وڏو پٽ محمد ابراهيم نظاماڻي آهي جو پنهنجي والد بزرگوار جيان تدريسي شعبي سان وابسته آهي ۽ هن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٽنڊو قيصر جو هيڊماسٽر آهي ۽ سندن ننڍو پٽ فتح محمد نظاماڻي، وزير علي انڊسٽريز حيدرآباد ۾ ڊپٽي مئنيجر جي عهدي تي فائز آهي.

آخر وقت تائين پاڻ تحقيق ۽ تصنيف جو ڪم جاري رکيائون ۽ مختصر علالت بعد ١٩ شوال ١٤٠٩هجري بمطابق ٢٥ مئي ١٩٨٩ بروز خميس فجر جي وقت هن دار الفنا مان رحلت ڪئي ۽ پنهنجي مالڪ حقيقي سان وڃي مليا، سندن تدفين پنهنجي خانداني تاريخي مقام نالي شيخ وجهه الدين لڳ ٽنڊو قيصر ۾ ٿي.

هرگز نميرد آن دل ڪه زنده شد بعشق
ثبت مريد است بر عالم دوام ما

فقير الفقراءِ
مير محمد نظاماڻي

16- سنڌيونيورسٽي اولڊ ڪئمپس
حيدرآباد - فون نمبر: ٢٣١٣٢

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

رَبِّ يَسِّرْ وَلَا تُعَسِّرْ

# * مقدمو *

از:- حَضْرَتْ شَمْسُ الْعَارِفِيْنَ، غَوْثُ الزَّمَانْ، مَحْبُوْبُ الرَّحْمٰنْ، مُرْشِدِيْمِ حَضْرَتْ خَلِيْفَہ مَحْمُوْدُ قُدِّسَ سِرَّہُ الْعَزِيْزُ.

انهيءَ پاڪ پروردگار سبحانه وتعاليٰ جي ساراه ۽ واکاڻ تا ڪريون ،جنهن جي اول جي ڪا ابتدا نہ آهي ۽ نہ وري سندس آخر جي ڪا انتها يا پڇاڙي آهي. ان پنهنجي نور مان، اسان جي نبي سڳوري شفيع المذنبين حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جي نور کي ظاهر ڪري، دنيا کي پيدا ڪيو ۽ ڪين پنهنجي سڃاڻڻ ۽ پاڻ ڏانهن پهچڻ لاءِ وسيلو بنايو ۽ پنهنجي ذات خواه صفات جي جمال کي ظاهر ڪرڻ لاءِ، انهيءَ کي آئينو بنايو. سندس پاڪ ذات سڀ ڪان بي نياز آهي. آنحضرت صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم تي هردم صلوات ۽ درود پڙهون، جنهن کي الله تعاليٰ جهانن جي لاءِ رحمت، عارفن ۽ عاشقن لاءِ اکين جو تار، گمراهن جي لاءِ هادي ۽ گنهگارن جي لاءِ شافع محشر ڪري موڪليو. شال الله تعاليٰ جون رحمتون مٿن ۽ سندن آل ۽ اصحابن تي وڏڦري مينهن وانگر هميشه وسندڙ هجن.

امابعد هي فقير حقير محمود (عليه‌الرحمت) اميدوار رحمت ملڪ الودود بيان ٿو ڪري تہ سيني فيض وارن صاحبن ۽ ڄاڻو دانائن، غيبو بيت جي سمنڊ جي غواصن "هَوِيَّتْ" (هو) واري بي پايان بحر جي موجن ۾ ترندڙن، "اُلُوهِيَّتَ" جي خزانن ۽ دفينن جي واقفڪارن، "وَحْدَانِيَّتَ" جي چمڪندڙ جواهرن جي

صرافن، "اَحُدِيَّتَ" جي نڪتي جي رازن ۽ رمزن ڪي ڄاڻندڙن ۽ "صَمَدِيَّتَ" جي حقيقتن ۽ دقائق جي محققن ۽ "فَرُدَانِيَّتَ" جي جهنگلن ۾ تن تنها هلڻ وارن ۽ ميدان عشق ۽ محبت جي جانبازن جي دلين ڪان مخفي ۽ لڪل نہ هجي تہ حضرت سلطان الاولياءِ برهان الاصفيا، عارفن جي امام، دين ۽ ملت جي روشن چراغ، ڪافرن ۽ بدڪارن جون پاڙون پٽيندڙ، حق تعاليٰ جي صفتن سان سنواريل، ذات مطلق تائين پهچائيندڙ، مربيءَ مڪمل، هاديءِ اڪمل، اصحاب الوجود جو مرغوب ۽ ارباب الشهود جو مطلوب ۽ رب المعبود جو محبوب، سيدنا وسندنا سيد پيرعلي گوهر عليه الرحمت، من الله الاڪبر، الله تعاليٰ ان جي زندگيءَ ۽ ارشادڪي طالبن ۽ رشد و هدايت حاصل ڪرڻ وارن تي هميشه قائم رکي.

## سيد پير علي گوهر قدس سره جي شان ۾ منقبت

١- آن گوهر يڪدانہ گنجينۂ اسرار،
وآن درّ يتيم از صدف قلزم انوار.
٢- آن مبدع آيات وجود قدم حق،
آن مظهر ايجاد ز جود حق مطلق.
٣- آن شاه جهان صدر نشين مسند اقبال،
آن مفخر اڪرام زمان مايۂ اَجلال.
٤- مهتاب منور ز سر اوج ولايت،
خورشيد درخشان فلڪ رشد و هدايت.
٥- محبوب خدا مظهر الطاف الاهي،
مطلوب جهان طالب او ماه بہ ماهي.
٦- بر مُلڪ و مَلڪ حڪم روائيش مسلط،
بل جملہ شد از علت نمائيش مُربط.
٧- يارب! بہ بقائيش گلستان جهان را،
يارب! بہ لقائيش شبستان زمان را.

٨ـ ميدار معطر برياحين عنايت،
ميدار منور بمصابيح هدايت.
٩ـ تاباد جهان، باد چو خورشيد بر اصحاب،
تابنده بہ ارشاد هديٰ برسر احباب.
١٠ـ من لب بدعا كردم مفتوح بہ آمين،
باداهمہ افتاع خواحين و عوامين.

معنيٰ: (١) پاڻ اسرارن جي خزانن جا يڪتا گوهر آهن ۽ پاڻ نور جي سمنڊ جي سپ جا بي بها موتي آهن. (٢) پاڻ ذات حق جي نشانين بابت عجيب وغريب بيان ڪن ٿا، پاڻ وجود سخاوت ڪان الله تعاليٰ جي سخا جو مظهر آهن. (٣) پاڻ جهان جا بادشاهہ، اقبال جي مسند جا گادي نشين آهن، پاڻ زماني جي وڏائي جي سرمائي جو فخر آهن. (۴) پاڻ ولايت جي عروج وبلنديءَ جا روشن چنڊ آهن، پاڻ رشد وهدايت جي آسمان جا چمڪندڙ سج آهن. (٥) پاڻ خدا جا محبوب ۽ ان جي مهربانين جا مظهر آهن، جهان جا محبوب آهن ۽ مچيءَ ڪان وٺي چنڊ تائين سندن طالب آهن. (٦) سندن حڪم ملڪن توڙي بادشاهن تي جاري آهي، بلڪ سڀ سندن علت نمائي ڪان پاڻ ۾ هڪ آهن. (٧) ياالله! سندن باغ جهان ڪي بقا سان، يا رب! زماني جي راتين ڪي سندن لقا يا ديدار سان روشن ڪر. (٨) سندن مجلس ڪي پنهنجين عنايتن سان هميشه معطر رک، سندن هدايت ۽ فيض وارين بتين ڪي هميشه روشن رک. (٩) جيستائين دنيا باقي آهي تيستائين پنهنجي رفيقن تي سج وانگر روشن هجن، رشد وهدايت سان پنهنجن دوستن تي چمڪندا رهن. (١٠) آئون دعا ڪري پنهنجا لب "آمين" سان ڪوليان ٿو، ڀيا خاص ۽ عام پڻ اهڙي طرح ڪولين.

اهي حضرت (پير علي گوهر عليه الرحمت) حضرت ذات

الذوات، قدسي صفات، عالي برڪات، واسع العطيات، منبع الفيوضات، اميرالمومنين، امام العارفين، قدوت المحققين، سالڪن جا پيشوا، گمراهن جا هادي، مريدن لاءِ رحمت، دين وملت کي زنده رکڻ وارا، شرڪ ۽ بدعت جي نشانين کي پاڙئون پٽيندڙ، مجمع الڪمالات، سيد السادات شيخ المشائخ حضرت سيدنا ومرشدنا سيد محمد راشد المرشد الارشد قدسنالله تعاليٰ بسره الاقدس ورضي الله سبحانه وتعاليٰ عنه جا پوٽا ٿين، ۽ اهي هن فقير جا مرشد آهن ۽ سندن (حضرت پير علي گوهر عليه الرحمت) جا ڏاڏا ٿين، شال الله تعاليٰ سندن حياتي مبارڪ کي، اسان جي لاءِ دائم ۽ قائم رکي، ۽ پڻ اسان کي سندن فيض ۽ ارشاد مان نفعو بخشي.

## منقبت منجهہ شان حضرت مرشد معظم پير سائين روضي ڌڻي قدس سره

۱۔ آن مهديءِ هر گمراه از راه بره رفته،
آن منڪشف مبطن اسرار نهفته.
۲۔ آن مظهر از تتق غيبت انوار،
آن مطلع انوار وجود حق دادار.
۳۔ آن جامع هر جزءُ و ڪل از موجد ايجاد،
آن احد بمعني بصور مرجع اعداد
۴۔ در صورت الفيت آلاف نماست،
صانع ز تصانيعۂ اصناف نماست.
۵۔ او جوهر ذات آمد و قائم ڪن اعراض،
او نافع خلق آمد او فائق و فياض.
۶۔ ارشاد هديٰ راشد او مخزن جامع،
انوار خدا راشد او شارق و لامع
۷۔ ارواح صور را همه او صورت جان شد،
در جمع جواهر دلها معدن ڪان شد.

٨- مرشد بحقيقت همه اسمش و همه رسمش،
صورت همه معني همه جسمش همه جرمش.
٩- بر حق چه بگويم ز چه وچون كه چه بوده،
چونم همه بيچون شده درچون نموده.
١٠- بيچون به سخن جز مثل چون چو در آيد،
اين به كه كلام از چه و چونم بدر آيد.
١١- اي صانع بيچون بهمه صنعت ظاهر،
مطلق ز چه وچون بهمه قدرت باهر.
١٢- اي بوده نابوده درعلم عوالم،
اي از همه نقصان و زيان مانده سالم.
١٣- اي شاهد جود تو ز ايجاد مغني،
اسرار وجودت خفي از علم لدني.
١٤- اي كائن باذات بري از همه آيات،
آيات تو دلالت اثباتي آن ذات
١٥- باذات بذات توهمه ذات صفات اند،
احياءِ و چه اجماد وچه كان وچه نبات اند،
١٦- بي ذات شدم درسر كه آن ذات چه ذات ست،
گر جمله حيات ست در و محو وممات است.
١٧- "اَلْحَيُّ الْقَيُّوْمُ" چو خواندم بكتابت،
احياءِ قوامم شده مطبوخ كبابت.
١٨- از نوم و سنته سنت تو بي سن و نوم ست
اوان تو بي ان ز علت شب و يوم ست،
١٩- مطلق ز نشاني و عيان تو چه باشد،
از عين نهاني و كماني توچه باشد.
٢٠- اين بس به نشاني دل من گشت نشان ست،
كه آن تير درآماج عيان گشته نهان ست.
٢١- مخفي در صورت ارشاد هدي بخش،
داد از همه باهر و همه ايجاد جدا بخش.

٢٢- من بي معني از مطلب و مقصود ز سر حال،
خواهم سر ايجاب و سوال و سر اقبال.
٢٣- مقبول كن آنچه از من و ما باتو بگفتم،
جرئت بخطا كردم و در عفو تو جفتم.

معنيٰ: (١) پاڻ هر راهه کان ڀٽڪيل گمراهن لاءِ هادي آهن، پاڻ الله تعاليٰ جي پوشيده باطني رازن ۽ اسرارن کي کولي پڌرو ڪندڙ آهن. (٢) پاڻ غيب جي پردن مان نور کي ظاهر ڪندڙ آهن، پاڻ الله تعاليٰ جي وجود ۽ هستيءَ جي انوار کان آگاهه ڪندڙ آهن. (٣) پاڻ خلق جي موجودات ۾ جز ۽ ڪل جا جامع آهن، پاڻ معنيٰ ۾ يڪتا آهن ۽ ظاهر ۾ ڪثرت معلوم ٿا ٿين. (۴) پاڻ "الف" هجڻ جي صورت ۾ هزارن جلون جا مخزن آهن، پاڻ طرحين طرحين صنعتن ۾ خود مانع ظاهر آهن (٥) پاڻ ذات منجهه جوهر آهن ۽ اعراض (١) کي قائم ڪندڙ آهن. پاڻ خلق جي لاءِ نافع ۽ فياض آهن (٦) پاڻ (باطني) خزاني کي جمع ڪندڙ ۽ هدايت جي راه ڏيکاريندڙ آهن، پاڻ سڌي راه کي حاصل ڪندڙ، خدا جو روشن ۽ چمڪندڙ نور آهن(٧) سندن صورت سيني ارواحن جي صورتن لاءِ جان ٿي، دلين جي جواهرن ۾ کاڻ مان نڪتل جواهر آهن (٨) سندن سڀ نالا ۽ رسمون حقيقت ۾ مرشد آهن، سندن صورت ۽ سندن جسم مبارڪ سڀ معنيٰ جي صورت ۾ آهن. (٩) برحق آئون ڇا چوان تہ پاڻ ڇا هئا ۽ سندن مثل ڪهڙي هئي، پاڻ سراسر بي مثال هئا، ان لاءِ ڇا مثال بيان ڪجي (١٠) گفتار ۾ بي مثال جي لاءِ ڪهڙو مثال ڏجي، بهتر اهو آهي تہ ڪجهہ چوڻ کان خاموشي اختيار ڪجي (١١) اي بي مثال صانع سيني صنعتن ۾ تون ظاهر

(١) اهي شيون جيڪي غيرمادي آهن، جهڙوڪ: علم، فهم وغيره (مترجم)

آهين، مطلق مثال ۽ دليل جي ساري قوت تي غالب آهي. (١٢) هر اهو وُجود (هستي) يا نيستي (معدوم) جنهن کان دنيا واقف آهي، سڀني نقصانن ۽ زيان کان سلامت آهي(١٣) تنهنجي فيض ۽ هدايت جي سخاوت جو الله تعاليٰ شاهد آهي، تنهنجي وجود جا اسرار علم لدني کان بہ مخفي آهن (١٤) اي پنهنجي ذات ۾ سدا موجود، سڀ علامتن کان پاڪ، انهيءَ ذات پاڪ جي ثبوتيءَ تي تنهنجون نشانيون دلالت ٿيون ڪن (١٥) ذات حق هئڻ سان باقي سڀ ذاتون تنهنجي ذات جون صفتون آهن چاهي اهي حيوان يا جماد يا معدنيات يا نباتات ڇو نہ هجن، (١٦) انهيءَ خيال ۾ حيران آهيان تہ اها ڪهڙي ذات آهي، انهيءَ ۾ سڀ زنده ۽ مرده محو آهن (١٧) جڏهين تنهنجي ڪتاب ۾ "اَلْحَيُّ الْقَيُّوْمُ" پڙهيم، تڏهين منهنجي ڪباب وانگر پڪل زندگيءَ ۾ قوت پيدا ٿي. (١٨) تنهنجي اها روش آهي جو توکي نہ ڪا ننڊ ٿي اچي ۽ نہ ٻُهر تنهنجي اها صفت رات ۽ ڏينهن ۾ بي سبب آهي (١٩) نشانين کان آزاد ۽ تنهنجو ظهور ڇا آهي، ظاهري اک کان لڪل ۽ تنهنجي ڪمان ڪهڙي آهي (٢٠) اهائي نشاني ڪافي آهي تہ منهنجي دل نشانو بني، ڇاڪاڻ تہ ظاهري اماج ۾ اهو تير ٻُجهو آهي(٢١) ظاهر ۾ مخفي ٿي ارشاد ۽ هدايت ڪندڙ آهين، ساري موجدات تي غالب پئي ان ڪي نفعو بخشيندڙ آهين(٢٢) آئون طلب ۽ مقصد جي هستيءَ کان الڳ ٿي، حال جي راز کان ايجاب جو راز چاهيان ٿو ۽ قبوليت جي راز جو سوالي آهيان (٢٣) مون جو ڪجھ پاڻ لاءِ ۽ اسان (سڀني) لاءِ عرض ڪيو آهي، اهو قبول فرمائي، مون خطا جي جرئت ڪئي آهي ۽ تنهنجي پناه ۾ آيو آهيان.

جناب حضرت (پير علي گوهر عليه الرحمت) جي ذات شريفين خلق جي لاءِ نافع ۽ جهان وارن لاءِ رحمت آهي. سندن مرضي ٿي تہ دنيا وارن جي فائدي لاءِ حضرت مرشد (پير محمد راشد رحمت الله عليه) جي سلوڪ جي طريقي جا شغل جيڪي مجمل آهن، جن جي توضيح ۽ تشريح ڪيل نہ آهي ۽ شروع کان هن احقر

(حضرت خليفه محمود قدس سره) جي ذهن ۾ آهن، تن کي قلم تفصيل سان بيان ڪري، ڇاڪاڻ جو پوشيده ڪلام کي سربستو بيان ڪرڻ سان ڪامل ذوق ۽ نفعو پيدا ٿئي ٿو ۽ اهو خدا جي طالبن لاءِ سرمايو ثابت ٿيندو. جيتوڻيڪ هن حقير پنهنجي علم جي گهٽتائي ۽ فهم جي ڪوتاهي جي ڪري عاجزي ظاهر ڪئي، ڇاڪاڻ جو ڪتاب گلستان (سعدي) جي ٻن ٽن حڪايتن ڪان سواءِ، وڌيڪ فارسي ۽ عربي نه پڙهي اٿم. آخر انهيءَ صدر نشين مسند ارشاد هدايت جي رضامنديءَ جي خاطر، سندن واجب الاطاعت حڪم کان انڪار نه ڪري سگهيس، پوءِ بحڪم "لَيْسَ لِلْاِنْسَانِ اِلَّا مَا سَعٰي" (انسان کي فقط ڪوشش ڪرڻ گهرجي) جي امر موجب، هن اعليٰ حڪم جي اطاعت لاءِ پنهنجي ڪمزور قوت سان ڪوشش ڪيم، ۽ جيئن ته حضرت مرشدنا قدسنا الله سره الاقدس ورضي الله تعاليٰ عنه جي صحبت شريف جو شرف حاصل ڪرڻ وارن ۽ سندن محفل مان فيضياب ٿيندڙن کي جذب ۽ موهبت جو درجو حاصل هو، ڇاڪاڻ ته اهي هميشه وحدانيت جي طلوع ٿيندڙ آفتاب جي شعاعن جي ڪري گمراهيءَ جي تاريڪيءَ کان محفوظ هئا ۽ انهن جي هدايت لاءِ سندن سايو نور اعليٰ نور هو، انهيءَ ڪري ڪين ڪنهن به شغل ۽ فڪر ۾ مشغول هئڻ جي ضرورت باقي نه هئي، بلڪ حال جي ڪامرانيءَ ۽ ڪماليت حاصل ڪرڻ بعد، ٻين کي سلوڪ جي ترتيب جي علم کان آگاه ڪندا هئا، ۽ انهن کي سلوڪ ۾ يقين ۽ اطمينان جي درجي تائين پهچائيندا هئا.

جيئن ته جذب کي سلوڪ جي احاطي ۾ آڻڻ ۽ مطلق کي قيد ۾ قابو ڪرڻ وڏو مشڪل ڪم هو، پر تڏهين به اشغالات مرقوم جي ناتمام علوم جي شرح مان ڪجهه قدر عام فهم سلوڪ جي ترتيب جو خيال رکندي، پنهنجي معلوم ڪيل جذب ۽ سلوڪ جي ذخيري مان، پنهنجي ڪمزور قلم جي نوڪ کي تحرير ڪرڻ لاءِ جنبش ڏنم، جيڪڏهن هر هڪ شغل کي ان جي شرح، عنوان، اثرات ۽ نشانات سان مڪمل بيان ڪريان هئا ته

رسالو ڪتاب ۾ تبديل ٿي وڃي ها ۽ ڪتاب، هڪ طويل دفتر بنجي وڃي ها ۽ اشغال جو شوق ۽ ان جي استعمال جو ذوق حاصل نہ ٿي سگهي ها ۽ هر هڪ شخص محض تحرير تي اڪتفا ڪري ها ۽ طلب ڪان رهجي وڃي ها، انهيءَ ڪري ڪثرت ڪان قلت تي اختصار ڪيو ويو، ڇاڪاڻ تہ "اَلْقَلِيْلُ يَدُلُّ عَلَي الْكَثِيْرِ" (ٿورو گهڻي هجڻ جي خبر ٿو ڏئي) ۽ "اَلْعَاقِلُ تَكْفِيْهِ الْاِشَارَةُ" (عقلمند لاءِ اشارو ئي ڪافي آهي).

ياد رهي تہ هر هڪ شغل جي لاءِ حالات ۽ ڪمالات جا ايترا تہ قسم آهن جو اهي شمار ڪان ٻاهر آهن. اي طالب صادق! "گوش باهوش دار" ۽ پنهنجي دل کي حاضر ڪري روح سان توجہ ڪر تہ طالبن جي طريقي جو پيشوا ۽ سالڪن جي سلوڪ جو رهبر، عشق مولىٰ ۽ ان جي محبت آهي ۽ اهو "كُنْتُ كَنْزًا مَّخْفِيًّا فَاَحْبَبْتُ" (آئون هڪ مخفي خزانو هئس پوءِ مون چاهيو) جي خزاني جي ڪنجي بہ اهائي آهي ۽ ذات ۽ صفات جي اسرارن جي ابتدا ۽ انتها ۽ انهن جا مظاهر بہ اهي ئي آهن، ۽ ان جي ارادي ۽ علم جي اصل ايجاد پڻ اها ئي آهي، ڇاڪاڻ جو انهيءَ "خَلَقْتُ الْخَلْقَ" جي خوبصورت ڪنوار کي رنگارنگي خلعت ۽ جواهرات سان سينگاري، ملبوسات سان حسين بنائي، قدرت ۽ مخلوقات جي لهد (پينگهي) ۾ آرائش جي شهرت ۽ وسعت جي زينت بخشي هن (١) عالم کي پڌرو ڪيائين.

هن "وُصُوْلُ اِلَي الْاُصُوْلِ" جي لاءِ "اَلْحَبْلُ الْمَتِيْنُ" جي مضبوط رسي کي ۽ "تَدْلِيْلُ اِلَي الْمَدْلُوْلِ" جي لاءِ "عُرْوَةُ الْوُثْقيٰ" جي مضبوط دستي کي پنهنجي قدرت سان قائم ڪيو ۽ انهيءَ جي ذات هڪ اهڙو جوهر آهي، جنهن ۾ انوار صفاتي جي منشا موجود آهي ۽ اهو اهڙي نور جو شفاف چشمو آهي جو عارفن جي ارشاد جي صورت ۾ روشنيءَ سان ارادتمندن جي دلين تي تجلي

(١) جنهن عالم ۾ هينئر اسين رهون ٿا، ان کي ممڪنات ۽ ڪون ٿو چئجي، جو ڪنهن وقت فنا ٿيندو. (مترجم)

جو تاب وجهي ٿو ۽ مرشدن جي وعظ ۽ ڪلام سان ٻڌندڙن جون جانيون حيران ۽ پريشان ڪريو ڇڏي.

اهو عشق آهي جيڪو معشوقانه لباس پهري، حسن وجمال جي سينگار ۽ خدوخال جي سجاوٽ سان عاشقن جي دلين کي درد ۽ سوز ۾ مبتلا ۽ گرفتار ٿو ڪري، ۽ غم و الم جي بي قراري واري باه سان دوئي (ٻيائي) جا ڪک ۽ ڪنڊا ٻاري عاشقن جي سدا بهار دلين جي باغ کي پاڪ ۽ صاف ڪري ٿو ڇڏي.

بيت

عشق آن شعلۂ ست کاندر جان افروخت
هرچه جز معشوق باقي جمله سوخت

معنيٰ: عشق هڪ اهڙي چڻگ آهي جيڪا جنهن جي جان ۾ ٻري، معشوق کان سواءِ باقي سڀ ڪجهه ساڙي ٿي ڇڏي.

اها محبت ئي آهي، جيڪا يگانگت ۽ يڪتائي سان ملي محبوب جي جان جي رڳن کي انس ڏيئي، محبوب سان ملائي، هڪ ڪريو ڇڏي ۽ جيڪي غيب الغيب جي رات ۾ اڪيلا هلندڙ آهن، انهن کي "اصل الاصل" جي ڪشش سان "تجرد" ۾ آڻي پوءِ "فردانيت" ۾ ڪشش ڪريو وٺي.

ابيات

محبت اعتبار ذات حق ست - محبت مظهر آيات حق ست
محبت خازن گنج شهود ست - محبت مبدا اصل الوجود ست
محبت مونس جان کباب ست - محبت پرده سوز احتجاب ست
محبت مايه عيش وسرور ست - محبت علت نمائي ظهور ست.

معنيٰ: (١) محبت حق جي ذات جو اعتبار آهي محبت حق جي نشانين جو مظهر آهي (٢) محبت شهود جي خزاني جو خزانچي آهي. محبت اصل وجود کي پيدا ڪندڙ آهي (٣) محبت ڪباب ٿيل جان جي غمخوار آهي محبت حجاب جي پردي کي چاڪ ڪندڙ آهي (٤) محبت عيش ۽ خوشي جو سرمايو آهي.

محبت ظهور جو اصل سبب آهي.

اي دوست، صاحب دماغ! عشق جي کهڙي حقيقت بيان ڪريان ته اهو ڇا آهي ۽ محبت جي اصليت جي لاءِ ڇا چوان ته اها ڪيتري خوبصورت آهي.

بيت

درد عشق آمد دوائے هردلے
حل نشدے عشق هرگز مشکلے.

معنيٰ: هر دل جي دوا درد عشق آهي، ڪا به مشڪل عشق ڪان سواءِ هرگز حل نٿي ٿئي.

قرب ۽ محبت جي ڇريءَ جو وڏيل ۽ عشق جي باه جو سڙيل، باطن ۽ ظاهر جي اسرارن جو ڄاڻو، ميان لهڻو ذاڪر قدس سره الرب القادر پنهنجي مڪتوب ۾ لکن ٿا: "آه، آه! حق تعاليٰ ايترا هزارين رسول موڪليا جيڪڏهن عشق جو هڪ ذرو موڪلي ها ته سڀ پنهنجي حقيقت کي سڃاڻي وٺن ها ۽ انهيءَ سان واصل ٿي وڃن ها. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

بيت

گر عشق نبودي بخدا کس نرسيدي
اين ذوق محبت ز جهان کس نچشيدي
گر عشق نبودي وغم عشق نبودي
چندين سخن نغزکه گفتي که شنيدي؟

معنيٰ: جيڪڏهن عشق نه هجي ها ته خدا کي ڪير به حاصل ڪري نه سگهي ها، دنيا ۾ ڪير اهو محبت جو ذوق نه چکي سگهي ها، جيڪڏهن عشق نه هجي ها ۽ عشق جو غم نه هجي ها ته اهڙيون عجيب ڳالهيون ڪير ڪري ها ۽ ڪير ٻڌي ها.

جيڪڏهن عشق جي عظمت جي باري ۾ ڪجهه چوان ته عرش عظيم پنهنجي ايڏي بلند مرتبي ۽ وڏائي جي باوجود به انهيءَ جي هڪ نقطي جو به بار نه کڻي سگهي ۽ جيڪڏهن محبت جي لفظ جي معنيٰ بيان ڪريان ته آسمان ۽ زمين وارا خاموشي ۽ ساڪت ۾ اچي وڃن ۽ پنهنجي جان ڪان بي جان ٿي

پون.

رباعي

چو شرح عشق زقيد سخن برون آمد
كمال شوق زكون مكان فزون آمد
سخن ز اصل برانيم تاچه شد آغاز
كه ذكر عشق مبرّا ز حدث چون آمد

معنيٰ: عشق جي شرح جڏهن سخن جي قيد کان ٻاهر ٿي اچي ته ڪمال شوق ڪون مڪان کان وڌي ٿو وجي هن ڳالهه ۾ آهيون ته عشق جي شروعات اصل ڪٿان ٿي. ڇاڪاڻ جو عشق جو ذڪر حدث کان پاڪ آهي ته ظاهر ڪيئن ٿيو.

پوءِ اي طالب حق! ۽ ذات مطلق جا ڳولائو، غور ڪر ته موهبت ۽ عطا کان سواءِ انهيءَ حرام عالي مقام جهڙي اعليٰ مقصد، عظيم عطيه ۽ نيڪ انجام ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ محال صد محال ۽ مشڪل صد مشڪل آهي.

هن مقدمي جي بنا انهيءَ تي رکي، عشق ۽ محبت جي جذبي کي حاصل ڪرڻ، سلوڪ جي شرائط کي جيڪي مرشد جي صورت جي رابطي سان مرتبط آهن ۽ تذڪره اذڪار جي هميشگي ۽ حضور ۽ افڪار جو تصور، انهن سيني کي قلم جي قيد ۾ آڻي هن جامع مجموع ۽ ڪتاب المستطاب جو نالو "المحبوبية المحموديه" رکيو آهي ته هر طالب جيڪو همت جي اهتمام سان سيني آداب، قاعدن ۽ شرطن کي بجا آڻي، پنهنجي دل وجان سان ڪوشش ڪندو اهو بحڪم "مَنْ طَلَبَ شَيْئًا جَدَّ وَجَدَ" (جيڪو تلاش ڪندو اهوئي حاصل ڪندو) ضرور صد ضرور پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيندو. انشاءَ الله.

# شغل پهريون

## لَا اِلٰہَ اِلَّا اللّٰہُ جو ذڪر جهر.

ياد رکڻ کپي تہ ذڪر جي سيني ڪلمن مان، هيءُ ڪلمون نهايت ئي افضل ۽ اعليٰ آهي، جنهن لاءِ حديث شريف ۾ پڻ آيو آهي: "اَفۡضَلُ الذِّكۡرِ لَآ اِلٰہَ اِلَّا اللّٰہُ" يعني سيني ذڪرن ۾ افضل ۽ اعليٰ ذڪر لا اله الا الله جو آهي هڪ ٻئي حديث شريف ۾ پڻ آيو آهي: "مَنۡ قَالَ لَآ اِلٰہَ اِلَّا اللّٰہُ دَخَلَ الۡجَنَّۃَ بِلَا حِسَابٍ" يعني جنهن لا اله الا الله چيو سو بناحساب جي بهشت ۾ داخل ٿيندو ۽ وري حديث قدسي ۾ آهي "مَنۡ ذَكَرَنِيۡ فِيۡ مَلَاءٍ ذَكَرۡتُہٗ فِيۡ مَلَاءٍ خَيۡرٍ مِّنۡهُمۡ" يعني جنهن مون کي ڀريل جماعت ۾ ياد ڪيو تہ آئون بہ ان کي اهڙي ڀريل جماعت ۾ ياد ڪندس جا انهن کان وڌيڪ چڱي آهي.

انهيءَ ذڪر جي ترتيب ۽ تلقين اسان جي مرشد ۽ مربي حضرت پير دستگير سيد محمد راشد المرشد الارشد قدسنا الله تعاليٰ بسره الاقدس جن کي پنهنجي مرشد والد بزرگوار حضرت ميان صاحب سيد محمد بقا الحسيني الشهيد الباقي ببقاءِ الله تعاليٰ قدس سره جن وٽان مليل هئي، انهيءَ سڳوري پنهنجي مرشد سيد عبدالقادر الحسيني الجيلاني (ثاني) قدس سره کان، جيڪو سڳورو جهنگ سيال پرڳڻي سڌانہ (سوڍاڻي) جو وينل هو، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد صالح شاه قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد شمس الدين قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد حامد شاه گنج بخش قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد شمس الدين محمد قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد عبدالقادر قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد شمس الدين قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد عبدالقادر قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد حامد قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد عبدالرزاق

قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد عبدالقادر قدس سره چوٿين کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد محمد غوث قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد شمس الدين قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد شاه مير قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد علي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد مسعود قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد احمد قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد صوفي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد عبدالوهاب قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ المشائخ محبوب حقاني، قطب صمداني حضرت شيخ محي الدين سيد عبدالقادر جيلاني ابن ابي صالح رضي الله تعاليٰ عنه کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ ابوسعيد مبارڪ المخزومي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ ابوالحسن علي بن محمد بن يوسف القرشي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ ابوالفرح طرطوسي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد ابوالفضل عبدالواحد بن عبدالعزيز التميمي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ ابوبکر شبلي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سيد الطائفه شيخ جنيد بغدادي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ سري سقطي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ معروف ڪرخي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ المشائخ دائود الطائي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ حبيب عجمي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد شيخ المشائخ قدوة المحققين شيخ حسن بصري قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي هادي يعسوب الموحدين امام العارفين شمس المشارق والمغارب اميرالمومنين سيدنا علي بن ابي طالب رضي الله تعاليٰ عنه کان، ان سڳوري کي باطني توڙي ظاهري هدايت جي واٽ حضرت سيد الڪونين والثقلين محبوب رب العالمين سيدنا حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن کان مليل هئي.

حضرت غوث الاعظم قدس سره جن جي آبائي مشائخن جو سلسلو پڻ آهي جو هن ريت آهي:-

حضرت پير دستگير محبوب سبحاني قطب رباني، غوث الاعظم سيد عبدالقادر جيلاني قدس سره جن باطني طريقي جي تلقين، ننڍي عمر ۾ پنهنجي والد بزرگوار سيد ابوصالح موسيٰ جنگي قدس سره کان ورتي، ان سڳوري پنهنجي والد سيد عبدالله قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي والد سيد يحيٰ زاهد کان، ان سڳوري پنهنجي والد سيد محمد قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي والد سيد دائود قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي والد سيد موسيٰ ثاني قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي والد سيد عبدالله قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي والد سيد موسيٰ الجوني قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي والد سيد عبدالله محقق قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي والد سيد حسن مثنيٰ قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي والد امام المسلمين سيدنا امام الحسن رضي الله تعاليٰ عنه کان، ان سڳوري پنهنجي والد امير المومنين اسدالله علي بن ابي طالب رضي الله تعاليٰ عنه کان، ان سڳوري کي هدايت ۽ ولايت جي واٽ سيدالمرسلين حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم کان عطا ٿيل هئي.

امابعد نقشبندي مشائخن جو سلسلو (شجره) بيان ڪجي ٿو، جن کان ڪين طريقت جي واٽ مليل هئي.

هن فقير (خليفه محمود رحمة الله عليه) جي مرشد جناب مستطاب حضرت پير سائين (روضي ڌڻي) قدسنا الله تعاليٰ بسره الاقدس جن کي نقشبندي طريقي جي باطني نسبت ۽ خلافت ۽ پڻ جذب ۽ سلوڪ جي سيني ڪماليت وارن مرتبن جون واٽون سندن والد بزرگوار سيد محمد بقا شهيد قدس سره جيڪي ميان صاحب جي لقب سان مشهور آهن، انهن کان مليل هئي ۽ اها نقشبندي طريقي واري باطني نسبت اڄ تائين سندن ارادتمند مريدن ۾

جاري رهندي ٿي اچي، جيڪا انهن کي پنهنجي مرشد سيد عبدالقادر سڏائڻ (سوڍاڻي) جهنگ سيال واري جي امر ۽ ارشاد سان مخدوم محمد اسماعيل قدس سره ويٺل پريان لوءِ واري کان حاصل ڪيائون، ان سڳوري پنهنجي مرشد بزرگوار خواجه جمال الله قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد بزرگوار خواجه حاجي محمد ايوب قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد بزرگوار خواجه سعدي لاهوري قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد بزرگوار خواجه سيد آدم بنوري قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد حضرت خواجه احمد فاروقي مجدد الف ثاني قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه محمد باقي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه خواجگي امڪنڪي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه درويش محمد کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه محمد زاهد قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه عبيد الله احرار قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه يعقوب چرخي قدس سره کان،ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه بهاءُ الحق والدين محمد قدس سره کان، پاڻ نقشبند جي نالي سان مشهور ۽ معروف آهن، ڇاڪاڻ جو ڪائن ئي نقشبندي طريقو مشهور ٿيو. ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه سيد مير گلال قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه محمد بابا سماسي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه علي راميتني قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه محمود الخير فغنوي قدس سره کان،ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه عارف ريوگري قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه عبدالخالق عجدواني قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه ابو يوسف همداني قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه ابوعلي فارمدي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد خواجه ابوالحسن خرقاني قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد سلطان العارفين خواجه بايزيد بسطامي قدس سره کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد امير المومنين، فخر المسلمين

حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه کان، ان سڳوري پنهنجي مرشد حضرت عالي برکت قاسم بن محمد بن ابي بکر رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين کان، ان سڳوري منبع الهداية والرشد حضرت سلمان الفارسي رضي الله تعاليٰ عنه کان، ان سڳوري اميرالمومنين امام الصديقين سيدنا حضرت ابابکر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کان، ان سڳوري کي معرفت ۽ عرفان جي وات سيد الکونين رسول الثقلين محبوب رب العالمين شافع المذنبين سيدنا حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم کان عنايت ٿيل هئي.

هتي هي ڳالهہ قابل ذکر آهي تہ اسان (خليفہ محمود فقير رحمة الله عليه) جا مرشد (حضرت پير سائين روضي ڌڻي) قدس سره، پنهنجي مريدن يا طالبن جي استعداد واري فهم ۽ سندن همت موجب انهن کي هنن ٻنهي طريقن جا شغل، اجمال ۽ تفصيل جي ترتيب سان ملائي سيکارڻ جي نوازش کندا هئا ۽ سندن توجہ جي نظر فيض اثر جي برکت سان، قادري طريقي وارن طالبن منجهہ نقشبندي واري صورت ظاهر ٿيندي هئي ۽ نقشبندي طالبن ۾ قادري واري صورت ظاهر ٿيندي هئي. ذکر ۽ فکر جي شروع کرڻ وقت، سندن صورت جي تجلي سيني ذکر کندڙن کي گهيري ۽ وکوڙي ويندي هئي ۽ مٿن ڇانئجي ويندي هئي جنهن جي کري انهن ۾ جذب جي حالت پيدا ٿيندي هئي. جنهنکري انهن جذب وارن طالبن کي ٻين شغلن ۾ مشغول ٿيڻ جي کابہ ضرورت ۽ حاجت نہ رهندي هئي، ڇاکاڻ جو سندن صورت مبارک جي ڏسڻ ۽ ان جو توجه کرڻ سان انهن لاءِ سلوک جون سڀ واٽون آساني سان حاصل ٿي ويندي يون هيون. اها حالت انهيءَ طالب کي نصيب ٿيندي هئي، جنهن کي پنهنجي مرشد سان رابطي وارو جذبو گهڻو هوندو هو. رابطي ۽ ميلاب وارو جذبو جنهن طالب ۾ گهٽ هوندو، ان کي هن بي پايان ۽ بي بها نعمت واري خزاني جي موتين جي کهڙي خبر. "مَنْ لَمْ يَذُقْ لَمْ يَدْرِ" يعني جنهن نہ چکيو آهي تنهن کي لذت جي کابہ خبر نہ آهي.

ذوق اين مي نہ شناسي، بخدا تا نہ چشي

يعني- هن شراب جي لذت تيستائين پرکي نہ سگهندين، خدا جو قسم، جيستائن ڪ هن کي چکين نہ.

جن طالبن پنهنجي خواهش سان نقشبندي طريقي سڳوري ۾ داخل ٿيڻ ٿي چاهيو تہ انهن کي صرف نقشبندي شغلن جي تلقين ٿي ڪيائون ۽ انهن کي گهڻي تحقيق ۽ خوض سان نقشبندي طريقي جي سلوڪ ۾ ڪماليت وارن درجن تي ٿي پهچايائون. اهو نقشبندي طريقو اسان جي هن زماني ۾ گهڻو ۽ ڪثرت سان جاري آهي ۽ اڳتي بہ جاري رهندو. پر جيئن تہ عام ماڻهن يا مريدن ۾ سندن قادري طريقو گهڻو پکڙيل آهي، تنهن ڪري قادري طريقي جا شغل پهريائين بيان ڪجن ٿا.

## قادري طريقي جي ذڪر جي ترتيب

هن ذڪر جي شروع ڪرڻ جو وقت سانجهي جي نماز کان پوءِ آهي. ان جي ترتيب هن طرح آهي تہ وضو ڪري سانجهي جي نماز پڙهي، ان بعد ٻئي گوڏا اونڌا ڪري قبلي کي سامهون ٿي ويهجي، ۽ اَعُوْذُبِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطَانِ الرَّجِيْمِ چئي پوءِ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ پڙهي، يارهن ڀيرا پوري سورة قل هو الله احد پڙهي، ان جو ثواب حضرت غوث الثقلين ڪريم الطرفين شيخ المشائخ محي الدين عبدالقادر جيلاني قدس سره جن کي بخشي ۽ ان کان پوءِ پنهنجون اکيون بند ڪري دل جي توجه ۽ حضور سان مرشد جي صورت جو تصور ڪري، جهر يا بلند آواز سان "لَآاِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ" جو ڪلمون هڪ هزار ڀيرا تسبيح جي داڻن تي ڳڻي پڙهي، ۽ سيڪنهن سو جي پڇاڙي ۾ ڪلمون پورو ڪري "مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ" چئجي. هن ذڪر وقت صدق دل سان يقين ڪري ڄاڻجي تہ الله تبارڪ وتعاليٰ واحد ۽ اڪيلو آهي ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو وجود ۽ هستي نہ آهي ۽ ذڪر ڪرڻ وقت دل ۾ ٻين خيالن، خطرن ۽ وسوسن کي اچڻ نہ ڏجي، پر جيڪڏهين ڪنهن وقت ٻيا خيال

خطرا ۽ وسوسا دل ۾ پيدا ٿين ته هيءُ اسم سڳورو "يَا فَعَّالُ" تي پيرا زبان سان آهستي آهستي چئجي ته دل تان خودبخود اجايا خيال ۽ وسوسا لهي ويندا، پر جيڪڏهن وري به ڪنهن وقت طالب جي دل ۾ خيال ۽ وسوسا پيدا ٿين ته اهو ساڳيو اسم سڳورو مٿين ترتيب سان پڙهندو ته ان جي برڪت سان، سڀ خيال ۽ خطرا دل تان ميٽجي ويندا، ڇاڪاڻ جو هي اسم "فَعَّالُ" الله تبارڪ وتعاليٰ جي اسماءِ حسنيٰ مان هڪ اسم آهي، تنهن ڪري طريقت جي مشائخن ۽ بزرگن سڳورن رضوان الله تعاليٰ عليهم، طالبن جي دلين تان خطرن ۽ وسوسن جي غبارن ۽ لٽ کي لاهڻ لاءِ، انهيءَ اسم سڳوري جي پڙهڻ جو ارشاد ڪيو آهي. ذڪر جي اوائل وارن ڏينهن ۾ هن فقير (خيلفه محمود قدس سره) کي ذڪر جي دوران دل ۾ وسوسا ۽ خطرا پيدا ٿيندا هئا، پوءِ پاڻ (حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره) مون کي انهن وسوسن جي دفع ڪرڻ لاءِ انهيءَ اسم سڳوري جي پڙهڻ جو ارشاد فرمايائون. پوءِ سندن انهيءَ امر فيض نظر جي برڪت سان، هن اسم سڳوري جي پڙهڻ سبب، سڀئي خيال ۽ خطرا دل تان لهي گمٽي ويا ۽ وري نه ٿيا.

انهيءَ تسبيح جي پوري ٿيڻ کان پوءِ "اِلَّا اللّٰهُ" هزار ڀيرا پڙهجي ۽ ان کان پوءِ "اللّٰه" هزار ڀيرا ۽ ان کان پوءِ "هو" هزار ڀيرا پڙهجي. اهڙي طرح سان جڏهين ذڪر جا اهي چار هزار ڪلمان پورا ڪجن ته پوءِ مراقبي ۾ ويهي قلب ڏانهن متوجه ٿجي جيڪو ڏائي ٻبي کان ٻه آڱريون هيٺ تي آهي. ان مراقبي ۾ گهڻي خيال ۽ توجه سان الله جي اسم مبارڪ جي صورت کي قلب (دل) تي نقش ڪرڻ ۾ مشغول ٿجي ته جيئن قلب ۾ حرڪت ۽ جنبش پيدا ٿئي. جڏهين قلب ۾ حرڪت جو جاري ٿيڻ معلوم ٿئي، ته پوءِ هن برڪت واري اسم الله کي پوري خبرداري ۽ ڪوشش سان قلب (دل) تي بار بار پيو موٽائجي ۽ تڪرار ڪجي (يعني ائين محسوس ڪجي ته دل هر حرڪت سان الله، الله پئي چوي) ته

جيئن اهو اسم مبارڪ الله قلب (دل) تي اهڙي طرح نقش ٿي وڃي جو ڄڻ پٿر تي اڪرجي نقش ٿي ويو آهي. انهيءَ مراقبي واري حالت ۾ خيالن ۽ وسوسن کي دل ۾ جاءِ نه ڏجي، بلڪ سڪون سان هن اسم مبارڪ الله جي تصور ۾ مشغول ٿي وڃي. مراقبي کان علاوه به اٿئي ويٺي، اڪيلائي ۾ توڙي خلق سان گڏ هجڻ واري حالت ۾ به نهايت خبرداريءَ سان هن اسم مبارڪ الله جي تصور سان پنهنجي دل کي هر وقت مشغول رکي. الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجن ذڪر ڪندڙ ٻانهن جي وصف هن طرح بيان ڪرڻ فرمائي آهي: إِنَّ فِيْ خَلْقِ السَّمٰوَاتِ وَالْاَرْضِ وَاخْتِلَافِ اللَّيْلِ وَالنَّهَارِ لَاٰيَاتٍ لِّاُولِي الْاَلْبَابِ الَّذِيْنَ يَذْكُرُوْنَ اللّٰهَ قِيَامًا وَّقُعُوْدًا وَّعَلٰى جُنُوْبِهِمْ يعني "بيشڪ آسمانن ۽ زمينن جي خلقڻ ۾ ۽ راتين ۽ ڏينهن جي هڪ ٻئي پٺيان اچڻ ۽ وڃڻ ۾ دانائن لاءِ نشانيون ۽ عبرتون آهن اهي ئي الله تعاليٰ کي اٿئي ويٺي ۽ ليٽي ياد ڪن ٿا." انهيءَ ڪري اهڙن ذڪر ڪندڙ شخصن لاءِ، هن کان وڌيڪ ٻي ڪا به خوش نصيبي ۽ دولت نه آهي، جو حق سبحانه وتعاليٰ انهن کي خوشخبري ڏيڻ لاءِ ڪين "فَاذْكُرُوْنِيْ اَذْكُرْكُمْ" جي نعمت سان خطاب ڪيو آهي (يعني پوءِ اوهين مون کي ياد ڪريو ته آئون اوهان کي ياد ڪريان) انهيءَ ڪري طالب کي گهرجي ته پاڻ کي ذڪرن ۽ فڪرن ۾ گهڻو مشغول رکي ته جيئن اهو ذڪر سموري جسم ۾ جاري ٿئي. ذڪر جي جاري ٿيڻ کان پوءِ طالب ۾ به حالتون ظاهر ٿيڻ لڳنديون. يعني ڪڏهين ڪيس "قبض" (١) واري حالت ٿيندي، ۽ ڪڏهين "بسط" (٢) واري حالت.

---

(١) قبض جي معنيٰ ڪنهن شيءِ جو بند ٿيڻ. بعضي وقتن ۾ سالڪ تي ڪن مصلحتن سببان عبادت وارن ڪمن مان لذت ڇڏي وڃي، جنهن ڪري سالڪ جي طبيعت ملول ٿي وڃي ٿي. (مترجم)

(٢) بسط معنيٰ ڪشادو ٿيڻ: جنهن وقت سالڪ تي الله تبارڪ وتعاليٰ جي عنايتن جا اثر ظاهر ٿيڻ لڳن ٿا، جنهن ڪري ان مان سالڪ جي قلب کي لذت ۽ فرحت ٿي ملي (مترجم)

اهو سڀ ڪجهہ، جيڪي ٿئي ٿو سو الله تعاليٰ جي اسم "قَابِضُ" ۽ "باسط" جو اثر آهي، جيڪي ٻئي الله تعاليٰ جا صفاتي نالا آهن. پهرئين اسم جو اثر "اِنقِبَاضُ" (بند ٿي پوڻ) ۽ ٻئي اسم جو اثر "اِنْبِسَاطُ" (کلي پوڻ) آهي. ياد رکڻ گهرجي تہ انهن ٻنهي اسمن جي اثر واريون حالتون، هر وقت طالب منجهہ موجود آهن، مگر طريقت ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ، انهن اسمن جو تاثير ۽ اثر سندس غفلت ۽ بي خبري سببان، ڪيس سمجهڻ ۽ محسوس ڪرڻ ۾ نٿو اچي. جيئن تہ انسان جي زندگيءَ جون ٻہ حالتون آهن، مثلا اهو ڪنهن وقت خوشيءَ ۾ هوندو آهي تہ ڪنهن وقت ڏک ۾. پر اهڙا انسان، هنن اسمن جي تاثير ڪَي پروڙي ۽ سمجهي نٿا سگهن، ڇاڪاڻ جو اهي ويچارا "حال" واري علم کان بي نصيب هئڻ سبب اڻڄاڻ آهن. پر جڏهين طالب طريقت ۾ داخل ٿئي ٿو ۽ پنهنجي قلب (دل) تي خبرداري ۽ هوشياري سان نظر رکي توجه ڪندو تہ پوءِ ان وقت، هنن ٻنهي اسمن جو تاثير معلوم ٿيندس. يعني ڪنهن وقت مٿس اسم "قابض" غلبو ڪندو ۽ ڪنهن وقت اسم "باسط" مٿس غالب رهندو. جڏهين طالب جي دل تي قبض واري حالت ظاهر ٿئي تہ پوءِ ڪيس گهرجي تہ ان کي ٽارڻ ۽ دور ڪرڻ لاءِ وڏيڪ ڪوشش ۽ همت کان ڪم وني، ڇاڪاڻ تہ ذڪر جي بند ٿيڻ کان پوءِ قلب ۾ جيڪا پريشاني ۽ بي آرامي پيدا ٿئي ٿي، ان کي فقط پنهنجي همت ۽ ڪوشش سان ئي دفع ڪري سگهجي ٿو ۽ ائين ڪرڻ سان طالب جي صداقت ظاهر ٿئي ٿي. انهيءَ سلسلي ۾ حضرت پير سائين (روضي ڌڻي) رضي الله تعاليٰ عنه جن هي بيت فرمائيندا هئا:

ڏوٿين ڇيس ڏور، ڪيچ پرانهون پنڌ ٿيو،
پاٽا پيئي پور، وک وڌائين وتري.

جڏهين ڪو پست همت ۽ گهٽ قوت وارو ماڻهو پاڻ منجهہ قبض جو اثر ڏسي ٿو، تہ پنهنجي ڪوشش ۽ همت کي ڇڏي مايوس ٿي بس ڪري ويهي ٿو رهي. اهڙن ماڻهن لاءِ ڪنهن بزرگ چيو آهي:

همت بلند بايد، عشاق مستمي را - مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد
يعني - مست شراب پيئندڙ عاشقن کي بلند همت هئڻ کپي، بي همت شخصن جي عاشقن ۾ گنجائش نہ آهي.

حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن مبتدي يعني شروعاتي طالب جي حال موافق "قبض" ۽ "بسط" بابت هن طرح مثال ڏيندا هئا تہ اهي ٻئي حالتون مبتديءَ طالب جي لاءِ ننڍي ککريءَ جي مثل آهن. "قبض" واري ککري جهٽ پٽ ظاهر ٿي، ۽ فورا گم ۽ محو ٿيو وڃي ۽ "بسط" واري آهستہ آهستہ ظاهر ٿئي ٿي ۽ اها آهستہ آهستہ گم ٿيڻ لڳي ٿي. "بسط" جي ظهور ٿيڻ وقت طالب کي خوشي ۽ فرحت حاصل ٿئي ٿي ۽ وري ان جي غائب يا بند ٿيڻ کري غمگين ۽ مايوس ٿئي ٿو. اي منهنجا دوست! هن ذکر جي ترتيب مٿي بيان کري آيا آهيون، هاڻي هن ذکر جو مطلب ۽ معنيٰ بيان ڪجي ٿو:-

## ١- لَآ اِلٰهَ

ذکر جو حق اهو آهي تہ ان جي معنيٰ ۽ مفهوم کي چڱي طرح ڌيان ۾ وهارجي، جيئن تہ "لَآ اِلٰهَ" جي چوڻ سان ما سويٰ الله جي، پنهنجي دل جي فرحي تان، ايتري قدر ميساري ۽ ڌوئي ڇڏجي، جو ورهين جا ورهيہ ۽ سال لنگهي وڃن، تڏهين بہ اهي ياد کرڻ سان بہ، دل ڏانهن وري نہ اچن. اهڙيءَ طرح سان جڏهين دل جي فرحي تان، اهي سڀ غير ميٽجي ۽ ميسارجي ويا، تہ پوءِ اهي هميشه جي لاءِ ختم ٿي ويندا. (١) ان کان پوءِ غيب مطلق جي پالکيءَ ۽ ڏوليءَ مان حجاب وارو پردو لاهي بي نقاب ٿي، هن قيد واري وجود ۾ "الا الله" وارو جمال

---

(١) لَآ اِلٰهَ جو اشارو عالم ناسوت جي باطل معبودن ڏانهن آهي، ڇاکاڻ تہ جنهن عالم ۾ انسان رهي ٿو، تنهن کي عالم ناسوت ٿو چئجي (مترجم)

ظاهر تي جلوو ڪندو. انهيءَ وقت سالڪ تي اهڙي تہ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي ويندي، جو جڻ ڪنهن اڃايل انسان کي بيابان ۽ رڻ پٽ ۾ مٺي پاڻيءَ جو تلاءُ نظر اچي ۽ پوءِ ان جي ڪا خوشيءَ جي حد ئي نہ رهي. انهيءَ سلسلي ۾ سيد شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ قدس سره ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

پير پرينديئي ثريا، ايندي لتي اڄ
ويري منجهہ سڄ، ڪر لڏي رڻ اڪارئين.

هن بيت جو مطلب ۽ مقصد هي آهي تہ جيڪي طالب ۽ سالڪ هن دنيا جي بيابان ۽ رڻ پٽ منجهہ، طلب جي ميدان ۾ اڃايل آهن ۽ جڏهين انهن جي نظر جو نيشان وحدت جي مقام تي پوي ٿو، تڏهين اهي ڪثرت جي آئينن مان، وحدت واري مقام جو نظارو ۽ مشاهدو ڏسي خوشيءَ ۾ نٽا ماپن. حضرت پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنه جي طريقي وارن طالبن کي بہ، طريقت جي سير ۾ ذڪر جي شروع ڪرڻ سان ئي اهو مشاهدو حاصل ٿئي ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ مخدوم جامي قدس سره پنهنجي هن شعر ۾ ڪهڙو نہ چڱو اشارو ڪيو آهي:

درو ديوار من آئينہ شود، از ڪثرتِ شوق،
هرڪجا مي نگرم، روءِ ترا مي بينم.

يعني منهنجا درو ديوار، ڪثرت شوق ڪان آئينہ بنجي ويا آهن. جنهن طرف نهاريان ٿو تہ تون ئي نظر ٿو اچين.

## ٢- اِلَّا اللهُ

لَا اِلٰہَ اِلَّا اللهُ جي تسبيح پوري ٿيڻ ڪان پوءِ طالب جڏهين اِلَّا اللهُ جي ذڪر ڪرڻ ۾ مشغول ٿئي ٿو تہ ان وقت سيني شين ۽ وجودن کي نفي ڪري، انهن کي نيست ۽ نابود ڄاڻي وحدت جي اثبات جو بيان ۽ اقرار ڪري ٿو ۽ ان وقت سندس نظر ۾ ڪثرت بلڪل گم ۽ فاني ٿيو وڃي ۽ کيس واحد حقيقي جل شانہ جي وجود ڪان سواءِ، ٻئي ڪنهن بہ شيءِ جو وجود ۽ شهود نظر نٿو اچي يعني الله تبارڪ وتعاليٰ ڪان سواءِ نہ ٻئي ڪنهن جي ذات

آهي ۽ نه ٻئي ڪنهن جو وجود آهي.

كجا غير كه غير كه نقش غير - ماسويٰ الله، والله مافي الوجود

يعني:- غير ڪير غير جو نقش ڪير- الله تعاليٰ جي ذات جو قسم ته وجود ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي (١)

## ٣- اَللّٰهُ

• اِلَّا اللّٰهُ کان پوءِ "اَللّٰهُ" جو ذڪر ڪجي ٿو. هيءُ الله تبارڪ وتعاليٰ جو ذاتي اسم آهي، جو سيني اسمن خواه صفتن ۽ شيونن ۾ جامع آهي. جڏهين طالب، انهي اسم سڳوري (٢) جي ورد ۾ مشغول ٿئي ٿو، تڏهين پاڻ انهيءَ اسم ۽ ٻين اسمن ۽ صفتن ۽ شيونن جي صفت وٺي ٿو، جڏهين انهن سيني جو پنهنجي وجود اندر مشاهدو ٿو ڪري، تڏهين هن عالم ۽ هن جهان جي مظهرن ۽ مخفي انوارن جو مطلع ۽ آئينو ٿيو پوي. هن باب ۾ سيد محمد مغربي رحمت الله عليه ڪهڙي نه رمز سان اشارو ڏنو آهي:

گنجي كه طلسم اوست عالم مائيم - ذات كه صفات اوست آدم مائيم

اي آنكه توئي طالب اسم اعظم -از ما بگزر كه اسم اعظم مائيم.

يعني: جهان جنو سندس طلسم وارو خزانو آهي، سي اسين آهيون، آدم جيڪو سندس ذات جي صفت آهي، سي اسين آهيون. تون جيڪو اسم اعظم جو طالب آهين، اسان وٽان لنگهه

---

(١) جڏهين سالڪ عالم ناسوت جي سيني باطل معبودن کي نفي ڪرڻ کان پوءِ هاڻي ان منزل کان مٿي اچي عالم ملڪوت ڏانهن رخ رکي "اِلَّا اللّٰهُ" جو قائل ۽ اِقراري ٿو ٿئي. پوءِ ذڪر وقت دل ۾ هي ارادو رکي ته "لَا مَوْجُوْدَ اِلَّا اللّٰهُ" يعني الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪوبه موجود نه آهي. (مترجم)

(٢) اِلَّا اللّٰهُ کان پوءِ سالڪ عالم جبروت ڏانهن رخ رکي ٿو الله ۾ فنا وٺي مڙني صفتن جي نسبت ان ذات پاڪ ڏانهن ڇاڻي ٿو ته الله تعاليٰ سيني صفتن جو جامع آهي جو اهي صفتون ساڻس قائم آهن. (مترجم)

(يعني اسان وٽ اچ) ڇاڪاڻ تہ اسين ئي اسم اعظم آهيون. (١)

## ٤ - "هُوَ"

الله جي اسم مبارڪ جي ذڪر کان پوءِ هو جي ذڪرڪرڻ ۾ مشغول ٿجي ٿو، تنهن ڪري، ان جي معنيٰ جي سمجهڻ ۾ فڪر ڪجي. هن ڪلمي جو اشارو ذات "هَوِيت" ڏانهن آهي. يعني اشارو ڪري ٿو تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جي اها ذات آهي، جيڪا سيني شيونن ۽ اعتبارن کان خالي ۽ مجرد آهي. پوءِ طالب انهيءَ ڪلمي جي ذڪر وقت سيني شيونن ۽ اعتبارن ڪان خالي ۽ تنها ٿي، حق تعاليٰ جي ذات "هويت" منجهہ محو ٿي وڃي ٿو تہ اها ذات بي مثل آهي. هاڻي بہ ائين آهي جيئن اصل کان آهي.

اي دوست! هن ڪلمي جو مطلب ۽ ان جي معنيٰ جي سمجهڻ لاءِ ڪنهن مقبول ۽ حق تعاليٰ جي محبوب ٻانهي جي درڪار آهي، جيڪو هن ڪلمي جي راز جي معنيٰ ۽ مطلب ڪولي ۽ حل ڪري. اهو راز مرشد ڪامل ۽ مربي مڪمل جي رابطي کان سواءِ ڪوبہ حل ڪري نہ سگهندو. (٢)

هن سلسلي ۾ داناي راز حافظ شيرازي رحمت الله عليہ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

آئينہ سڪندر جام جم ست بنگر- تا بر تو عرض دار احوال ملڪ دارا

يعني: سڪندر جو آئينو، جمشيد جو پيالو آهي ڏس تہ

---

(١) سالڪ تان جڏهين صفتن وارا حجاب ۽ پردا لهن ٿا تڏهين اهو جبروتي مڪان ڪان عروج ڪري وحدت ۾ عالم لاهوت ڏانهن اچي ٿو ان وقت "هو" "هو" چوندڙ ٿئي ٿو، جو ڪيس الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻئي ڪابہ شيءِ نظر نٿي اچي. (مترجم)

(٢) هن سلسلہ ۾ "هو" جي اسم بابت وڌيڪ تفصيل لاءِ جيڪڏهن ڪو طالب چاهي تہ شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة اللهِ عَلَيْهِ جي ڪتاب اخبار الاخيار تان شيخ حميد الدين ناگوري رَحمَةُ اللهِ عليه جي احوال ۾ هن اسم "هو" جي باري ۾ مفصل احوال ڏسي سگهي ٿو. (مترجم)

توتي دارا جي ملڪ جو احوال ظاهر ٿئي.

جڏهين طالب پنهنجي وجود کي مرشد جي صورت ۾ تبديل ڪندو، تڏهين پاڻ کي مرشد پيو ڄاڻندو، ۽ پاڻ کي عين مرشد ڄاڻي هن ريت پيو چوندو:

من تو شدم تو من شدي، من تن شدم تو جان شدي
تاکس نہ گويد بعد ازين، من ديگرم تو دِيگري.

يعني: آئون "تون" ٿيس ۽ تون "آئون" ٿئين، آئون جسم ٿيس ۽ تون جان ٿئين انهيءَ ڪان پوءِ ڪير ائين نہ چوي تہ تون پيو آهين ۽ آئون ٻيو آهيان.

جڏهين طالب جو پورو پورو رابطو مرشد جي صورت سان پيدا ٿيندو، تڏهين طريقت، حقيقت ۽ معرفت جون معنائون ۽ ڪماليتون، جيڪي مرشد کي مشاهدي ۾ آيل هونديون، اهي سڀ هڪ ئي وقت تي طالب کي حاصل ٿينديون.

اي طالب! مرشد جي صورت کي اندر ۾ تصور ۾ آڻڻ ۽ رابطي رکڻ جو مثال حضرت نوح عليہ السلام واري ٻيڙيءَ جي مثال آهي، پوءِ جيڪو شخص اهڙي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سوار ٿيندو، سو دنيا ۽ آخرت جي آفتن ۽ وسوسن ۽ خطرن وارين بيمارين کان امن ۾ رهندو.

چہ غم ديوار اِمت را کہ باشد چون تو پشتيبان
چہ باک از موج بحر آنرا، کہ باشد نوح کشتيبان

يعني انهي امت جي ديوار کي ڪهڙو غم، جڏهين تو جهڙو ان جو پشت پناه آهي، سمنڊ جي لهرين جو انهن کي ڪهڙو خوف، جڏهين حضرت نوح عليہ السلام سندن ٻيڙيءَ جو ناکئو آهي.

حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنہ جن مرشد جي صورت جي رابطي رکڻ جو مثال هن طرح فرمائيندا هئا تہ حاجين کي حجاز جي سفر تي وڃڻ لاءِ پنڌ جون تڪليفون ٽيستائين آهن، جيستائين اهي جهاز ۾ سوار ٿين، سوار ٿيڻ کان پوءِ تہ

جهاز کي پنڌ ڪرڻو آهي.

اي دوست! انهيءَ ڪري تون هيءَ ڳالهه سمجهه ته حضرت پيرسائين رضي الله تعاليٰ عنه جن جي طريقي وارن کي جذب ۽ موهبت (يعني رياضت بنان) واريون نعمتون، محض سندن صورت مبارڪ جي رابطي سببان عطا ٿيل آهن. هن ڪري جو پاڻ "مراد" آهن ۽ نه "مريد" بلڪ آئون ته حيرت ۾ آهيان ته پاڻ ڪهڙي شيءِ هئا ۽ آئون ڇا بيان ڪريان.

نه بشر خوانمت اي دوست، نه حور نه پري،
اين همه بر تو حجاب ست، تو چيزي ديگري،

يعني- اي دوست آئون توکي نه بشر چوان، ۽ نه حور نه پري. اهي سڀ توتي پردا آهن، حقيقت ۾ تون ڪا شيءِ ئي ٻي آهين.

سندن مريد جيڪي ڪائنئن طريقت ۾ فيضياب ٿيا آهن، سي پڻ صاحب مراد آهن ۽ نه مريد. جهڙي طرح الله تبارڪ وتعاليٰ، سرور ڪائنات، فخر موجودات، حضرت رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم جن کي ننڍ مان اٿاري ڪين معراج جو شرف بخشيو، اهڙي طرح سان هن طريقي مبارڪ مان هدايت ۽ فيض حاصل ڪندڙن ۽ باطني فائدا وٺندڙن کي پڻ الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي اڻ ڪٿ ۽ بي انداز بخشش ۽ احسانن سان، ڪسب ۽ رياضتن جي محنت بنان پنهنجي مقرب ٻانهن واري منزل تائين رسائي ٿو، ڇاڪاڻ جو سندن ارادتمند مريدن ۾ جذب ۽ ڪشش ايتري آهي، جو انهن تي سلوڪ واريون واٽون ۽ رستا از خود ظاهر ۽ پڌرا ٿيو پون. "ذَالِکَ فَضۡلُ اللهِ يُؤۡتِيۡهِ مَنۡ يَّشَاۤءُ وَاللهُ ذُوالۡفَضۡلِ الۡعَظِيۡمِ."

يعني: اها الله تعاليٰ جي ڀلائي ۽ مهرباني آهي، جنهن کي گهري تنهن کي ڏئي ٿو. الله تعاليٰ وڏي ڀلائي ۽ مهرباني جو صاحب آهي.

اي طالب! آئون جنهن ڳالهه جو ذڪر ڪرڻ وارو هئس، تنهن کي ڇڏي ڪٿان جو ڪٿي وڃي نڪتس. هاڻي وري اصل

مقصد ۽ معنيٰ جو ذڪر ڪريان ٿو. اهو هي آهي تہ سلوڪ وارِي فن ۽ علم مان جيڪو خلاصو ۽ مقصود آهي، سو آهي قلب جي صفائي ۽ نفس جي پاڪائي، ڇاڪاڻ جو انسان جي ساري جسم جو دارومدار قلب تي آهي، جيڪو ڏائي ٻبي جي هيئان آهي، جنهن جي بناوٽ ۽ ساخت جي شڪل صنوبر جهڙي آهي ۽ صوفين جي اصطلاح ۾ ان کي مضغو چوندا آهن. انهيءَ بابت حديث شريف ۾ هن طرح آيل آهي.

"اَلَا فِيْ جَسَدِ بَنِيْ آدَمَ لَمُضْغَةٌ اِذَا صَلُحَتْ صَلُحَ الْجَسَدُ كُلُّهٗ وَاِذَا فَسَدَتْ فَسَدَ الْجَسَدُ كُلُّهٗ اَلَا وَهِيَ الْقَلْبُ."

يعني: ۽ بيشڪ آدم جي اولاد جي جسم ۾ هڪڙو مضغو (گوشت جو ٽڪرو) آهي، جيڪڏهين اهو صحيح سالم آهي تہ پوءِ سارو جسم سالم آهي ۽ جيڪڏهين اهو فاسد آهي تہ پوءِ سارو جسم فاسد آهي. خبردار هجو تہ اهو قلب (دل) آهي. جيئن تہ سلوڪ جي سيني طريقن جو مدار ۽ بنياد قلب جي اصلاح (۽ فساد) تي موقف آهي، تہ پوءِ ڄاڻڻ گهرجي تہ طالب کي ڪلي خواه جزوي ڪماليتن جو حاصل ٿيڻ هن شغل تي موقوف آهي. انهيءَ ڪري طالب کي گهرجي تہ، پنهنجي پوري همت ۽ ڪوشش هن شغل جي پچائڻ ۾ صرف ڪري، جيئن هن شغل جي مقام جون ڪماليتون ظاهر ٿين ۽ ڪماليتن جي خلعتن سان نوازيل ٿئي. اهي سڀ نعمتون ذڪرن جي شغلن سان متعلق ۽ موقوف آهن. طريقت وارن مشائخن پڻ هن ذڪر جي شغل کي پسند ڪيو آهي. اهي پڻ انهيءَ ذڪر جي شغلن ۾ مشغول رهندا هئا ۽ طالبن کي پڻ انهيءَ ذڪر جو شغل سمجهائيندا هئا. هن ذڪر جا ڪيترائي طريقا آهن. ڇئن هزارن واري شغل جي رياضت کان پوءِ، پنهنجي مرشد جي امر ۽ اجازت سان وري ٻئي شغل جي رياضت ۾ مشغول ٿيڻ گهرجي.

# شغل ٻيو

## يَا اَللّٰهُ      يَا هُوْ

هيءُ شغل پڻ قادري طريقي وارن شغل مان آهي. هن فقير (حضرت خليفو محمود رَحْمَةُ الله عليہ) کي هن شغل جي رياضت بابت پنهنجي مرشد سڳوري کان هن طرح ارشاد ۽ اجازت ٿيل آهي تہ سيڪنهن نماز کان پوءِ هڪ سو (١٠٠) ڀيرا "يَا اَللّٰهُ يَا هُوْ" جو شغل هن طريقي سان ڪجي، جيئن "يا الله" جي اسم کي قلب کان ڇڪي، "الله" جي "ه" واري اکر کي ساڄي ڪلهي تي آڻي پورو ڪري ۽ "يا هو" جي اسم کي انهيءَ ساڄئي (ساڄي) ڪلهي کان شروع ڪري "سري" ۽ "روحي" لطيفن کان لنگهائي قلب تي زور سان ضرب لڳائي. هن شغل تي پڻ هميشگي ڪجي، جيئن اهو ذڪر ساري جسم ۾ جاري ٿئي. جڏهين هن ذڪر جي ساري جسم تي جاري ٿيڻ جو اثر ظاهر ٿيڻ لڳي ۽ قلب ۾ حرڪت اچي تڏهين بہ هن شغل کي بالڪل نہ ڇڏجي، جيستائين ڪ قلب ۾ تحرڪ غلبو نہ وٺي جڏهين ڪامل مرشد جي توجہ سان هن ذڪر جي جاري ٿيڻ جو دروازو کلي پوي ۽ قلب ۾ ذڪر ري فڪر هر وقت جاري رهي.

هن شغل جي رياضت ۾ ڪماليت حاصل ڪرڻ کان پوءِ، پنهنجي مرشد جي اجازت سان "پاس انفاس" واري شغل ۾ مشغول ٿيڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو مرشد جي اجازت کان سواءِ، پنهنجي سر ازخود شغلن ۾ مشغول ٿيڻ سان ڪوبہ اثر ظاهر نہ ٿيندو. انهيءَ ڪري سلوڪ جي طريقي ۾ باطني توڙي ظاهري مشغولين ۾ مرشد کان اجازت وٺڻ کي واجب بلڪ فرض ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

# شغل ٽيون

## پَاسِ اَنْفَاسْ عَلَي الدَّوَامِ اَللّٰهُ هُوَ

هن شغل کي "پَاسِ اَنْفَاسْ عَلَي الدَّوَامِ يعني دم (ساه) وارو ذڪر چوندا آهن. هن شغل جو طريقو هن طرح آهي تہ پنهنجي ظاهري حواسن (يعني: ڏسڻ، ٻڌڻ، چکڻ، سنگهڻ،

چوهڻ) ۽ باطني حواسن (يعني: وسوسا، خطرا، خيالات) انهن سيني کان پاڻ کي روڪي، وات بند ڪري قلب (دل) ڏانهن متوجهه ٿي مراقبي ۾ ويهي پنهنجي مرشد جي صورت کي دل تي نقش ڪجي، بلڪ پنهنجي ساري وجود کي مرشد جي حليي ۽ لباس جي تصور ۾ آڻي. جيئن مرشد جي حلپي کي پهراڻ تصور ڪري ۽ ان ۾ پاڻ کي ڍڪيل ۽ پهريل محسوس ڪري، بلڪ پاڻ کي ان ۾ معدوم ۽ گم ڏسي ۽ پنهنجي اندر ۾ مرشد جي صورت کي موجود ۽ ظاهر سمجهي. انهيءَ تصور ۽ فڪر وٺڻ کان پوءِ، ساه جڏهين اندر ڪٽي ته ان وقت اسم مبارڪ "الله" کي چپن چورڻ کان سواءِ خيال ۽ تصور جي وڏاڻ ۽ مطرقي سان دل جي سنداڻ تي زور سان ضرب لڳائي ۽ اسم مبارڪ "هو" کي دماغ کان ڇڪي نڪ مان ساه کي ٻاهر ڪڍي. ياد رهي ته وات بلڪل بند هجي.

هن شغل جي شروع ڪرڻ جو وقت عشاءِ جي نماز کان پوءِ آهي ۽ ان جو ذڪر هڪ هزار ڀيرا ڪرڻ گهرجي، جنهن لاءِ تسبيح استعمال ڪجي. انهيءَ کان سواءِ روزانو فجر جي نماز کان پوءِ پنج سو ڀيرا اهڙيءَ طرح سان ذڪر (رياضت) ڪجي، پر فجر وقت تسبيح استعمال نه ڪجي، ۽ فقط دل جي خيال سان پيو ڳڻجي ۽ يڪسوئيءَ قلب جو ڌيان رکڻ کپي، جيئن دل ۾ وسوسا ۽ خيال خطرا نه اچن، ڇاڪاڻ ته ذڪر جي دوران جيڪڏهين دل ۾ وسوسا، خيال ۽ خطرا پيا ايندا ۽ ويندا ته ذڪر دل تي جاري ٿي نه سگهندو ۽ انهي حالت ۾ ان جو جاري ٿيڻ ناممڪن آهي.

انهيءَ ڪري طالب کي گهرجي ته ذڪر شروع ڪرڻ وقت پاڻ کي ۽ خطرن يا خيالن کي ذڪر جي فڪر ۾ محو ۽ گم ڪري ڇڏي. هن شغل جي پڄاڻڻ (رياضت) ۾ اهڙي محنت ۽ ڪوشش ڪجي، جيئن پنهنجي جسم کي ڌنئوري وانگر ڇاڻي، هن شغل کي پنهنجي جسم ۾ اهڙو ولوڙي جو ان مان مکڻ ظاهر ٿئي. هن جاءِ تي فقير ڪبير پنجابيءَ زبان ۾ هيءُ بيت کهڙو نه چگو چيو آهي.

من مهي تن ما ٿي هم بلورن هار
مکهن کبيري کهائيا، ڇهاڇهہ پيتي سنسار.

ياد رهي تہ بعضي طالبن کي هن شغل جي پچائڻ (رياضت) ۾ هڪ سال، ٻہ سال، ٽي سال، يا چار سال لڳي ويندا هئا، تنهن کانپوءِ انهن کي هيءُ شغل حاصل ٿيندو هو. البت ائين آهي تہ جيڪي طالب چڱي استعداد ۽ بلند همت وارا هوندا آهن انهن کي توري وقت اندر هي شغل حاصل ٿيو پوي. باقي جن طالبن جي طبيعت غبي آهي، انهن کي گهڻي مدت گذرڻ کان پوءِ هي شغل مس حاصل ٿئي ٿو.

طالب کي گهرجي تہ جيستائين سندس وجود ۾ هن شغل واري ذڪر جاءِ نہ ورتي آهي، تيستائين هن ذڪر کي نہ ڇڏي، ڇاڪاڻ تہ هن ذڪر کي سلوڪ ۾ پنهنجي جاءِ تي وڏو اثر آهي. انهيءَ ڪري جيڪو طالب هن ذڪر تي هميشگي ۽ مداومت ڪندو، سو نيٺ پنهنجي مقصد ۽ مراد کي حاصل ڪندو.

هيءَ ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ، هن شغل جي حاصل ٿيڻ لاءِ مرشد جي صورت سان يگانيت ۽ رابطي جو هئڻ لازمي ۽ ضروري آهي. هن ذڪر تي اهڙي تہ هميشگي ڪجي جو نہ صرف ذڪر تي ملڪو حاصل ٿئي، بلڪ ساري وجود ۾ پڻ ذڪر ظاهر ٿئي.

هن شغل جي حاصل ٿيڻ کان پوءِ، مرشد جي اجازت ۽ امر سان ڇهن لطيفن جي شغل ۾ مشغول ٿيڻ گهرجي.

## شغل چوٿون

### لطائف ستہ

لطيفا هي آهن: (١) نفسي (٢) قلبي (٣) روحي (۴) سري (٥) خفي (٦) اخفيٰ - هي شغل نقشبندي سلسلي جو آهي. هنن لطيفن جو مڪان يا جاءِ هن ريت آهي:-

(١) لطيفو نفسي: هن لطيفي جي جاءِ دن جي هيٺان ٻن آڱرين جي مفاصلي تي آهي.

(٢) لطيفو قلبي: هن لطيفي جي جاءِ کاٻي ٻبي جي

هيٺان ھڻ آڱرين جي وچوٽيءَ تي آهي.

(٣) لطيفو روحي: هن لطيفي جي جاءِ ساڄي ٻبي جي هيٺان ھڻ آڱرين جي وچوٽيءَ تي آهي.

(٤) لطيفو سري: هن لطيفي جي جاءِ سيني جي وچ تي آهي.

(٥) لطيفو خفي: هن لطيفي جي جاءِ پيشانيءَ جي وچ تي آهي.

(٦) لطيفو اخفيٰ: هن لطيفي جي جاءِ دماغ جي چوٽيءَ تي آهي.

ياد رهي تہ هنن ڇهن لطيفن جي ترتيب ۽ انهن جي وقوع واريون جايون بنوري مشائخن قدس الله تعاليٰ اسرارهم وارن جون ڏسيل ۽ فرمايل آهن ۽ اڄ تائين انهن جي مريدن ۾ اهو طريقو جاري ۽ مروج آهي. اها تقسيم حضرت شيخ المشائخ خواجہ سيد آدم بنوري قدس سره پنهنجي راءِ ۽ اجتهاد سان ترتيب ڏني آهي. خواجہ صاحب جن پاڻ پنهنجي مرشد حضرت شيخ المشائخ حضرت خواجہ احمد فاروقي نقشبندي قدس سره جيڪو امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره جي لقب سان مشهور آهي، تنهن سان ۽ ٻين نقشبندي حضرات جي مشرب ۽ انهن جي راءِ سان اختلاف ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ انهن حضرات جي مشرب ۾ لطيفن سري، خفي ۽ اخفيٰ جون جايون مختلف آهن، جيئن تہ انهن حضرات جي نزديڪ لطيفي سري جي جاءِ ساڄي ٻبي مٿان ٻن آڱرين جي وچوٽيءَ تي آهي ۽ لطيفي خفي جي جاءِ کاٻي ٻبي جي هيٺان ٻن آڱرين جي وچوٽيءَ تي آهي ۽ لطيفي اخفيٰ جي جاءِ، سيني جي وچ تي ڏائي ٻبي ڏانهن لڙيل آهي ۽ لطيفو نفسي هنن بزرگن وٽ لطيفن ۾ شمار نہ آهي. اهي حضرات پنهنجن مريدن کي فنا ۽ بقا کان پوءِ پنجن لطيفن کي پنهنجن جاين تي جدا جدا نمونن ۽ ڪمالين جي خلعتن ۽ انعامن سان انهن کي مشرف ڪري تنهن کان پوءِ لطيفي نفسي کي چئن عناصرن سان گڏ دماغ ۾ فنا ڪرائيندا آهن، جيڪا سڪر جي جاءِ آهي. انهن حضرات جي مريدن ۽ فيض طلبيندڙ طالبن کي هرهڪ لطيفي جي تڪميل ۽ ان جي پڇاڻ ۾ سالن جا سال گذريو وڃن ۽ ڪين ڏاڍيون مشقتون ڪرڻيون ٿيون پون. بلڪ ڪيترن طالبن کي تہ پهرئين، ٻئي ۽ ٽئين شغل جي

تڪميل ۽ ان جي رياضت ۾ عمر گذريو وڃي. جيڪي طالب وڏي همت وارا آهن ۽ سندن استعداد قوي آهي، سي ٿوري ئي مدت اندر سيني لطيفن کي پوري جذب ۽ ڪماليت سان حاصل ڪريو وٺن.

صوفي نکشد صافي، تا در نکشد جامي.
بسيار سفر بايد، تا پخته شود خامي.

(يعني: صوفي جيستائين شراب جو پيالو نٿو پئي تيستائين صاف نه ٿيندو، ڇاڪاڻ جو خام صوفي کي پختگي جي لاءِ تمام گهڻي سفر جي ضرورت آهي.

ياد رهي ته حضرت خواجه آدم بنوري قدس سره جن پنهنجي مرشد حضرت خواجه امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره جن جي ڪامل توجه سان سيني لطيفن کي چڱي طرح سمجهي، انهن جي تڪميل حاصل ڪئي هئي. انهيءَ ڪري حضرت خواجه بنوري قدس سره، پنهنجي فڪر ۽ اجتهاد سان، طالبن ۽ سالڪن کي فوري طرح سلوڪ جي مڙني منزلن تائين پهچائڻ لاءِ ڇهن لطيفن واري واٽ پسند ڪرڻ فرمائي، ۽ سندن طريقي وارن مشائخن پڻ سندن پيروي ڪري انهيءَ روشن راه کي اختيار ڪيو. انهيءَ ڪري انهن پنهنجن مريدن کي هڪڙي ئي توجه ۽ صحبت سان انهن مڙني لطيفن جي ڪماليت سان ڪين مشرف ٿي ڪيو. سندن توجه مبارڪ جو تاثير هي هو جو سيئي لطيفا جي ڪٺي مجمل هجن يا مفصل، تن سيني جا مقام ۽ درجا هڪڙي ئي توجه سان ڪين نصيب ٿي ٿيا.

حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره جن لطيفي نفسيءَ کي چئن عناصرن سان گڏ دماغ ۾ فنا ڪرائين ٿا، پر حضرت خواجه بنوري قدس سره جن لطيفي نفسيءَ کي جو دن جي هيٺان آهي، جيڪا غليظ ۽ گندي جاءِ آهي، تنهن ۾ فنا ڪرائين ٿا. انهيءَ تي غور ڪرڻ سان پتو پوندو ته سندن همت ۽ توجه جو شان ڪيڏو نه وڏو آهي، جو غليظ ۽ گندي شي کي مذڪور لطيفي ۾ ختم ڪري، هڪ ئي بوتي ۾ وجهي،

منجهانئس مڙيئي ميرايون ڪڍي پاڪ ۽ صاف ڪن ٿا. اهو سڀ ڪجھ سندن عشق ۽ محبت جي سوزش جو غلبو آهي، جيڪو عشق جي باه جي شعلي سان پٽر ۽ ميڻ ڪي ڳاري، منجهانئن غلاظت ڪي ڪڍي ٿو ڇڏي.

ڪتاب خلاصة المعارف جيڪو حضرت خواجه سيد آدم بنوري قدس سره جن جو تصنيف ڪيل آهي، تنهن مان ظاهر ٿو ٿئي ته پاڻ "وحدت الوجود" جي مشرب ۾ حضرت خواجه عبيدالله احرار قدس سره جي راءِ ۽ مشرب سان موافقت رکن ٿا. حالانڪه پاڻ ان مسئله ۾ پنهنجي مرشد حضرت خواجه امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره ورضي الله تعالىٰ جن جي مشرب "وحدت الشهود" کان اختلاف رکن ٿا، ڇاڪاڻ جو حضرت مجدد الف ثاني رضي الله تعالىٰ عنه جن "وحدت الشهود" جا قائل هئا.

هن سلسلي ۾ جيڪڏهن ڪير اعتراض ڪري ۽ چوي ته خواجه بنوري قدس سره جن پنهنجي مرشد جي متابعت ۽ پيروي ڇڏي، پنهنجي راءِ تي اهو مشرب چو اختيار ڪيو ته انهيءَ جو اهو اعتراض سندس ڪج فهمي، علم جي ڪوتاهي ۽ بي ادبي سبب آهي حالانڪه هي ته سندن اجتهاد جي ڪماليت جي نشاني آهي، بلڪ پنهنجي مرشد سان عين متابعت ۽ عين موافقت آهي. جهڙي طرح سان سندن مرشد حضرت خواجه امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره جن پڻ پنهنجي اجتهاد سان پنهنجي مرشد حضرت خواجه محمد باقي بالله قدس سره جن سان "وحدت الوجود" جي مشرب کان اختلاف ڪيو آهي، ڇاڪاڻ جو سندن مرشد "وحدت الوجود" مشرب جا قائل هئا ۽ پاڻ حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره جن پنهنجي راءِ ۽ اجتهاد سان "وحدت الشهود" جا قائل هئا. اهڙيءَ طرح سان حضرت خواجه بنوري قدس سره جن جو لطيفن ۽ وجود ۽ شهود واري مشرب ۾ پنهنجي مرشد سان اختلاف پڻ انهيءَ نوع جو آهي. انهيءَ ڪري هن جاءِ تي پڻ اجتهاد واري حالت ۾ نه ادب جو ترڪ آهي ۽ نه ڪي وري پيروي ۽ متابعت جي مخالفت آهي. بلڪ حقيقت ۾ پاڻ متابعت جي

عين موافقت ۽ عين ادب آهي. انهيءَ تفصيل جي باوجود به جيڪڏهين ڪنهن شخص ڪي سمجهه ۽ ذهن ۾ نٿي اچي ته پوءِ پاڻ ڄاڻي ۽ سندس مرضي، جيئن ڪنهن بزرگ چيو آهي:

بيت

تو چه داني زبان مرغان را، چون نه ديدي دمِ سليمان را

(يعني: تون پکين جي ٻولي ڪيئن سمجهندين، جڏهين تو حضرت سليمان عليه السلام جو زمانو ڏٺوئي ڪونه آهي.)

اڳين مشائخن پنهنجين تصنيفن ۾ مٿي بيان ڪيل ڳالهين بابت تفصيل لکيا آهن ۽ انهن مذهب ۽ ملت جي تحقيق ۽ اجتهاد جي حق ۾ هي مثال ڏنو آهي ته جهڙي طرح انڌي انسان لاءِ لٺ کان سواءِ هلڻ مشڪل آهي، مگر جنهن وقت هن جون اکيون علاج بعد ڏسڻ جي لائق ٿين ٿيون ته پوءِ ڪيس لٺ کڻڻ جي ڪا ضرورت نٿي ٿئي. اهڙيءَ طرح انسان لاءِ تقليد جو ڳٽ به تيستائين آهي جيستائين مقصد واري ڳالهه جي حقيقت ڪي نه سڃاتو اٿس. پر جڏهين علم جي حقيقت ۽ ڪماليت واري حال ۽ درجي تي پهچي ٿو ۽ ڪيس نابينائي واري مرض کان ڇوٽڪارو ملي ٿو ۽ ڏسڻ واري اک ڪيس نصيب ٿئي ٿي، جهالت جي انڌيري مان نڪري نور جي روشنيءَ سان مشرف ٿيو ۽ انهيءَ علم مان حق جي معرفت ۽ سڃاڻپ نصيب ٿي ته پوءِ ان صورت ۾ اهو شخص پنهنجي راءِ ۽ الهام ۾ اختيار وارو آهي. انهيءَ مرتبي ۽ درجي تي پهچڻ کان پوءِ به مذهب جي دائري کي نه ڇڏيندو. مذهب جي ترڪ بابت خواجه احمد بن يحيٰ منيري قدس سره جن ڪهڙي نه عمدي ۽ آسان طريقي سان سمجهايو آهي. لکن ٿا ته هڪ مادر زاد انڌو جنهن لاءِ لٺ تي هلڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نه آهي، پر جيڪڏهين اهو لٺ کي ڇڏي ازخود پنهنجي خيال سان هلندو ته پوءِ اهو يقينا پاڻ کي هلاڪت ۽ جوکي ۾ وجهندو. مذهب کي ترڪ ڪرڻ وارن جو به اهوئي مثال آهي. جيئن هڪ بزرگ فرمايو آهي -

بيت

کور مادر کہ تواند رفت راست - بي عصا کش کور را رفتن خطا است
(مادر زاد نابين سنئون رستو کيئن وٺي هلندو، انڌي جو بنان لٺ جي هلڻ سندس غلطي آهي).

اهڙيءَ طرح سان مذهب جي مقلدن ۽ مبتدين يا وچولي درجي وارن مريدن ۽ طالبن تي لازم آهي تہ پنهنجي مرشد جي مذهب ۽ مشرب کان ٻاهر نہ نڪرن، متان هلاڪت واري ڪن ۾ ڪري پاڻ کي غرق ڪري نہ ڇڏين انهيءَ سلسلي ۾ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي رحمت الله عليہ اهل بصيرت ۽ محققن جي حق ۾ هن راز جي تشريح ۽ تحقيق سهڻي طريقي سان ڪئي آهي، جيئن پنهنجي مرشد جي ملفوظات ۾ لکي ٿو:

"مِنْهَا مَنْ وَصَلَ اِلٰي قَلْبِهٖ فَهُوَ مُجْتَهِدٌ فَلَيْسَ عَلَيْهِ التَّقْلِيْدُ"

يعني: جيڪو شخص قلبي بصيرت کي پهتو تہ پوءِ ان تي ٻئي مجتهد جي تقليد ڪرڻ لازم نہ آهي، بلڪ اهو پاڻ مجتهد آهي.

مَا دُوْنَهَا الْمُجْتَهِدُوْنَ بِالْاٰرَآءِ وَالظُّنُوْنِ

(يعني ٻين مجتهدن جا بہ پنهنجا رايا ۽ خيال آهن)

وَخِلَافُهٗ مَعَ الْمُرْشِدِ عِنْدَ الْاِرْشَادِ فِيْ بَعْضِ الْجُزْئِيَاتِ لَيْسَ بِخِلَافٍ بَلْ هُوَ الْمَقْصُوْدُ بِالْمُرْشِدِ لِلْاِرْشَادِ (يعني محقق مريد جو پنهنجي مرشد سان ڪن ٿورين ڳالهين ۾ ساڻس اختلاف ڪرڻ، سو في الحقيقت مرشد سان مخالفت نہ آهي، بلڪ سندس اهو فعل مرشد جي هدايت ۽ فيض سان موافق ۽ مقصد وٽان آهي).

اهڙيءَ طرح حضرت خواجہ نقشبندي قدس سره جن ذڪر جهر ۾ پنهنجي مرشد امير گلال قدس سره جن جي مسلڪ ۽ مشرب کان خلاف ويا آهن. ڇاڪاڻ تہ سندن مرشد وٽ ذڪر جهر آهي. پوءِ جيڪو سالڪ پنهنجي مرشد جي تقليد ۾ رهيو ۽ اجتهاد جي رتبي کي نہ پهتو آهي تہ پوءِ اهڙي مريد جو بار سندس مرشد مجتهد تي آهي. انهيءَ جو مثال هن طرح آهي تہ جيئن ڪنهن شخص جو پٽ بيمار آهي پوءِ ان جي دوا درمل جو بار سندس پيءُ تي هوندو آهي.

هاڻي اصل مقصد تي ٿا اچون. هنن ڇهن لطيفن جي شغل جي ترتيب جي واٽ هن طرح آهي:

پهريائين لطيفي نفسي (جنهن جي وقوع جي جاءِ معلوم آهي جيڪا دن کان ٻه آڱريون هيٺ آهي) ۾ ساهه کي پوري توجهه ۽ خيال سان بند ڪري يا روڪي ”الله“ جي اسم کي ان منجهه بار بار پيو تڪرار ڪجي يا موٽائجي پيو. ۽ جڏهين ڏسي ته ساهه جي بند ڪرڻ سان اندر منجهه گهٽ ۽ تڪليف پيدا ٿي آهي ته پوءِ نڪ جي سڄي پاسي واري ڇونٽي تي شاهد آڱر رکي نڪ جي کٻي نانس يا ڇونٽي مان آهستہ آهستہ ساهه کي خارج ڪري يا ڇڏي.

ان کان پوءِ لطيفي قلبي ۾ پڻ مٿين ترتيب ۽ ساڳي واٽ سان انهيءَ اسم ”الله“ جو تڪرار ڪجي. ان کان پوءِ وري انهيءَ اسم ”الله“ کي ساڳي ترتيب سان لطيفي روحي، لطيفي سري لطيفي خفي ۽ لطيفي اخفيٰ ۾ پيو موٽائجي. اهي سڀ لطيفا قلب وانگر ذڪر جون جايون آهن. اهي لطيفا سالڪن ۽ طالبن کي طريقت جي راهه ۾ ولايتن جي مقامن ۾ عروج تي پهچائڻ جا ذريعا آهن. انهيءَ ڪري سالڪ کي گهرجي ته مراقبي واري حالت ۾ قوي همت ۽ بردباريءَ سان پاڻ کي سيني ظاهري توڙي باطني حواسن کان روڪي. لطيفن جي ورد شروع ڪرڻ وقت پنهنجي دم (ساهه) کي چڱي طرح روڪي. مراقبي واري حالت ۾ اسم ”الله“ کي گهٽ از گهٽ ٽي ڀيرا تڪرار ڪري پيو موٽائجي ۽ جيڪڏهين ساهه جي روڪڻ يا بند ڪرڻ سان اندر ۾ مونجهه يا تڪليف ٿئي ته ان جي لاءِ مٿي ڄاڻايل ترڪيب تي عمل ڪرڻ گهرجي.

جڏهين اسم ”الله“ جو تڪرار سيني لطيفن تي ٽي ٽي ڀيرا ٿي وڃي ته پوءِ اسم ”الله“ کي لطيفي خفي کان ڇڪي لطيفي اخفيٰ تي آڻي ته پنج ڀيرا تڪرار ڪجي. جيڪڏهين اسم ”الله“ جو تڪرار ٻين لطيفن ۾ پنج پنج ڀيرا ٿئي ته پوءِ لطيفي اخفيٰ ۾ ست ڀيرا تڪرار ڪرڻ کپي. مطلب ته جيئن ٻين لطيفن ۾ ”الله“ جي اسم جي تڪرار کي اڪي حالت ۾ ساهه کي روڪي رکڻ يا بند ڪرڻ شرط آهي ۽ نشست برخاست واري حالت ۾ اهو شرط نہ

آهي. صرف دل جي خيال سان ڇهن ئي لطيفن ۾ اسم "الله" جو تڪرار پيو ڪجي. انهيءَ ڪان سواءِ رات جو سمهڻ وقت بہ بستري تي ننڊ ڪرڻ ڪان اڳ سيني لطيفن تي اسم "الله" جو تڪرار اهڙيءَ پابنديءَ سان ڪجي جيئن قرآن شريف جو ورد روزانہ بنا ناغي جي ڪجي ٿو. اهڙيءَ طرح سان ننڊ مان سجاڳ ٿيڻ وقت (بستري تان اٿڻ ڪان اڳ ۾) بہ سيني لطيفن تي انهيءَ ترتيب سان اسم "الله" جو تڪرار ڪجي، جيئن سڀ لطيفا جسم ۾ قلب (دل) وانگر جنبش ۽ حرڪت ۾ اچن، بلڪ قلب جي حرڪت ڪان بہ وڌيڪ جنبش ۽ حرڪت پيدا ٿئي، جهڙي طرح پکي ۽ پرنده هوا ۾ تيزي سان اڏامن ٿا.

ياد رکڻ کپي تہ اهي لطيفا باطن جي علم کي حاصل ڪرڻ ۾ ٿيهن اکرن جي مثال آهن، جيئن الف بي (ا - ب) جا ٽيهہ اکر آهن، تيئن هي لطيفا بہ باطن لاءِ ائين ئي آهن. جڏهين سالڪ کي هنن لطيفن جي ذڪر جي پختگي نصيب ٿيندي تہ پوءِ ڪن سالڪن کي تہ ذڪر ڪرڻ وقت لطيفن جا عروج ۽ جذبا شروع تي وڃن ٿا ۽ ساڳي وقت تي ربوبيت ۽ الوهيت سان دائمي تعلق هجڻ ڪري انهن لطيفن جي جاءِ تي يا ان جي گرد صفاتي خواه ذاتي تجلين وارو سج چمڪندڙ ۽ روشني ڪندڙ ٿئي ٿو. انهيءَ روشنيءَ (١) مان مختلف رنگ پيدا ٿي ڏسڻ ۾ ايندا ۽ ان وقت سالڪ کي بي انتها شوق ۽ بي قراري گهٽي ٿئي ٿي. ۽ انهيءَ جاءِ تي سالڪ کي جذب ۽ موهبت وارو حال پڻ نصيب ٿئي ٿو. بلڪ بعضي اهڙا بہ خوشنصيب طالب آهن، جن جي طبيعتن جو استعداد قوي آهي ۽ جيڪي وڏي همت ۽ نصيب ڪامل جا مالڪ آهن، انهن کي (تن کي) لطيفن جون ڪلي خواه جزوي ڪماليتون، اصلي هجن خواه ظلي ۽ پڻ انهن ڪماليتن جا مشرب ۽ پڻ اولوالعزم نقشبندين واريون ڪماليتون هنن لطيفن واري شغل پچائڻ جي دوران حاصل ٿين ٿيون، پوءِ ڪٿي اهي ڪماليتون افعالي هجن

---

(١) لطيفن کي حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ سيڪنهن لطيفي جو رنگ لطيفي واري جاءِ تي سالڪ کي ڏسڻ ۾ ايندو. (مترجم)

خواه صفاتي، توڙي ذاتي هجن. انهيءَ کان سواءِ نقشبندي مشائخن جا پيا شغل جيڪي سلوڪ ۾ آهن، سي سڀ انهن (سالڪن) کي هن ئي شغل ڪرڻ وقت نصيب ٿين ٿا.

بيت

داد حق را قابليت شرط نيست - بلک شرط قابليت داد حق است

يعني: حق تعالىٰ جي انعام ۽ اڪرام ملڻ لاءِ قابليت جو شرط نہ آهي. بلڪ شرط آهي الله تعالىٰ جي انعام ۽ اڪرام ملڻ واسطي پاڻ کي قابل بنائڻ.

ڪيترا طالب جيڪي طبيعت جا غبي ۽ بي همت آهن، جن ويچارن جي ساري حياتي، هڪڙي لطيفي جي پچائڻ ۾ کپيو ۽ صرف ٿيو وڃي، تڏهين بہ ان هڪڙي لطيفي جو ذڪر کما حقہ کين حاصل نٿو ٿئي. اهڙن غبي طالبن ۽ بي همتن لاءِ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

بيت

همت بلند بايد عشاق مست مي را - مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

ڪيترا طالب جيڪي وچولي قسم جا آهن، جن پنهنجي حياتيءَ جو وڏو حصو سلوڪ جي راه ۾ صرف ڪيو آهي، سي پڻ گهڻي محنت ۽ ڪوشش سان انهن لطيفن کي پچائي انهن ۾ ڪماليت حاصل ڪن ٿا. انهيءَ ڪري طالب کي گهرجي تہ جيستائين سيني لطيفن جو ذڪر سندس وجود ۾ جاري نہ ٿيو هجي يا ان ۾ عروج حاصل نہ ٿيو اٿس، تيستائين ٻئي شغل ۾ مشغول نہ ٿئي. بلڪ پنهنجي سموري محنت ۽ همت سان مسلسل انهي شغل جي پچائڻ ۾ رڌل رهي.

جيڪڏهين سيني لطيفن جي ذڪر جو دروازو گهڻي محنت کان سواءِ بنان فڪر ڪرڻ جي پاڻهي کلي پوي تہ پوءِ پنهنجي مرشد جي اجازت سان ذڪر "سلطان الاذڪار" ۾ مشغول ٿئي.

# شغل پنجون

## سُلْطَانُ الْاَذْكَارِ - اَللّٰهُ

هن شغل جي ترتيب هن ريت آهي ته اسم "الله" کي پنهنجي خيال سان لطيفي نفسي کان کمان وانگر ڇڪي، لطيفي سري ۽ لطيفي خفي کان لنگهائي، لطيفي اخفيٰ ڏانهن آڻجي، اتان وري انهي اسم سڳوري (الله) کي پاڻيءَ جي پريل گهڙي وانگر پنهنجي وجود ۽ جسم تان پلٽائي. انهيءَ ذڪر جي مشغولي ۽ تڪرار ڪافي مدت تائين ڪرڻ گهرجي، جيئن اهو ذڪر ساري بدن جي وار وار مان جاري ٿئي. هن ذڪر جي ظاهر ٿيڻ جي نيشاني هن طرح آهي ته سالڪ کي جيڪا به موجودات ڏسڻ ۾ اچي، انسان، حيوان، جبل، وڻ ٽڻ وغيره، انهن سڀني مان سالڪ کي اسم "الله" جو ذڪر ٻڌڻ ۾ پيو ايندو. ساڳي وقت تي انهن موجودات جي جنبش سالڪ کي بناشڪ جي ڏسڻ ۾ ايندي، بلڪ شغل جي حاصل ٿيڻ سان سالڪ جو پنهنجو وجود، پڻ ذڪر جي لذت ۽ ذوق جي غلبي ۽ لطيفن جي حاصل ٿيڻ سبب محو ٿي ويندو، ذڪر جي حاصل ٿيڻ سان جذبي ۾ عروج حاصل ٿئي ٿو. مطلب ته جنهن شخص کي هن شغل جو ذڪر نصيب نه ٿيو آهي، تنهن کي هن شغل جي لذت ۽ چاشنيءَ جي ڪهڙي خبر. "مَنْ لَمْ يَذُقْ لَمْ يَدْرِ" يعني جنهن چکيو نه آهي، تنهن کي لذت جي ڪهڙي خبر. مطلب ته جڏهين سالڪ جي وجود ۾ هي ذڪر جاري ٿيو ته پوءِ يقيناً ان شخص سلطان الاذڪار جو حق ادا ڪري. ان شغل کي حاصل ڪري ورتو.

هن شغل جي حاصل ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي مرشد جي امر سان شغل "نفي ۽ اثبات" ۾ مشغول ٿيڻ گهرجي.

# شغل ڇهون

## نفي ۽ اثبات لَاۤاِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ

هن شغل جي ترڪيب هن طرح آهي تہ دم يعني ساهہ کي لطيفي نفسي منجهہ بند ڪري ۽ سيني ظاهري حواسن ۽ باطني خطرن ۽ وسوسن کان پنهنجي ذهن کي خالي ڪري، پوري خيال ۽ توجہ سان حرف ”لا“ کي لطيفي نفسي کان ڇڪي مٿي دماغ تي آڻجي ۽ ”اِلٰہ“ کي دماغ کان ڇڪي سڄي ڪلهي تي آڻجي ۽ ”اِلَّا اللّٰہ“ کي سڄي ڪلهي کان ڇڪي لطيفي روحي ۽ لطيفي سري مان لنگهائي ”اللّٰہ“ جي ہ کي قلب تي زور سان ضرب هڻجي. اهو ذڪر هڪڙي ئي ساهہ ۾ هڪ ڀيرو يا ٽي ڀيرا يا پنج ڀيرا يا ست ڀيرا يا نو ڀيرا يا يارهن ڀيرا ڪرڻ گهرجي يعني جيترو بہ ڪري سگهي پر اکي تي پورو ڪري. جيڪڏهين انهي ذڪر کي وڌيڪ وڌائي سگهي تہ هڪ ساهہ ۾ ان جي آخري حد ايڪيهہ ڀيرا آهي. ساهہ روڪڻ سبب جڏهين تڪليف محسوس ڪري تہ پوءِ اکي تي ساهہ خارج ڪري ۽ خيال ۾ محمد رسول اللّٰہ چئي ڪلمون پورو ڪري. انهيءَ ڪلمي شريف جي زڪوات پوري ٿيڻ کان پوءِ طالب کي گهرجي تہ انهيءَ ذڪر وقت معنيٰ جو خيال رکي ۽ ”لا الہ“ جي معنيٰ ۾ تصور ۽ فڪر ڪري ۽ سوچي تہ ڪنهن بہ شئي جو وجود نہ آهي ۽ ”اِلَّا اللّٰہُ“ جي (خيال ۾ زبان سان نہ) چوڻ وقت اهو سوچي تہ مگر اللّٰہ تعاليٰ جو وجود آهي، جو واحد آهي ۽ سندس ڪوبہ شريڪ نہ آهي. محمد رسول اللّٰہ (زبان سان نہ پر خيال ۾) چوڻ وقت ائين ڄاڻي تہ محمد صلي اللّٰہ عليہ وآلہ وسلم اللّٰہ تعاليٰ جو موڪليل برحق رسول آهي. هن ذڪر کي انهيءَ ترتيب سان پورو ڪري فارغ ٿيڻ بعد هي دعا پڙهي. ”اِلٰهِيْ اَنْتَ مَقْصُوْدِيْ وَرِضَاكَ مَطْلُوْبِيْ“ يعني يا اللّٰہ تون ئي منهنجو مقصود آهين ۽ مون کي تنهنجي ئي رضا مطلوب آهي.

طالب کي گهرجي تہ نفي ۽ اثبات واري هن ذڪرجي معنيٰ کي چڱي طرح سان سمجهي ۽ پروڙي ۽ جيڪي ”نفي“ آهي

تنهن کي "منفي" ڪري ڄاڻي ۽ جيڪي "اثبات" آهي، انهيءَ کي "مثبت" ڪري ڄاڻي ۽ پاڻ ۾ به نفي ۽ اثبات کي صحيح معنيٰ ۾ پيدا ڪري.

جيڪڏهين طالب هن شغل کي چڱي طرح سان پچائي ۽ حاصل نه ڪري سگهيو ته پوءِ ٻين شغلن جي حقيقتن ۽ معنائن کي پڻ سمجهي نه سگهندو، ڇاڪاڻ ته هيءُ شغل يعني نفي ۽ اثبات وارو ذڪر ٻين سيني ذڪرن وارن شغلن جي پڄاڻي ۽ خاتمون آهي، انهيءَ ڪانسواءِ هن شغل جي ذڪر مان جذبي جو حاصل ڪرڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته اهو حق سبحانه وتعاليٰ جي خوشنودي ۽ پسنديدگي جي نشاني آهي:

بيت

اگر از جانب معشوق نباشد کشش - کوشش عاشق بيچاره بجائي نرسد

معنيٰ: جيڪڏهن معشوق جي طرفان ڪشش نه هوندي ته ويچاري عاشق جي ڪوشش ڪارگر نه ٿيندي.

بيت

گاه برگي مانده درصحرا نپرد برسما -
تانه تجذ پيش کند يک جذبه از کهربا

معنيٰ: جهنگ ۾ پيل ڪک پن زمين کان متي اڏامي نٿو سگهي، جيستائين ڪ تکو واءُ ان کي هڪ جهونڪي سان مٿي نه اڏاري.

هن جاءِ تي پهچڻ کان پوءِ طالب پنهنجي موهوم هستيءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري ٿو، ۽ حق سبحانه وتعاليٰ جي قرب وارن مقامن جي عروج سان نوازيل ۽ مشرف ٿئي ٿو. هن شغل جي حاصل ٿيڻ جي نشاني هي آهي ته جيڪڏهين طالب سان نصيب مددگار ۽ ياور ٿيو ته هن ذڪر کي هڪ ٿي پساه (ساه) ۾ ايڪيهن ٻيرن جي تڪرار ۽ ورد ڪرڻ سان جذبو پيدا ٿيندو. پر جيڪڏهين جذبو پيدا نه ٿيو ته پوءِ ڄاڻي ته شغل وارو ذڪر اڃا جاري نه ٿيو آهي. پوءِ ڪيس گهرجي ته عشق جي ميدان ۾ پنهنجا قدم پريت سان ڪٽي ۽ پنهنجي ناڪاميءَ کي عين ڪاميابي ۽ مراد ڄاڻي ۽ همت نه هاري. جيڪڏهين ساه (دم) کي بند ڪري ايڪيهن ٻيرن تي ذڪر پورو ڪيو هجي ته پوءِ ساه (دم) کي کولي ۽ وري ٻيا به ڏه وڌائي ڇڏجن ته جيئن ايڪٽيهه ٻيرا ٿين.

بيت

ڏوتين چيس ڏور، ڪيچ پراهون پنڌ ٿيو،
پاٽان پئي پور، وڪ وڏائين وتري.

طالب کي گهرجي تہ جيستائين منجهس جذبو پيدا نہ ٿيو آهي، تيستائين رات ڏينهن هن شغل جي ذڪر ۾ مشغول رهي، ۽ پنهنجي بدنصيبيءَ تي افسوس ۽ ارمان ڪري ۽ مذڪور شغل واري ذڪر کي ڪنهن بہ طرح نہ ڇڏي ۽ ائين سمجهي تہ سندس مراد ۽ مقصد وارو شغل اهوئي آهي ۽ پڻ الله تبارڪ وتعاليٰ جي ڪرمن ۽ رحمتن جي دروازن جو لڪڻ بہ انهيءَ شغل واري ذڪر ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ تي موقوف آهي ۽ جيڪڏهين رحمت جا دروازا کولي ڏي تہ پوءِ ان جهڙي ڪا نعمت نہ آهي ۽ جي نہ کولي تہ پوءِ افسوس صد افسوس آهي. طالب کي هيءَ ڳالهہ ياد رکڻ گهرجي تہ جيستائين پاڻ منجهان، موهوم هستيءَ ۽ وجود کي نہ وڃائيندو ۽ ٻين خطرن ۽ خيالن ۽ وسوسن ۽ ماسويٰ جي ڪڍڻ ۽ ترڙ جي ڪوشش نہ ڪندو، تيستائين ڪنهن بہ حالت ۾ جذبو پيدا نہ ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ هن موهوم هستيءَ جي اڏاوت ۽ عمارت جي شروعات حضرت آدم عليٰ نبينا وعليہ الصلواة والسلام کان ٿي آهي، جنهن ڪري انهن وسوسن ۽ خطرن جي پيدا ٿيڻ جو سلسلو اڄ تائين سندس اولاد ۾ هلندو اچي. انهن وسوسن ۽ خطرن واري وڻ جي پاڙ اهڙي تہ ڏاڍي ۽ مضبوط ٿي ويئي آهي، جو سندس پاڙون زمين اندر تحت الثريٰ کان هيٺ لنگهي ويون آهن ۽ ان جون ٽاريون ۽ پن پڻ آسمان جي چوٽيءَ کان مٿي چڙهي ويون آهن، پوءِ پنهنجي هستيءَ واري وڻ جي پاڙن کي پٽي، ٻاهر ڪڍي نہ ڇڏيندو، تيستائين ذڪرن جي حقيقت ۽ ڪماليتن وارين منزلن ۽ تجلين جو مشاهدو نہ ڏسندو.

بيت

تابجاروب لا نروبي راه - کي رسي دوسرائي اِلَّا اللّٰه

يعني: جيستائين لا جي ٻهاريءَ سان غير جي واٽ کي صاف نہ ڪندين، تيستائين اِلَّا اللّٰهُ جي حويليءَ اندر ڪيئن پهچندين.

طالب کي گهرجي تہ هن شغل جي حاصل ڪرڻ ۾ پنهنجي همٿ کي ڪوتاه ۽ سست نہ ڪري، بلڪ پاڻ کي طلب ۽

شوق منجھ اڳتي وڌائي جيئن شغل جو مشرب حاصل ٿئي.

بيت

دست طلب ندارم، تا کام من بر آيد،
يا تن رسد بجانان، يا جان زتن بر آيد.

يعني: تيستائين طلب نہ ڇڏيندس، جيستائين مون کي پنھنجي مراد حاصل نہ ٿئي، يا تہ منھنجو جسم محبوبن وٽ پھچي، يا جسم کان جان الڳ ٿئي.

بيت

جان بجانان ده و اگر نہ از تو بستاند اجل،
تو خود منصف باش حافظ اين نکو يا آن نکو.

يعني: تون پنھنجي جان محبوبن جي حوالي ڪر نہ تہ اجل پاڻھين تنھنجو ساه قبض ڪندو، اي حافظ تون پاڻ ئي منصف ٿي تہ محبوبن کي پاڻھين جان ڏيڻ بهتر يا اجل جي رستي مرڻ بهتر.

اي طالب صادق! جيستائين تنھنجي وجود ۾ طلب واري باه جو شعلو پڙڪو ڪري نہ ٻريو آهي ۽ تنھنجي موھوم هستيءَ جا ڪک ۽ ڪنڊا عشق جي باه ۾ سڙي رک نہ ٿيا آهن، تيستائين خوديءَ واري هستيءَ کان ڇوٽڪارو نہ ملندو.

آتش عشق در درون افروز،
خاروخاشاک هستي همہ سوز.

يعني: اندر ۾ عشق جي باه ٻار، هستيءَ جي مڙني ڪکن ۽ ڪنڊن کي ساڙي ڇڏ. جڏهين تون پاڻ ۾ اهڙي حالت پيدا ڪندين، تہ پوءِ توکي الله تعاليٰ جي جذب وارين نعمتن مان جذبو عنايت ٿيندو ۽ ٻيا سڀ شغل پڻ آسان ٿيندا.

اي طريقت جي راه جا دوستو ۽ ڀائرو! اوهين هيءَ ڳالھہ ياد رکو تہ طريقت جا سڀيئي مشائخ، طريقت ۾ ڪامل ۽ مڪمل ٿيڻ کان پوءِ، هن شغل يعني نفي ۽ اثبات جو ورد روزانہ صبح ۽ شام ڪندا آهن ۽ پڻ هن فقير جو مرشد حضرت پيرسائين قدس الله تعاليٰ سره الاقدس جن پڇاڙيءَ واري عمر ۾، هن شغل جو ورد فجر جي نماز کان پوءِ پنھنجي منهن مبارڪ تي ڪپڙو وجھي گوڏن تي متو رکي، مراقبي ۾ ويھي اشراق تائين ڪندا هئا. ۽ پڻ اڳين توڙي پوين بزرگن جي پڻ اها روش هوندي

هئي. هن شغل ۾ بي شمار فائدا آهن، جيئن تہ مراقبي ۾ وهڻ
ڪري نفس اماره مڪمل طرح سان مطيع ۽ فرمانبردار ٿئي ٿو ۽
هٿ ۽ وڏائيءَ کان باز رهي ٿو. هن ذڪر تي گهڻي مدت
هميشگي ڪرڻ سبب هيءُ جسم جيڪو غليظ ۽ ڪثيف آهي
تنهن جو ڪارب پڻ قلب جهڙو روشن، پاڪ ۽ صاف ٿئي ٿو ۽
طالبن کي نامرادين، حيرانين ۽ پريشانين ۽ ڪٽڪي کان نجات ۽
ڇوٽڪارو ملي ٿو ۽ پڻ محبوب حقيقيءَ جل شانه جي عشق وارن
شمعن مان، سندس نور جو پرتو طالبن جي قلب کي منور ۽ روشن
ڪري ڇڏيندو.

طالب کي گهرجي تہ هن شغل جي طلب ۾ پنهنجي همت
ڳوٺي کان بہ ڏهوڻي زياده ڪري جيئن ڪيس ترقي ۽ عروج
حاصل ٿئي. سندس طلب وارو شهباز، پنهنجي مقصد ۽ مطلوب
واري شڪار کي حاصل ڪرڻ لاءِ اڏامي قبضي ۾ آڻي ۽ ان وقت
جيڪو شغل اڳيان ايندو، تنهن کي جهٽ پٽ پڪڙي قابو ۽
سوگهو ڪندو ۽ پڻ جمهور مشائخن قدسنا الله تعاليٰ باسرارهم
ولايت واسطي هن شغل کي اڳواڻ ٺهرايو آهي، ڇاڪاڻ تہ هن شغل
(يعني نفي ۽ اثبات) تي سيني شغلن ۽ ذڪرن جي پڄاڻي آهي.
تي شغلن وارا ڇهہ ذڪر پورا ٿيا هاڻي حضور ۽ فڪر بيان ٿا ڪجن.

## حضور پهريون

### فَنَاءُ فِي الْاَفْعَالِ

هن حضور کي حجر ۽ مدر چوندا آهن. حجر جي معنيٰ
هي "پٿر" ۽ مدر جي معنيٰ آهي "پٿر ٺڪر". اهي ٻئي شيون
جمادي يعني بي حس آهن، جن کي چرڻ ڦرڻ ۾ پنهنجو ڪو
اختيار نہ آهي، اهڙي طرح سان ٻانهي (انسان) کي بہ پنهنجن
ڪمن تي ڪوبہ اختيار يا وس نہ آهي.

ياد رهي تہ طريقت جا مشائخ پنهنجن مريدن کي، شغلن
ان پوءِ حضورن ۾ فنا ڪرائين ٿا. پهريائين انهن کي "فناءِ
افعالي" جي حضور سان مشرف ٿا ڪن. هن حضور جي فڪر
ڪرڻ جي ترڪيب (واٽ) هن ريت آهي تہ سالڪ کي گهرجي تہ
پنهنجي وجود کي جمادي شين پٿر ۽ پٿر وانگر، پاڻ کي بہ بي

حس ۽ بي وس ٿي ڃاٽي، ڇاڪاڻ ته انهن کي پاڻ از خود هڪڙي هنڌ کان ٻئي هنڌ چرڻ ڦرڻ جو ڪوبه اختيار يا طاقت نه آهي ۽ اهي هڪڙي ئي جاءِ تي جتي پڌبو اتي پيا هوندا آهن.

انسان جو قلب جيڪو فڪرن جو گهر آهي، تنهن ۾ پاڻ کي پوري توجه ۽ خوض سان بي حس ۽ بي وس هئڻ جو تصور ڪري ۽ پنهنجن سمورن خيالن، خطرن ۽ وسوسن کي هن حضور ۾ ايتري قدر ته محو ۽ ميساري ڇڏي جو پاڻ کي سيني ڪمن ۾ "مسلوب الفعل" ڄاڻي ۽ سيني ڪمن جو فاعل (ڪم ڪندڙ) حق سبحانه وتعالیٰ کي ڄاڻي، پوءِ وٿائنس جيڪي ڪم صادر ٿين، جهڙوڪ چرڻ ڦرڻ ڏيڻ وٺڻ، ڳنڍڻ ڇنڻ، کائڻ پيئڻ ۽ اٿڻ وهڻ ۽ سمهڻ وغيره، انهن ڪمن کان سواءِ ٻيا به جيڪي ڪم ٻانهي (سالڪ) جي وجود مان ظاهر ٿين، انهن سيني ڪمن ۽ فعلن جي نسبت فاعل حقيقي جل شانه ڏانهن منسوب ڪري ۽ انهن ڪمن کي پاڻ ڏانهن نسبت نه ڏي، ڇاڪاڻ ته حق سبحانه وتعالیٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ فرمائي ٿو: وَاللّٰهُ خَلَقَكُمْ وَمَا تَعْمَلُوْنَ (يعني: الله ئي آهي جنهن اوهان کي خلقيو ۽ انهن ڪمن کي به جيڪي اوهين ڪريو ٿا). انهيءَ فڪر ڪرڻ سان، سيني ڪمن جي نسبت فاعل حقيقي ڏانهن موٽندڙ ٿئي ٿي ۽ سالڪ جي وجود تان به بار لهي ڇوٽڪارو ملي ٿو ۽ جيڪا نسبت "مون" ۽ "آئون" واري هئي، سا منجهانئس نڪري وڃي ٿي ۽ ڪمن جي نسبت واري امانت، سا حقيقي امانت ڏيندڙ کي وڃي ملي ٿي. انهيءَ سلسلي ۾ ڪنهن بزرگ ڪهڙو نه چڱو چيو آهي.

بيت

اجزاءِ وجودم همگي دوست گرفت - نامي ست ز من برمن باقي همه اوست

يعني: منهنجي وجود جا مڙيئي جزا دوست نيا (دوست جي اختيار ۾ آهن) مون تي فقط نالو آهي باقي سڀ اهو پاڻ آهي.

پوءِ اي طالب! تون ڌيان ڪري ڏس ته باقي ڇا بچيو، سڀ ڪجهه "اهو" آهي، باقي سڀ ڪجهه "فَنَاءُ الْفَنَاءِ" ٿيو ۽ وچ مان "من (آئون)" ۽ "ما (اسين)" وارو بهانو ويو ۽ پاڻ فاعل ۽ مفعول ٿيو، يعني سيني ڪمن جو ڪندڙ به پاڻ ۽ ڪيل ڪم به پاڻ، انهيءَ وقت سالڪ ٻين سيني ڪلامن ۽ ڳالهين کان خاموش ٿي

هن ريت پيو آلاپيندو: ع من نيستم اين فعل قدرت تست - يعني آئون ڪي ڪين آهيان، آئون تنهنجي قدرت جو ڪرشمو (فعل) آهيان.

اهڙي فڪر ڪرڻ ڪان پوءِ، هن هنڌ تي شرڪ ڪان پڻ ڇوٽڪارو حاصل ٿئي ٿو، جيڪو عظيم گناه آهي ۽ عبادتن جي غيرمقبوليت جو باعث ٿئي ٿو. حق سبحانه وتعاليٰ قرآن شريف ۾ بي شمار جاين تي شرڪ بابت تنبيهه ڪئي آهي ۽ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته آئون اوهان جا سڀ گناه بخشيندس مگر شرڪ وارو گناه نه بخشيندس، جيئن فرمائي ٿو: اِنَّ اللّٰهَ لَا يَغْفِرُ اَنْ يُّشْرَكَ بِهٖ وَيَغْفِرُ مَا دُوْنَ ذَالِكَ - يعني: تحقيق الله تعاليٰ شرڪ ڪرڻ وارن ڪي نه بخشيندو ۽ شرڪ ڪان سواءِ ٻيا گناه بخشيندو.

هن شغل ڪي تيستائين نه ڇڏجي، جيستائين ڪ، هن حضور جي حقيقت پنهنجي وجود ۾ ڪماينبغي ظاهر نه ٿي آهي. انهيءَ ڪري سچي ۽ مخلص طالب ڪي گهرجي ته هن حضور واري شغل ۾ گهڻي ڪوشش ۽ همت سان مشغول رهي جئن هن حضور جو اثر مٿس ظاهر ٿئي ۽ پاڻ ڪي سيني ڪمن ڪان مسلوب ڄاڻي، ڪمن جي نسبت حقيقي فاعل جل شانه ڏانهن ڪري ۽ سڀ ڪجهه ان ڪان ڪري ڄاڻي، جڏهين انهيءَ حضور وارو شغل سندس وجود ۾ ظاهر ٿئي ته پوءِ الله تعاليٰ جو شڪرانو بجا آڻي ۽ هروقت الله تعاليٰ جي حمد ۽ ساراه ۾ مشغول رهي ۽ ساڻس محبت ۽ رغبت گهڻي رکي.

## حضور ٻيو

## فَنَا فِي الصِّفَاتِ

### يعني الله تعاليٰ جي صفتن ۾ فنا ٿيڻ

هن حضور وارو شغل فناءِ افعالي واري شغل ڪان ترقيءَ جو اڳيرو يا مٿيرو قدم آهي، هن جو مقصد آهي الله تعاليٰ جي صفتن ۾ فنا ونڻ، اهي صفتون ست آهن، جي هن ريت آهن: "سميع" (ٻڌندڙ) "بصير" (ڏسندڙ) "ڪليم" (ڳالهائيندڙ) "عليم" (ڄاڻيندڙ) "قدير" (قدرت رکندڙ) "مريد" (ارادو رکندڙ) "حي"

(سدا حيات) اهي الله تعاليٰ جون قديم صفتون آهن ۽ اهي نہ "عين ذات" آهن ۽ نہ "غير ذات"، عين هن سببان نٿو چئجي جو اهي الله تعاليٰ جا صفاتي اسم آهن ۽ انهن جون ٽاريون ۽ شاخون جيڪي فروعي آهن ۽ هن عالم خلق ۾ پکڙيل آهن ۽ الله تعاليٰ جي ذات فروعي صفتن جي ٽارين ۽ شاخن کان هر طرح پاڪ ۽ منزه آهي. "غيرذات" هن ڪري نٿو چئي سگهجي جو الله تعاليٰ قائم بالذات ۽ قديم آهي تيئن هي صفتون بہ ساڻس قائم ۽ قديم آهن.

اي منهنجا دوست! اهي صفتون الله تعاليٰ جون "مترادف" آهن يعني هروقت سدائين گڏ آهن ۽ جدا نٿيون ٿين. جيئن تہ الله تعاليٰ سڻي ٿو تہ ان وقت ڏسڻ، ڳالهائڻ، ڄاڻڻ، قدرت رکڻ، ارادو رکڻ، سدا حيات هئڻ واريون صفتون بہ هڪ ئي وقت ساڻس قائم آهن ۽ جدا نہ آهن، بخلاف بندن ۽ انسانن جي، جن ۾ ائين نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ ڪا هڪڙي فروعي صفت هوندي تہ ٻئي صفت منجهن نہ هوندي.

سالڪ کي گهرجي تہ پنهنجي وجود ۾ انهن صفتن جي تصور ۽ فڪر ڪرڻ ۾ مشغول رهي، مشغوليت جو طريقو هن ريت آهي تہ انهن صفتن کي پاڻ منجهہ الله تعاليٰ جون امانتون ڪري ڄاڻي جيڪي سندس وجود ۾ امانت طور مليل آهن. پوءِ انهن صفتن کي بہ پنهنجي موهوم وجود مان مسلوب سمجهي ۽ انهن کي الله تعاليٰ جي قائم بالذات وارين صفتن ۾ سونپي ڇڏي (يعني انهن صفتن مان جيڪا صفت طالب پاڻ ۾ لهي يا محسوس ڪري تہ ان کي ائين ڄاڻي تہ اها صفت الله تعاليٰ جي آهي جا کيس امانت طور مليل هئي.)

طالب کي اهو پڻ گهرجي تہ هن حضور ۾ گهڻو فڪرڪري تہ جئن قلب تي هن حضور جو غلبو وڌي ۽ پڻ انهن صفتن مان ڪنهن بہ صفت جو اثر ۽ حقيقت جو جلوو ظاهر ٿئي ۽ سندس فروعي صفتن واري هيئت ۽ شڪل الله تعاليٰ جي قائم بالذات اصل وارين يا قديم صفتن ۾ جذب ٿي وڃن. پوءِ جيڪڏهين انهن صفتن مان ڪنهن هڪڙي صفت جي فنائيت حاصل ٿئي تہ پوءِ ٻين صفتن جي فنائيت پاڻهي ان جي ضمن ۽ آغوش ۾ اچي ويندي ۽ امانت واريون فروعي صفتون پڻ حق

سبحانه وتعاليٰ جي قائم بالذات وارين صفتن منجهہ محو ۽ ميسارجي فنا ٿي ويندين، ان وقت طالب ۾ حق سبحانه وتعاليٰ جون حقيقي صفتون ظاهر ٿينديون ۽ سندس موهوم وجود سارو گم ۽ معدوم ٿي ويندو، ۽ پڻ عبديت واري صفت زائل ٿي ويندي ۽ پنهنجي رب جليل وٽان ربوبيت واري نسبت لهندو.

اي سالڪ! تون فڪر ڪري ڏس ته جڏهين طالب جا سڀ فعل ۽ ڪم فناءِ افعالي منجهہ فنا ٿي ويا ۽ امانت واريون صفتون سڀ فنا في الصفات ۾ جذب ٿي فنا ٿيون ته پوءِ طالب وٽ باقي ڇا بچيو، ڇاڪاڻ ته پاڻ ۽ سندس سمورو اسباب لٽجي حق سبحانه وتعاليٰ جي ذات ۾ وڃي گڏ ٿيو. هن منزل تي پهچڻ کان پوءِ، سالڪ مسلوب الفعل ۽ مسلوب الصفات آهي ۽ ان وقت سندس ڪم ۽ صفتون جي وٽانئس ظاهر ٿين ٿا، سي سڀ الله تعاليٰ جا ڪم ۽ صفتون آهن. مطلب ته طالب وٽ جيڪي صفتون امانت طور سونپيل هيون، سي سڀ امانت جي حقيقي مالڪ کي صحيح سلامت پهچي ويون.

بيت

خود سميع و خود بصير و خود عليم - خود مريد و حي و قادر و خود ڪليم

يعني: پاڻ ٻڌندڙ ۽ پاڻ ڏسندڙ ۽ پاڻ ڄاڻندڙ پاڻ ارادو ڪندڙ ۽ پاڻ جي ۽ پاڻ قادر ۽ پاڻ ڪلام ڪندڙ.

جڏهين سالڪ اهڙي حال وارو ٿئي ٿو ته پوءِ هو انهيءَ وقت حق سبحانه سان پاڻ ڳالهائيندڙ، ڏسندڙ، ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ ٿئي ٿو. انهيءَ کان سواءِ ٻيا فعل جيڪي سندس وجود مان ظاهر ٿين، سي سڀ الله تبارڪ وتعاليٰ کان پائي ۽ نه پاڻ کان. انهيءَ باب ۾ صاحب مثنوي (مولانا رومي) فرمائي ٿو:

چون ز خود رستي همہ حق گشتہ - رفت ظلمت نور مطلق گشتہ

وز مقام وهم باشد او وتو-چون نہ باشي تو نباشد غير او

يعني: (١) تون جڏهين خوديءَ کان آزاد ٿئين ته پوءِ سڀ حق ٿيو، اونداهي ويئي مطلق نور ٿيو. (٢) وهم واري مقام سببان تون ۽ هو آهي. جيڪڏهين تون نه رهين ته پوءِ ان جو غير به نه رهندو.

هن حال (مقام) تي پهچڻ کان پوءِ، سالڪ ڪثرت کان

جدا تي ذات احد سان پيوند ٿئي ٿو ۽ سندس صفتون ذات حق سان ملحق ٿين ٿيون.

## حضور ٿيون

### وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ

(يعني: ۽ اهو الله اوهان سان گڏ آهي، جتي به اوهين هجو)

سالڪ کي گهرجي ته هن حضور جي شغل واري مٿي ڏنل آيت سڳوري جي معنيٰ ۾ دل لائي فڪر ڪري ۽ جڏهن منجهس اهڙو يقين وارو فڪر پيدا ٿيو ۽ دل سان ڄاڻائين ته الله سبحانه وتعاليٰ هر هنڌ ۽ هر جاءِ تي ساڻس گڏ آهي ته پوءِ اهڙو مشاهدو از خود حاصل ٿيندس.

بيت

بخور تو رطل چند از جام لطفش - بزن دستيڪ چون معشوق باماست

يعني: تون ان جي لطف ۽ مهرباني واري پيالي مان شراب پيءُ - پوءِ تون خوشيءَ سان تاڙيون وڄاءِ جو محبوب پاڻ سان گڏ آهي.

طالب کي گهرجي ته گهڻي ڪوشش ۽ محنت سان هن حضور جو فڪر ڪري، جيئن ان جو تصور سندس دل تي پٿر وانگر نقش ٿي وڃي، ۽ جڏهن اهڙو تصور ۽ مضبوط يقين پيدا ٿيو ته پوءِ اها صورت حال سان مٿيل ٿيندي ۽ ان وقت سالڪ ذات پاڪ کان هڪ لحظو به غائب ۽ لڪل نه رهي، ۽ پڻ "حُضُوْرُ مَعَ اللّٰهِ" جو شرف نصيب ٿئيس ٿو. ان وقت الله تعاليٰ جي ڏسيل امرن ۽ منع ڪيل ڪمن جي سلسلي ۾ وٺائنس وار يا تر جيترو به خلاف هلڻ ظاهر نه ٿيندو. هن باب ۾ هن فقير (حضرت محمود فقير ادام الله برڪاته) حضرت پير سائين (پير محمد راشد رضي الله تعاليٰ عنه) قدس الله سره الاقدس جن کان هي نقل ٻڌو هو، پاڻ فرمايائون ته هڪ عورت حضرت شيخ سري سقطي قدس سره جي مريدياڻي هئي، جنهن تي حضرت شيخ جنيد بغدادي قدس سره عاشق هو، هڪ ڏينهن اها عورت ڪنهن ڪم سان حضرت شيخ جنيد بغدادي قدس سره جي گهر ويئي، پوءِ شيخ جاءِ جو دروازو بند ڪري انهيءَ عورت کي اڪيلائيءَ واري جاءِ تي وٺي ويو ۽

تنهائيءَ جو فائدو وٺي نفساني خواهش کي پورو ڪرڻ لاءِ شيخ انهيءَ عورت ڏانهن پنهنجو هٿ ڊگهيريو. انهيءَ وقت ان عورت پاڻ کي بي يار ومددگار ۽ بي وس ڏسي، پنهنجا ٻئي هٿ مٿي کڻي چيائين ته هڪڙو ڏسي پيو. شيخ چيس ته ڪير تو ڏسي، تڏهن عورت جواب ڏنو ته الله تبارڪ وتعاليٰ ڏسي پيو. شيخ الله جي لفظ ٻڌڻ سان بي هوش ٿي زمين تي ڪري پيو ۽ عورت موٽي پنهنجي گهر وئي. جڏهن شيخ جنيد بغدادي قدس سره هوش ۾ آيو ۽ هوشيار ٿيو تڏهن طلب جي نيت سان ان عورت جي گهر ڏانهن ويو. عورت چيس ته اي جنيد قدس سره مون کي خوار ۽ بدنام نه ڪر. آئون شيخ سري سقطي قدس سره جي مريدياڻي آهيان. تون ان جي حضور ۾ وڃ ۽ ان کان طلب واري واٽ وٺ.

اي طالب! تون غور ڪر ته جڏهن انهيءَ عورت کي ان وقت هن آيت سڳوريءَ جو حضور ۽ معنيٰ ڪماحقه حاصل ٿيل هو، تڏهن شيخ کي اهڙو جواب ڏنائين جنهن جو ان تي اثر پيو. جڏهين طالب ۾ هي حضور زور ۽ غلبو وٺي ٿو، تڏهين هن ۾ بيخودي، سڪر، استغراق ۽ بي خبري واري حالت ظاهر ٿئي ٿي ۽ ان وقت وٽانئس اضافت واري صفت گم ۽ معدوم ٿيو وڃي.

ع جائيڪه سلطان خيمه زد- غوغا نماند عام را-

يعني: جنهن جاءِ تي بادشاهه جو خيمو لڳل هوندو، انهيءَ جاءِ تي عوام جو شور ۽ غل نه هوندو.

## حضور چوٿون

### اَلَمْ يَعْلَمْ بِاَنَّ اللّٰهَ يَرٰي

(يعني: ڇا هن ڳالهه جو علم (يقين) نه اٿس ته الله تعاليٰ ڪيس ڏسي پيو)

هن آيت سڳوريءَ جو مطلب آهي ته بندي کي گهرجي ته پنهنجي اندر ۾ فڪر ڪري يقين سان ڄاڻي ته الله تعاليٰ مون کي ڏسي پيو ۽ آئون پڻ ان کي بي ڪيف ۽ بي جهت ڏسان پيو، پر جيڪڏهن سندس ڏسڻ وارو تصور دل ۾ نٿو اچي ته پوءِ يقين رکي ته الله تعاليٰ ڪيس ڏسي پيو، جيئن هن آيت سڳوريءَ ۾ انهيءَ

ڳالهہ ڏانهن بہ اشارو آهي.

بيت

هر سوئي کہ روئي کردم آن دلستان بديدم - هر کجا نظر باکندم او راعيان ديدم
يعني: جنهن طرف منهن کيم تہ انهيءَ هنڌ معشوق کي ڏٺم ۽ جتي بہ نظر کيم تہ ان کي ظاهر ظهور ڏٺم.

رباعي

آمد سحر آن دلبر خونين جگران - گفت اي زتو برخاطر من بار گران
شرمت بارا کہ من بسويت نگران - باشم تو چشم نهي بسوي دگران
يعني: خون جگر ڪرڻ وارو اهو محبوب اسر وقت آيو. چيائين تہ تنهنجي ڪري مون کي ڏاڍي تڪليف رسي آهي توکي شرم نٿو اچي جو آئون توڏانهن پيو ڏسان ۽ تنهنجي اک ٻئي پاسي پئي ڏسي.

سالڪ کي گهرجي تہ هن آيت واري سلوڪ ۾ گهڻو فڪر ڪري ۽ ان کان هڪڙي ساعت ۽ اک ڇنڀ جيترو بہ غافل ۽ بي خبر نہ ٿئي ۽ هن حضور جي حاصل ڪرڻ ۾ ڪنهن بہ طرح سستي ۽ غفلت کي جاءِ نہ ڏئي، ۽ رات ۽ ڏينهن ان جي حاصل ڪرڻ ۾ منتظر رهي.

اي طالب! هن حضور ۾ ٻہ نڪتا (حرف) آهن: هڪڙو هي تہ طالب جو الله تعالىٰ کي بي ڪيف ۽ ري جهت ڏسڻ، ٻيو نڪتو هيءُ آهي تہ جيڪڏهن الله تعالىٰ کي ڏسڻ جو تصور نٿو قائم رهي تہ پوءِ يقين سان ڄاڻي تہ الله تعالىٰ مون کي ڏسي پيو. پر حقيقت ۾ انهن ٻنهي نڪتن جي معنىٰ ۽ مطلب کي پروڙڻ ۽ سمجهڻ تمام اونهون ۽ عميق آهي. ۽ اهي ٻئي نڪتا پڻ سمورن عددن يعني هن ڪثرت واري عالم ۾ جاري آهن. جڏهين هن حضور جو فڪر حاصل ٿي ويو تہ پوءِ هي عدد ۽ ڪثرت وارا عدد، اهي سڀ عدد جي صاحب (يعني حق سبحانه وتعالىٰ) ڏانهن رجوع ٿين ٿا ۽ هي ٻهريون نڪتو تہ الله تعالىٰ کي ڏسان پيو، اهو ڏسڻ وارو فڪر ڪو وهم نہ آهي. پر حقيقت ۾ ائين نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ مثل واري شيءِ کي مثال بنان، ڪيئن ڏسي سگهبو، انهيءَ لاءِ تہ مثال کي بي مثال ڏانهن پهچڻ جو ڪو بہ گس يا رستو نہ آهي (يعني الله تعالىٰ بي مثل آهي، ان کي مثال واري

صورت ۾ ڏسڻ جو تصور نٿو ڪري سگهجي) البت ايترو آهي ته جڏهين طالب (بندو) پاڻ مان انانيت يعني "آپو" يا "خوديءَ" کي پنهنجي موهوم وجود مان وڃائي ۽ گم ڪري ڇڏي ۽ ان "آئون" واري موهوم هستيءَ کي "لا" جي هيٺان آڻي ان کي فنا ۽ نابود ڪري. جڏهين "آئون" واري هستي گم ۽ فنا ٿي ويئي، ته پوءِ الله تعاليٰ کي ڏسي سگهي ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ ڪنهن موحد هڪ مصرع ۾ هن طرح چيو آهي: "من آن وقت بودم ڪه آدم نبود" (يعني آئون ان وقت هيس جنهن وقت آدم عليه السلام به نه هو) "عَرَفْتُ رَبِّيْ بِـرَبِّيْ" (يعني الله تعاليٰ کي الله تعاليٰ سان سڃاتم) اهو سڃاڻڻ يا ڄاڻڻ تڏهين نصيب ٿيندو، جڏهين پاڻ منجهان "آئون" واري اضافي نسبت ڪڍي ڇڏي. (حضرت محمود فقير رضي الله تعاليٰ عنه منصف ڪتاب هذا فرمائن ٿا ته) جنهن وقت مون هي حضور پي لکيو ته ان وقت مون کي ڪا ڳالهه ياد آئي، جنهن سبب مون تي وحدانيت ۽ جمع الجوامع واري ڪيفيت ۽ حالت غلبو آندو ۽ فارسيءَ زبان ۾ هيئن پئي چيم: "خود را بخدا ديدم وخدارا بخدا ديدم" (يعني پاڻ کي الله تعاليٰ سان ڏٺم ۽ الله تعاليٰ کي الله تعاليٰ سان ڏٺم) پوءِ اها حقيقت مرشد قدس سره جي خدمت ۾ عرض ڪيم، پاڻ فرمايائون ته اهي لفظ تنهنجا نه آهن، بلڪ اهو ڳالهائڻ "عَرَفْتُ رَبِّيْ بِـرَبِّيْ" واري حديث جو ترجمو آهي.

ٻيو جزو (نڪتو) هي آهي ته الله تعاليٰ ڏسي پيو اهڙي حال وارو (طالب) پهرئين حال واري (طالب) کان ٻه قدم پوئتي يا هيٺ پرو آهي، ڇاڪاڻ ته پهرئين حال واري جو تعلق ڪشف عيانيءَ (يعني اکين سان ڏسڻ) سان آهي ۽ ٻئي حال واري جو تعلق استدلال سان آهي، جنهن جو تعلق ۽ ڳانڍاپو هن وهمي وجود سان آهي، جنهن تي هي آيت سڳوري "عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ" شاهد آهي جا نص قرآني آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ته الله تعاليٰ غائب ۽ حاضر سڀ کي ڄاڻندڙ آهي.

ٻيو دليل الله تعاليٰ جي ڏسڻ جو هي آهي ته آسمان ۽ زمين دريا، جبل ۽ جهنگل وغيره ۽ انهن کان سواءِ ٻيا جيڪا به موجودات ڪائنات ۾ نظر پئي اچي، انهن سڀني شين لاءِ ڄاڻي ته اهي مڙئي صنعتون آهن ۽ هيءَ حقيقت ظاهر ۽ روشن آهي ته

صنعت صانع جي هئڻ کان سواءِ ازخود وجود ۾ نٿي اچي سگهي. جڏهن بندي (طالب) صانع (الله تعاليٰ) کي صنعت (قدرت سان پيدا ڪيل شين) وارين شين جي معرفت سڃاتو ۽ يقين ٿيس ته صانع کان سواءِ ڪابه شيءِ پاڻهي يا ازخود وجود ۾ اچي نٿي سگهي ته پوءِ يقين سان ڄاڻندو ته هن موجودات وارين سڀ شيون پڻ صانع جي نظر کان غائب ۽ لڪل نه آهن. پوءِ ٻانهون (طالب) دل جي يقين سان، هن ڳالهه جو قائل ۽ اقرار ڪندڙ ٿيندو ته الله تعاليٰ مون کي غائب توڙي حاضر ۾ ڏسي پيو.

اي طالب! انهن دليلن ۽ حجتن جو سمجهڻ صرف پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان تعلق نه ٿو رکي. اهي دليل ۽ حجتون امت جي انهن ڪاملن ۽ مڪملن هن حديث جي مضمون جي حقيقت ۽ معنيٰ کي تحقيق جي واٽ سان پروڙي ۽ سمجهي طالبن جي لاءِ بيان فرمايون آهن: "اَلْاِحْسَانُ اَنْ تَعْبُدَ اللهَ كَاَنَّكَ تَرَاهُ فَاِنْ لَمْ تَكُنْ تَرَاهُ فَاِنَّهٗ يَرَاكَ" (يعني: جبرئيل عليه السلام پڇيو ته احسان ڇا آهي، پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته احسان هي آهي ته تون الله تعاليٰ جي بندگي اهڙي فڪر ۽ خيال سان ڪرين ته ڄڻ تون ان کي ڏسين پيو ۽ جيڪڏهن تون ان کي نٿو ڏسين ته پوءِ يقين ۽ خيال رک ته هو مون (تو) کي ڏسي پيو. هي دليل نه عقل جي سمجهڻ وٽان آهن ۽ نه علم جي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جهڙا آهن بلڪ ڪشف سان تعلق رکن ٿا. طالب کي گهرجي ته انهيءَ مقام تي بيهي نه رهي، بلڪ پنهنجي استعداد ۽ طلب واري گهوڙي کي هڪڙي ئي ڇهبڪ ۽ تازياني سان اهڙو تکو ۽ تيز ڊوڙائي، پاڻ مان موهوم هستيءَ کي فنا ڪري، گم ڪري ۽ پاڻ کي حق سبحانه وتعاليٰ جي شهود (ڏسڻ) سان وصال حاصل ڪري.

## حضور پنجون

فَاَيْنَمَا تُوَلُّوْا فَثَمَّ وَجْهُ اللهِ.

يعني: پوءِ جنهن طرف منهن ڦرائيندو ته انهي طرف الله تعاليٰ آهي. سالڪ کي گهرجي ته هن آيت جي معنيٰ ۽ فڪر ۾ اهڙو خيال ڪري جيئن ڪيس سندس

وجود مان خوديءَ ۽ هستيءَ جي آفت کان ڇوٽڪارو ۽ نجات حاصل ٿئي. اهو ڪم ڪو اهڙو آسان نہ آهي ۽ نہ ڪي مسخري يا راند آهي، جو هر ڪنهن بوالفضول شخص کي هي حضور نصيب ٿئي ۽ پڻ نہ ڪي ٻارن يا ڇوڪرن ۽ بولهوسن ۽ اهل دنيا توڙي عقبيٰ وارن جو ڪم آهي جو هن حضور کي محنت بنان حاصل ڪري سگهن، بلڪ هتي جان ۽ سر جي بازي لڳائڻ جي ضرورت درڪار آهي.

بيت

خلق اطفال شد، جز مست خدا نيست بالغ جز رهيده از هوا

يعني: الله تعاليٰ جي عاشقن کان سواءِ ٻيا مڙيئي ٻار آهن. سڌن ۽ حرسن کي ڇڏڻ وارن کان سواءِ ٻيا سڀ نابالغ آهن.

عشق ۽ محبت جي بازار ۾ اهل هوس ۽ عيش پرست دنيا وارن جي لاءِ ڪابہ جاءِ نہ آهي، هتي جان جي بازي ۽ سر جي سودي جو واپار آهي، پوءِ جيڪو شخص پنهنجي جان ۽ سر تان آسرو لاهي ۽ ان تان هٿ کڻي، پاڻ ماري ڪپائيندو، اهوئي وڃي معشوقن ۽ محبوبن کي ملندو، ۽ انهيءَ وقت آيت مذڪوره سڳوري جي معنيٰ جو مطلب اکين سان مشاهدو ڪندو. انهيءَ سلسلي ۾ بنوالي پنهنجي تصنيف ڪيل ديوان ۾ فرمائي ٿو.

بيت

چشم بکشا ڪہ جلوه دلدار - متجلي است از در وديوار

يعني: اک کولي تہ ڏس محبوب جو جلوو - در وديوار مان جلوه گر آهي.

جڏهين طالب ۾ هن حضور جي اهڙي حالت پيدا ٿيو وڃي جو پوءِ وحدت ڪثرت ۾ اچيو وڃي ۽ ڪثرت وحدت ۾ پوءِ سالڪ جي موهوم هستي حق تعاليٰ جي هستيءَ ۾ محو ۽ لا شيءِ ٿيو وڃي ۽ سندس هستيءَ جو ڪوبہ نام ونيشان نٿو رهي ۽ سندس نالو ۽ نيشان حق تعاليٰ جي هستيءَ سان ظهور پذير ٿيو وڃي. اهڙي حال کي پهچڻ کان پوءِ سالڪ "ڪون" ۽ "مڪان" ۽ "لامڪان" ۾ الله تعاليٰ جي ذات کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ شي کي موجود نٿو ڏسي ۽ نہ وري ان کان سواءِ ڪنهن ٻئي شيءِ کي موجود ڄاڻي ٿو.

بيت

غيرتش غير درجهان نه گذاشت - لا جرم جملہ عين اشياشد.

يعني: سندس غيرت جهان ۾ غير کي نہ ڇڏيو. ان ڪري سڀ شيون عين ٿيون. پوءِ ان وقت جيڪي ڪيس ڏسڻ ۽ ڄاڻڻ ۾ پيو ايندو اهو سڀ حق سبحانه وتعاليٰ جو جلوه هوندو ۽ ان وقت منجهانس "هي" ۽ "هو" وارو اکر وڃان نکري ويندو. ع من از ميان رفتم وخدا ماند يعني وچ مان "من" يعني "آئون" وارو اکر ويو ۽ محض خدا رهيو.

## حضورؑ ڇهون

هرچہ هست همہٗ اوست (جيڪي ڪجهہ آهي، سو سڀ اهوئي آهي)

اين است ڪمال مرد راه يقين - در هرچہ نظر ڪند خدارا بيند

يعني: مرد راه يقين واري جو ڪمال اهو آهي، تہ جنهن شيءِ ۾ نظر ڪري ان ۾ خدا کي ڏسي.

هن حضور جي سمجهڻ ۽ پروڙڻ جي حقيقت هن ريت آهي تہ سالڪ کي گهرجي تہ ساري موجودات ۾ جيڪي ڏسڻ ۾ اچيس، تنهن سڀ ۾ ڄاڻي تہ واحد جو وجود آهي. جڏهين سالڪ ۾ اهو فڪر زور ۽ غلبو وٺندو تہ پوءِ سيني شين جي حقيقت متس پاڻهي کلندي ۽ ظاهر ٿيندي ۽ ان وقت ڄاڻندو تہ "لَا مَوْجُوْدُ فِي الْحِقِيْقَةِ وَلَا بِالذَّاتِ اِلاَّ هُوَ" يعني حقيقت ۾ توڙي ذات ۾ الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو وجود نہ آهي.

بہ هرچہ مينگرم صورت تو مي بينم - هر آنچہ در نظرم جلگي تو مي آئي

يعني: هر طرف جيڏانهن نظر تو ڪريان، تنهنجي ئي صورت ٿو ڏسان، جيڪي ڪجهہ منهنجي نظر ۾ پيو اچي، سو سڀ تون ئي تون آهين.

انهيءَ باري ۾ حسين سمد موحد چيو آهي:

ڪسي گويد کہ حق صورت نہ بندد - من اين کہ ديده ام ذات مصور

يعني: ڪير آهي جيڪو چوي ٿو تہ حق تعاليٰ جي صورت تصور ۾ نٿي اچي، آئون اهو آهيان جنهن مصور (صورت کي ٺاهيندڙ) واري ذات جي صورت ڏٺي آهي. علامہ مغربي هن باب ۾ خوش اسلوبيءَ سان کهڙو نہ چڱو چيو آهي:

بيت

اي مغربي آن يار که بي نام ونشان بود - از پرده برون آمد همہ نام و نشان شد

يعني: اي مغربي اهو دوست جيڪو بي نام و نشان هو، اهو پردي کان ٻاهر اچي صورت سان ظاهر ٿيو، ۽ پڻ خواجہ حافظ شيرازي قدس سره انهيءَ راز کي هن طرح کوليو آهي:

بيت

نديم و مطرب و ساقي همہ اوست - خيال آب و گل در ره باشد

يعني: نديم ۽ مطرب ۽ ساقي سڀ اهو پاڻ آهي. پاڻيءَ ۽ مٽي جو خيال راه ۾ ئي رهجي ويو.

انهيءَ سلسلي ۾ مخدوم جامي قدس سره السامي فرمائي ٿو:

درو ديوار من آئينہ شد ز کثرت شوق - هر کجا مينگرم روئي ترا مي بينم.

يعني: شوق جي گهڻائي يا ڪثرت سببان منهنجا در و ديوار آئينو بنجي ويا، جنهن طرف بہ نظر ٿو ڪريان تہ تنهنجي صورت ٿو ڏسان.

انهيءَ باري ۾ هڪ ٻئي جاءِ تي پڻ ڏاڍو سهڻو اشارو ڏنو اٿس.

بيت

همسايہ و همنشين وهمره همہ اوست - در دلق گدا واطلس شه همہ اوست

يعني: پاڙيسري ۽ مجلس ۾ گڏ وهندڙ ۽ راه ۾ گڏ هلندڙ سڀ اهو پاڻ آهي، گودڙيءَ ۾ فقير ۽ ريشمي لباس ۾ بادشاه سو سڀ اهو پاڻ آهي.

اهڙي طرح سان مولانا ابوالحسن لکي ٿو تہ خلق کي هن ڳالهہ ۾ شڪ ۽ گمان آهي تہ اهي سياڻي (قيامت جي ڏينهن) حق سبحانه وتعاليٰ کي ڏسندا يا نہ، پر ابوالحسن هن خيال جو آهي:

بيت

هر کہ ز آفتاب اينجا بتافت - آنچہ آنجا وعده بُد اينجا بيافت

يعني: جنهن لاءِ سچ هتي اپريو ۽ چمڪيو تہ هتي وارو وعدو هتي ئي لهندو.

اي منهنجا دوست! هيءُ ڪم وڏو ۽ مشڪل آهي، جو ڪرڻ سان ٿيندو ۽ نہ زباني ڳالهين سان ۽ نہ سڏن ڪرڻ سان، تنهن ڪري هن مقام تي ڪباب ٿيل جگر ۽ پنل قلب جي درڪار آهي. عشق ۽ محبت واري باه جي سڙيل ڪان سواءِ ٻيو ڪير بہ هن ماهيت جي حقيقت ۽ معنيٰ ڪي نہ پروڙي سگهندو ۽ نہ سمجهي سگهندو. البت اهي طالب ۽ سالڪ هن ڳجهارت ۽ معما ڪي پروڙي ۽ سمجهي سگهن ٿا، جيڪي عشق ۽ محبت جي ميدان ۾ اڻ ورچ ۽ وڏي همت جا مالڪ آهن. پوءِ انهن ڪي پنهنجي محبوب جو مشاهدو، ري پردي ۽ بناحجاب جي ٿئي ٿو.

اي طالب! هيءُ مقام اهڙو آهي جتي سالڪن جي لغزش ۽ گس ڪان ٽڙڻ جو خطرو ۽ خوف آهي. انهيءَ ڪري هن جاءِ تي گهڻو هوشيار ۽ خبردار ٿي رهجي. پوءِ جيڪو سالڪ هن مڪان تي پهتو ۽ وٿانئس شريعت مطهره جي حڪمن ۽ منع ڪيل ڪمن ۾ وار يا تر جيترو تفاوت يا فرق ٿيندو تہ ان ڪي هن حال مان ڪوبہ ياگو نصيب نہ ٿيندو ۽ پڻ حقيقت واري حال ڪان خالي ۽ بي نصيب رهندو. حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس سره جن فرمائيندا هئا تہ جڏهين ڪو راسخ الإعتقاد ۽ مستقيم الاحوال طالب هن مڪان تي پهتو ۽ ان ڪان جيڪڏهين ڪنهن وقت ڳالهائڻ ۾ شرع ڪان ٻاهر نڪتو، پر اهو شريعت جي امرن ۽ نهي وارن ڪمن ۾ وار يا تر جيترو بہ فرق نٿو ڪري تہ اها علامت انهيءَ طالب جو صحيح حالت تي هجڻ ثابت ٿي ڪري ۽ جيڪي طالب ڳالهائڻ ۾ شريعت مطهره جي حد ڪان لنگهي وڃن ٿا ۽ سندن قدم شريعت جي امرن ۽ احڪامن تي مضبوط نہ آهن، تہ اهڙا طالب موحدن مان نہ آهن بلڪ اهي ملحدن ۽ زنديقن بي دينن مان آهن. شال الله تبارڪ وتعاليٰ اسان ڪي انهن لغزشن جي آفتن ڪان پناه ۾ رکي.

ياد رکڻ گهرجي تہ "همہ اوست" "حال" (١) آهي ۽ "مقامات" (٢) مان نہ آهي، تنهن ڪري سالڪ کي گهرجي تہ هن "حال" کان گذر ڪري ۽ بيهي نہ رهي. اي دوست! تون هيءَ ڳالهہ سمجهہ تہ توحيد جا ٻہ قسم آهن: هڪڙي "توحيد ابليسي" جنهن چيو "اَنَا خَيْرٌ" يعني هڪڙو "آئون چڱو آهيان" ۽ ان جو اهو "انانيت" وارو حرف سندس موهوم هستيءَ کان هو، جنهن ڪري مٿس لعنت پيئي ۽ اها لعنت نص قاطع يعني قرآن مجيد ۾ هن طرح آهي: "اِنَّ عَلَيْکَ لَعْنَتِيْٓ اِلٰي يَوْمِ الدِّيْنِ" (يعني: بيشڪ تو مٿي منهنجي لعنت جزا واري ڏينهن تائين آهي) اها لعنت مٿس خوديءَ جي سببان پئي، جو ان پنهنجي هوڏ ۽ خوديءَ کي نہ ڇڏيو، ۽ نہ وري پنهنجي خوديءَ کان باز اچي توبه ڪئي. انهيءَ سبب ڪري حق سبحانه وتعاليٰ جي حضور مان ابدي تڙيل ٿيو. ابليس واري توحيد جي بناءِ اصل ۾ الله تعاليٰ جي ناراضپي سببان آهي، جو هن امر جو انڪار ۽ نافرماني ڪئي. پوءِ اي دوست جنهن جماعت جو اڳواڻ ۽ مقتدا ابليس هوندو تہ پوءِ تون ٻڌاءِ تہ اهڙي جماعت جو ڪهڙو حال هوندو، جن جي باب ۾ ابليس لعين هيئن چيو: فَبِعِزَّتِکَ لَاُغْوِيَنَّهُمْ اَجْمَعِيْنَ اِلَّا عِبَادَکَ مِنْهُمُ الْمُخْلَصِيْنَ- يعني: پوءِ (اي الله) تنهنجي وڏائيءَ جو قسم آهي تہ آئون سيني انسانن کي سنئين راه کان ڀٽڪائيندس، سواءِ تنهنجن انهن بندن جي، جيڪي انهن مان مخلص آهن. مخلصين مان مراد اهي نيڪ انسان آهن جيڪي حضور ﷺ جي سنت جا تابع آهن ۽ سندن متابعت تي ثابت قدم آهن.

ٻيو قسم "توحيد محمدي ﷺ" آهي. هي توحيد چڱن

---

(١) حال ان کي ٿو چئجي جو سالڪ جي قلب تي بنااختيار جي غيبي ڪيفيت نازل ٿئي، ان کي اعتبار ۾ نہ آڻجي ڇاڪاڻ تہ سالڪ حال جي ماتحت آهي. (مترجم)

(٢) مقام ان کي ٿو چئجي جنهن شخص باطني ڪنڌ ۾ سلوڪ جي منزلن ۾ استقامت شرع موجب ڪئي هجي ۽ مقام سالڪ جي ماتحت آهي. اهو مفيد آهي. (مترجم)

ڪمن ۽ موچارن اخلاقن ۽ پسنديده خصلتن ۽ فعلن جي سينگارڻ ۽ سنوارڻ سان حاصل ٿئي ٿي. جن ڪمن کان شريعت منع ڪئي آهي تن کان پاڻ کي روڪجي ۽ جن ڪمن جي ڪرڻ جو شريعت امر ۽ حڪم ڪيو آهي، انهن تي استقامت سان قائم رهجي. جيئن قرآن شريف ۾ فرمايل آهي، "فَاسْتَقِمْ كَمَآ اُمِرْتَ" - يعني جيڪو توکي امر ڪيو ويو آهي انهيءَ تي قائم رهو.

هتي توحيد ۽ شريعت کي پاڻ ۾ هڪ جهڙو برابر ڪري ڄاڻجي. جيتوڻيڪ ظاهر ۾ اهي ٻئي جدا جدا ڏسڻ ۾ ٿا اچن، پر حقيقت ۾ اهي ٻئي هڪ آهن. جڏهين سالڪ توحيد ۽ شريعت کي هڪ ڪري ڄاڻندو ته پوءِ مٿس حقيقت محمدي صلي الله عليه وآله وسلم خودبخود ظاهر ٿيندي ۽ وچ وارو فرق ڪجهي ويندو. انشاءَ الله تعاليٰ هن سلسلي ۾ وڌيڪ ذڪر حقيقت محمدي صلي الله عليه وآله وسلم واري باب ۾ بيان ڪيو ويندو. انهيءَ سلسلي ۾ ڪنهن بزرگ ڪهڙو نه چڱو چيو آهي:

بيت

هر ڪه در راه محمد ره نيافت - تا ابد بوئي ازان درگه نيافت

يعني: جنهن شخص حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي نقش قدم تي هلڻ جي واٽ نه لڌي، اهو قيامت تائين سندن بارگاه مان خوشبوءِ حاصل ڪري نه سگهندو.

اي دوست ابليس واري توحيد جلالي توحيد آهي، جنهن ۾ حد کان وڌيڪ تاريڪي ۽ حد کان وڌيڪ غضب ۽ قهر آهي ۽ توحيد محمدي ﷺ جمالي توحيد آهي، جا سراسر نور ئي نور ۽ رحمت ئي رحمت آهي ۽ هن توحيد واري جماعت جو اڳواڻ ۽ پيشوا حضور صلي الله عليه وآله وسلم آهن جيڪي رَحْمَةً لِلْعَالَمِيْنَ آهن. جيئن سندن شان ۾ هي آيت سڳوري شاهد آهي: "وَمَآ اَرْسَلْنَاكَ اِلَّا رَحْمَةً لِلْعَالَمِيْنَ" يعني اي پيغمبر صلي الله عليه وآله وسلم اسان توکي جهان وارن لاءِ رحمت ڪري موڪليو آهي.

ان جي برعڪس توحيد ابليسي واري جماعت جو اڳواڻ ابليس آهي، جنهن جي باري ۾ هي آيت سڳوري وارد آهي: وَاِنَّكَ

رَجِيۡمٌ وَاِنَّ عَلَيۡكَ لَعۡنَتِيۡ اِلٰي يَوۡمِ الدِّيۡنِ - يعني ۽ بيشڪ تون اسان جي حضور مان تڙيل آهين ۽ بيشڪ توتي قيامت تائين لعنت آهي.

"رَبَّنَآ اٰتِنَا مِنۡ لَّدُنۡكَ رَحۡمَةً وَّ هَيِّئۡ لَنَا مِنۡ اَمۡرِنَا رَشَدًا"

يعني: اي اسان جا پالڻهار تون اسان کي پاڻان رحمت بخش ۽ پڻ اسان جي لاءِ اسان جن ڪمن ۾ سنوت ۽ هدايت جا اسباب ۽ سامان مهيا ۽ تيار ڪرڻ فرماءِ.

آمين.

## حضور ستون

"هُوَ الۡاَوَّلُ هُوَ الۡاٰخِرُ هُوَالظَّاهِرُ هُوَالۡبَاطِنُ" - يعني: اهو الله سڀني کان پهريون، سڀني کان پويون آهي، هو ظاهر آهي ۽ باطن آهي.

انهيءَ جي معنيٰ هي آهي تہ الله تعاليٰ سڀ شئي ۾ پڌرو ۽ ظاهر آهي. ۽ سڀ شيءِ ۾ ڳجهو ۽ مخفي آهي ۽ سيني پهرين کان پهريون آهي ۽ سيني پوين کان پويون آهي. هن موجودات ۾ جن شين جو اول ۽ آخر ڏسڻ ۾ اچي ٿو انهن کي اها اوليت الله تعاليٰ کان مليل آهي، ڇاڪاڻ تہ سندس ذات ساري موجودات کان پهرين آهي. ساڳي وقت تي الله تعاليٰ سڀ کان پويون ۽ آخر آهي، ڇاڪاڻ جو سندس پاڪ ذات کان سواءِ، ٻي ساري موجودات عالم سفلي (١) خواه عالم علوي، (٢) سڀ فنا ٿي ويندي. ان ڪري پاڻ ساري ڪائنات کان آخر ۽ پويون آهي. اهڙي طرح سان الله تعاليٰ ظاهر ۽ پڌرو آهي، پوءِ جيڪي شيون موجودات ۾ ظاهر ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، تن سيني انهيءَ ذات پاڪ کان ظهور ورتو آهي ۽ اهي سڀ سندس ظهور ۾ محو ۽ لا شيءِ آهن. ساڳي وقت تي الله تبارڪ وتعاليٰ جي پاڪ ذات باطن بہ آهي، پوءِ جيڪي شيون موجودات ۾ لڪل ۽ ڳجهيون آهن، اهي سڀ الله تعاليٰ جي باطن ۾ معدوم ۽ لڪل آهن.

سالڪ کي گهرجي تہ هن حضور واري متي ڏنل آيت سڳوري منجهہ چڱي طرح فڪر ڪري ۽ يقين سان ڄاڻي تہ الله

---

(١) زمين واري ڪائنات کي عالم سفلي چئبو آهي. (مترجم)
(٢) آسماني ڪائنات کي عالم علوي چئبو آهي. (مترجم)

تعاليٰ ساري موجودات کان اڳي بہ پاڻ آهي ۽ ساڳي وقت تي موجودات علوي خواه سفلي جي فنا ٿيڻ کان پڇاڙي ۾ بہ فقط سندس ذات پاڪ هوندي. طالب کي کپي تہ پاڻ کي هن حضور کان هڪ لحظو بہ غافل نہ ڪري ۽ الله تعاليٰ جي ذات پاڪ بنان، ٻي ساري موجودات جي اول ۽ آخر ۽ ظاهر ۽ باطن کي "لا" (١) جي هيٺان آڻي تنهن منجهہ فڪر ڪري، پوءِ جڏهين فڪر "لا" جي نفي سان زور ورتو تہ پوءِ محض الله تعاليٰ جو اول ۽ آخر ۽ ظاهر ۽ باطن ڏسڻ ۾ ايندو. طالب کي گهرجي تہ هن جاءِ تي پنهنجي همت ۽ مردانگيءَ واري گهوڙي کي اهڙو تہ تکو ۽ تيز هڪلي جو هڪ ڊوڙ ۽ هڪ ٺئي ساهي سان هن موهوم وجود واري هستيءَ کي پيرن هيٺان لتاڙي، ان کي نيست ۽ نابود ڪري ڇڏي تہ "هُوَ الْاَوَّلُ وَالْاٰخِرُ وَالظَّاهِرُ وَالْبَاطِنُ" جي حقيقت وارا سچا موتي ازخود جلويدار ۽ چمڪندڙ ڏسڻ ۾ ايندس ۽ ان وقت مٿين چئن اسمن واري راز کي سمجهي پاڻ کي هيئن پيو چوندو! "اول منم، آخر منم، ظاهر منم، باطن منم" يعني: اول بہ آئون آخر بہ آئون ظاهر بہ آئون باطن بہ آئون. مطلب تہ هن جاءِ تي پاڻ ڳالهائيندڙ ۽ پاڻ ٻڌندڙ پاڻ ڄاڻندڙ ۽ پاڻ ڏسندڙ، پاڻ شاهد ۽ پاڻ مشهود، پاڻ ساجد ۽ پاڻ مسجود، پاڻ عابد ۽ پاڻ معبود محسوس ڪندو.

بيت

خود خدا ۇ خدا نما آمد - در لباس جهان نما آمد.

يعني: پاڻ خدا، خدا جي صورت ۾ آيو - جهان جي لباس ۾ پڌرو ٿي آيو.

هن منزل تي جيڪي باهمت ۽ باخبر سالڪ آهن، سي هن حال کان مٿي اچي سلوڪ ۾ ترقي ڪن ٿا ۽ ڪي وري اهڙا آهن جو انهيءَ حال ۾ اتي جو اتي محو ٿيا پيا آهن ۽ مٿي ترقي ڪري نٿا سگهن. پوءِ جيڪي ترقي ڪن ٿا، سي وحدت واري درياءَ جي هڪڙي قطري ۽ ڦڙي پيئڻ سان مدهوش ٿيو پون ۽ جيڪي ترقي

---

(١) نفي جي واٽ هي آهي "لَا اَوَّلَ وَلَا آخِرَ اِلَّا هُوَ" يعني ڪوبہ پهريون ۽ پويون نہ آهي. مگر اهو يعني الله تعاليٰ جو سڀ کان پهريون ۽ پويون آهي (مترجم)

ڪري نٿا سگهن ۽ اتي جو اتي هيٺ پيا آهن سي انهيءَ وحدت واري درياءَ منجهان ڪيتري پاڻي پيئڻ جي باوجود بہ ٻاهر نٿا نڪرن ۽ نہ ئي وري سلوڪ ۾ وڌيڪ ترقي ڪري ٿا سگهن پوءِ ترقيءَ وارا سالڪ، جن جي علم ۽ عقل تي عشق جو غلبو آهي، اهي پنهنجي سر ۽ جان تان اسرو لاهي ٿا ڇڏين، سي هن حال ڪان نڪري مٿي ترقي ڪن ٿا، ۽ جن جي عشق تي علم ۽ عقل جو غلبو آهي، سي اتي جو اتي رهجيو وڃن، ۽ مٿي ترقي ڪري نہ ٿا سگهن. مطلب تہ عاشق اهي آهن جيڪي پنهنجي جان تان هٿ ڪڻي وحدت جي ميدان ۾ اچي "اَنَا الْحَقُّ" جو نعرو ٿا هڻن ۽ "لَيْسَ فِيْ جُبَّتِيْ سِوَي اللّٰهِ" جهڙا الفاظ سندن زبان مان ظاهر ٿا ٿين، ۽ ان ڪان سواءِ بيا بہ "شطحيات" (شرع ڪان ٻاهر نڪرڻ) وارا الفاظ انهن جي زبان مان نڪرن ٿا اهو "جمع" (١) وارو مقام آهي.

سالڪ جڏهن انهي منزل تي اچن ٿا تڏهن انهن ڪان اهڙا شطحيات وارا الفاظ پيا صادر ٿين ۽ اهي ان حال هوندي بہ شريعت جي حد ڪان تجاوز نٿا ڪن ۽ نہ وري انهن ڪان مستحب جهڙا ڪم ضايع ۽ فوت ٿا ٿين.

حضرت پيرسائين قدس سره جن فرمائيندا هئا تہ حسين بن منصور حلاج اَنَا الْحَقُّ جو نعرو هڻڻ واري حالت ۾ بہ تقريبا چارسو رڪعتون نماز جون روزانہ پڙهندو هو، پوءِ ڪنهن شخص ڪانئس پڇيو تہ اي شيخ هي ڇا آهي جو تون دعويٰ انا الحق جي پيو ڪرين ۽ ٻئي طرف هيتري عبادت پيو ڪرين. انهيءَ ڳالهہ

---

(١) جمع بابت ڪشف المحبوب (صفحہ ١٩٣) جو صاحب ابوالحسن نوري رح ڪان هن طرح آڻي ٿو: "اَلْجَمْعُ بِالْحَقِّ تَفَرِّقَةٌ عَنْ غَيْرِهٖ وَالتَّفَرِّقَةُ مِنْ غَيْرِهٖ جَمْعٌ بِالْحَقِّ" يعني حق سان گڏ جمع ٿيڻ ان جي غير ڪان جدائي آهي ۽ ان جي غير ڪان جدائي حق سان ملڻ آهي. مطلب تہ هر اهو شخص جيڪو حق تعاليٰ سان واصل آهي اهو ماسوي الله ڪان جدا آهي تصوف جي ٻئي اصطلاح ۾ ممڪنات ڪي فاعل ۽ موصوف سمجهڻ فرق آهي ۽ محض حق سبحانه وتعاليٰ ڪي فاعل هئڻ واري صفت تي نظر رکڻ تنهن ڪي جمع چوندا آهن. (مترجم)

جو ڪهڙو سبب آهي، تنهن تي ابن منصور ان کي وراڻي ڏني تہ سندس وجود ظلي منجهہ وجود اصلي نزول ٿيو آهي جنهن ڀين سيني عبادتن مان لذتون لڌيون، مگر نماز واري عبادت مان لذت نہ لڌي آهي، ان سببان ايتري نماز ٿو پڙهان.

اي دوست! هن ڳالهہ کي بي عقل ۽ بي سمجهہ شخص پروڙي نہ سگهندا تہ ڪو هن حال ۾ اچڻ کان پوءِ سالڪ تان ڪا عبادت معاف ٿي سگهي ٿي. بلڪ هن هنڌ تي اچڻ کان پوءِ پاڻ عبادت وارن ڪمن تي محڪم رهڻ بابت دليل آهي.

اي دوست! هن حضور ۾ حق سبحانه وتعاليٰ جا راز ۽ اسرار ڀِڏرا ٿيل آهن جن جو سمجهڻ پنهنجي روءِ سوءِ محال صد محال آهي. انهيءَ ڪري طالب کي هن جاءِ تي مرشد ڪامل مڪمل جي ضرورت آهي، جيئن اهو انهن جي تربيت ۽ پرورش ڪري، ڇاڪاڻ تہ دل وارن کي واٽ بہ اهل دل کان ملي ٿي. پوءِ انهن کي گهرجي تہ پنهنجي دل ۽ جان سان ڪامل ومڪمل مرشد جو دامن مضبوط جهلين تہ سلوڪ ۾ سندن مطلب ۽ مرادون سرانجام ٿين. پر جيڪڏهن ڪنهن کي اهڙو مرشد ملي نہ سگهي، تہ پوءِ هن ڪتاب کي دل وجان جي سچائي ۽ صدق سان مطالع ڪري سمجهي تہ بند ٿيل اسرارن جون ڳنڍيون ڇڙي ۽ ڪلي مٿس ظاهر ٿينديون.

## حضور اٺون

### وَاجِبُ الْوُجُوْدِ

"وَاجِبُ الْوُجُوْدِ"، يعني: حق سبحانه وتعاليٰ ازخود موجود آهي ۽ ٻي سڀ موجودات ممڪن الوجود آهي، يعني اها حادث ۽ فاني آهي. جيئن هن آيت سڳوريءَ مان ظاهر آهي: "اَللّٰهُ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ"، يعني الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين جو نور آهي. يعني آسمانن ۽ زمين کي پنهنجي نور سان روشن ڪيائين.

اي طالب! تون فڪر ڪري ڏس تہ اهو نور ڪهڙو آهي؟

اهو نور هي آهي تہ عالم امر ۽ عالم خلق واريون سڀ موجوداتون

جي حواسن سان معلوم ٿين ٿيون، انهن سيني حق تعاليٰ جي ذات کان ظهور ورتو آهي ۽ ان نور واري درياءَ جو ترو ۽ ڪنارو آهي ئي ڪونه. انهيءَ جون سيئي لهرون ۽ ڇوليون، جيڪي هن عالم خلق ۽ موجودات ۾ پيون ڏسجن، اهي سڀ اتان پيدا ٿي اٿن ٿيون ۽ اهي پيون اچن ۽ وڃن. انهن لهرن جو وجود ظاهر ۾ جدا جدا پيو ڏسڻ ۾ اچي، مگر حقيقت ۾ انهن جو وجود درياءُ جو ساڳيو پاڻي آهي، جو وري انهيءَ درياءَ جي ساڳي پاڻيءَ ۾ گم ۽ محو ٿيو وڃن.

بيت

ز درياءِ موج گوناگون بر آمد - ز بيچون برنگ چون بر آمد.

يعني: درياءَ مان طرح طرح جون موجون اٿن ٿيون. بي رنگيءَ منجهان اهي رنگ ۾ آيون.

اي دوست! جڏهين "اَللّٰهُ نُورُ السَّمٰوَاتِ وَالْاَرْضِ" واري درياءَ ۾ عشق جو طوفان لڳڻ شروع ٿيو، تڏهين ان درياءَ جي باطن واري ڪناري کان ظاهر واري ڪناري ڏانهن طرحين طرحين موجون ظاهر ٿيڻ لڳيون، جيڪي هڪ ٻئي پٺيان پيون اچن ۽ وڃن ۽ وري انهيءَ ساڳئي درياءَ ۾ گم ۽ محو ٿيو وڃن.

بيت

اي جملہ جهانت حسنت آخر چه جمال ست اين،
پيدا وُ تو پنهان تو آخرچه ڪمال ست اين.

يعني: اي محبوب هيءُ سارو جهان تنهنجو حسن ۽ جمال آهي ظاهر بہ تون باطن بہ تون آخر هي ڪمال ڪهڙو آهي.

سالڪ کي گهرجي تہ هن آيت "اَللّٰهُ نُوْرَ السَّمٰوَاتِ وَالْاَرْضِ" ۾ غور ۽ فڪر ڪري ۽ ڄاڻي تہ هي آسمان ۽ زمين سڀ نور آهي ۽ ان نور سندس دل کي گهيري ۾ ورتو آهي. هي نور اهو آهي جو "قَلْبُ الْمُؤْمِنِ حَرَمَ اللّٰهُ تَعَالىٰ": يعني مومن جو قلب الله تعاليٰ جو ويٺ يا چراگاه آهي، انهيءَ چراگاه يا قلب واري شمعدان مان نور روشن ٿيو، جنهن عالم امر ۽ عالم خلق کي روشن ڪيو.

جڏهن سالڪ هن مقام تي پهتو تہ منجهائنس آسمان ۽ زمين واري

نيست ڪجي ويندي ۽ پاڻ نسوروئي نور تو ٿئي. انهيءَ مقام تي حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جو هي قول مبارڪ: "اَنَا مِنْ نُوْرِ اللّٰهِ وَالْعَالَمُ كُلُّهٗ مِنْ نُوْرِيْ". يعني آئون الله تعاليٰ جي نور مان آهيان ۽ سارو جهان منهنجي نور مان آهي. سندن اهو چوڻ صحيح ٿيو ۽ ان هنڌ تي سندن نور ۽ الله تعاليٰ جو نور هڪ آهي.

جڏهن سالڪ جو سير هن جاءِ تي پهچندو ته پوءِ "اَللّٰهُ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ" واري آيت سڄوري جي ساري حقيقت مٿس ظاهر ۽ روشن ٿيندي ۽ وحدت واري نور ۾ روشني سببان، دوئي ۽ ٻيائي ۽ ڪثرت وغيره جون سڀ اونداهيون گم ٿي ويندي‌يون. اي دوست! هي ماجرا ۽ تقرير جيڪا تو ٻڌي آهي، سا حقيقت ڪري اسان جي اب حقيقي يعني پاڻ سڳورن ﷺ جن جي آهي، جو اسين سندن فرزندن ۽ عيال مان آهيون. پاڻ صلي الله عليه وآله وسلم فرمايو اٿن "اَلْوَلَدُ سِرٌّ لِاَبِيْهِ" يعني پٽ پنهنجي پيءُ جو ڳجهه ۽ راز آهي، ۽ انهي نور ڪالهه تنهنجي حقيقي پيءُ ۾ ظهور ورتو هو ۽ پڻ ٻئي جهان ان جي نور مان پڌرا ۽ ظاهر ٿيا آهن ته پوءِ ان نور وارو سر ۽ ڳجهه تون پاڻ منجهه ڳول ته اڄ به تون اهوئي آهين. هاڻي جيڪڏهن تون حقيقيءَ پيءُ جو پٽ آهين، ته پوءِ تون پنهنجي حقيقي پيءُ جي متابعت تي قدم بقدم محڪم رهو. ته پوءِ هن عالم خلق ۽ هن عالم جا مڙيئي فرد خودبخود قائم ۽ بيٺل ڏسندين ۽ تون پاڻ به "اَنَا مِنْ نُوْرِ اللّٰهِ" سان قائم ۽ بيٺل هوندين. ان وقت تو ۾ ڪلي خواه جزوي حقيقتون موجود ٿينديون. پوءِ جيڪڏهن تون حقيقي پيءُ جي پٽن مان نه آهين، ته پوءِ تون ان وقت انهيءَ ملعون ابليس ۽ نافرمان سرڪش نفس جي پٽن مان آهين. پوءِ اهڙا نافرمان پٽ مذڪور نعمتن جي ورثي ۽ ميراث کان محروم آهن، ڇاڪاڻ ته انهن تي نفس جي حڪومت ۽ غلبو آهي، جنهن تي هيءَ آيت سڳوري شاهد آهي. "اِنَّ النَّفْسَ لَاَمَّارَةٌ بِالسُّوْٓءِ" يعني: بيشڪ نفس بدڪارين ۽ برن ڪمن تي حڪومت هلائيندڙ آهي. جڏهن ته نفس "عالم خلق" مان آهي ته پوءِ ان کي "عالم امر" سان ڪوبه تعلق ۽ موافقت نه آهي، ڇاڪاڻ ته نادان

شخص پنهنجي نفس جي حڪمن ۾ قاتل ۽ ورتل آهي. جنهن ڪري ڪيس هِن عالم ڪان هُن عالم ڏانهن وڃڻ جو ڪوبہ رستونہ آهي تہ پوءِ اي سالڪ! تون هن ڳالهہ ڪي سمجهہ ۽ ان تي فڪر ڪر.

## حضور نائون

وَفِيٓ اَنفُسِكُمْ اَفَلَا تُبْصِرُوْنَ ه

يعني: اوهان جي اندر منجهہ نشانيون آهن، پوءِ اوهين انهن نشانين ۾ چو نٿا فڪر ڪريو.

سالڪ کي گهرجي تہ هن آيت سڳوريءَ ۾ فڪر ڪري ۽ ڪيس گهرجي تہ سندس وجود ۾ جيڪي نشانيون آهن جي اهي مخفي آهن تن ڪي ڳولي ۽ ان جي ڳولڻ ۾ حيران پريشان ٿي جستجو ڪري. معلوم هجي تہ اهي نشانيون الله تعاليٰ جون صفتون آهن جي اهي سندس وجود ۾ امانت طور آهن ۽ انهن کي وجود مطلق (١) جون صفتون ڪري ڄاڻڻ گهرجن پوءِ امانت وارين صفتن کي پهچي وجود اندر بنان ڪنهن اضافت ۽ نسبت جي صحيح حقيقت سان مشاهدو معلوم ڪندو ۽ وجود مطلق وارِيون صفتون جي اهي "اُمَّهَاتُ الصِّفَاتِ" (٢) يعني اصلي آهن ۽ امانت واريون صفتون جي اهي اتي فناءِ في الصفات ۾ اضافي هيون سي قلب ۽ ڪارب ڪان سواءِ اتي فروع يعني اصلي صفتن جون ٽاريون ۽ شاخون هيون جي اهي اتان نڪري هن ڪثرت واري موجودات ۾ مقيد ٿيون آهن. پوءِ اهي فروعي صفتون حقيقي انسان جي لاءِ اصلي صفتون آهن. طالب کي فڪر ڪرڻ گهرجي تہ هي وسوسا ۽ خطرا جيڪي اندر مان پيدا ٿين ٿا سي سڀ الله تعاليٰ جي هئڻ جون نشانيون آهن ڄاڻ تہ اهي وسوسا ۽ خطرن وارا خيالات سي عالم خلق ڪان اڳي عالم امر ۾ مخفي ۽ لڪل هئا سي وري عالم خلق ۾ اچي

---

(١) يعني الله تعاليٰ

(٢) اهي ست صفتون آهن جن جو ذڪر فنا في الصفات، حضور ٻئي ۾ ٿيل آهي. (مترجم عفي عنہ)

انسانن منجهہ ڳجها ۽ لڪل ٿيا آهن ۽ جلالي صفتن مان جهڙوڪ ڪاوڙ ۽ ڏمر ۽ جمالي صفتن مان جهڙوڪ رحم ڪرڻ ۽ خيرخواهي ۽ ڀلائي ڪرڻ اهي سڀ صفتون انسان جي وجود ۾ هردم جلوو ڪن ٿيون. جڏهن سالڪ پنهنجي هستيءَ ۽ خطرن ۽ وسوسن جي قيد کان آزاد ۽ ڇوٽڪارو لهندو تہ پوءِ وَفِيٓ اَنۡفُسِكُمۡ واريون نشانيون جي مخفي ۽ لڪل آهن، تن جو ازخود معائنون ۽ مشاهدو پيو ڪندو ۽ انهن صفتن واريون نشانيون جي وٽس امانت طور هيون تن سيني جي نسبت الله تعاليٰ ڏانهن موٽائيندڙ ٿيندو ۽ ٻي ڳالهہ آهي تہ اهي نشانيون جيڪي عالم خلق ۾ صورتن ۽ شڪلين سان ڏسڻ ۾ پيون اچن، تن جي اصلي حقيقت عالم امر ۾ آهي ۽ انهن جي مٿان حقيقه الحقائق آهي جڏهن تہ اهي صورتون عالم امر ۾ محض حقيقت هيون سي حقيقه الحقائق جي درجي ۽ مرتبي ۾ اچي صورتن جي نالن سان سڏجڻ لڳيون. سالڪ کي گهرجي تہ مذڪور آيت سڳوريءَ جي معنيٰ ۾ چڱي طرح فڪر ڪري تہ "وَفِيٓ اَنۡفُسِكُمۡ" جي حقيقت مٿس روشن ۽ پڌري ٿئي ۽ نشانين جو پڻ مشاهدو پڌرو ڏسڻ ۾ اچي.

## حضور ڏهون

"وَنَحۡنُ اَقۡرَبُ اِلَيۡهِ مِنۡ حَبۡلِ الۡوَرِيۡدِ"

يعني: اسين انسان ڏانهن سندس ساهہ جي جان واري رڳ کان بہ تمام گهڻو ويجها آهيون.

جڏهن الله تعاليٰ انسان کي ساهہ ڪٽڻ واري رڳ کان بہ گهڻو ويجهو آهي تہ پوءِ باقي ٻي ڪهڙي شيءِ آهي جو انسان ۽ الله تعاليٰ جي وچ ۾ حائل هجي ۽ ٻي معيّت اهڙي آهي جنهن سان ٻيون مڙئي اضافتون ۽ نسبتون ٿهو وڃن ٿيون. اي طالب! هي ڳالهہ ڏاڍي باريڪ ۽ دقيق آهي، پوءِ تون ان ڳالهہ کي دل لائي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر تہ جڏهن الله تعاليٰ ساهہ ڪٽڻ واري نبض ۽ رڳ کان بہ انسان کي گهڻو ويجهو آهي تہ پوءِ ٻي ڪهڙي شيءِ آهي جو ان کان سواءِ انسان کي ويجهو ۽ گڏ هجي ۽ پڻ هن اسان

جي موهومي وجود بہ ان ذات پاڪ کان ظهور لڌو آهي ۽ ان جو آهي.

بيت

نياوردم از خانہ چيزي نخست - تو دادي همہ چيز من چيز تست
يعني: مون منډ کان ئي پنهنجي گهران ڪابہ شيءِ نہ آندي آهي - مون کي سڀ شيون توڏنيون آهن، منهنجيون سڀ شيون تنهنجيون آهن.

نقل: هڪڙي ڏينهن حضرت سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره کي غيب مان هڪڙو آواز ٻڌڻ ۾ آيو تہ اي شيخ بايزيد جيڪي گهرڻون هجيئي سو گهر تہ توکي ڏيان شيخ بايزيد قدس سره جواب ۾ عرض ڪيو تہ اي منهنجا پالڻهار مون کي ڪنهن بہ شيءِ جي خواهش ۽ سڌ ناهي بلڪ خواهش اتم تہ آئون بہ نہ هجان ۽ سڀ ڪجهہ تون پاڻ هجين. ڏٺي منهنجا هن فقير (محمود رحمة الله عليه) جو عرض بہ شيخ بايزيد قدس سره جهڙو آهي سو تون قبول ڪرڻ فرماءِ - آمين ثم آمين - اي دوست! هيءَ اقربيت واري ڳالهہ آئون پاڻان ڪونہ ٿو چوان بلڪ حق سبحانہ وتعاليٰ پاڻ پنهنجي پاڪ ڪلام ۾ فرمائي ٿو "وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ" يعني اسين انسان ڏانهن سندس ساه واري رڳ کان بہ تمام گهڻو ويجها آهيون.

بيت

نحن اقرب گفت من حبل الوريد - تو فگندي تير فکرت را بعيد
يعني: جڏهن الله تعاليٰ پاڻ نحن اقرب چيو- پوءِ تون پنهنجي فڪر واري تير کي ڇالاءِ پري ڪرين ٿو.

پوءِ بلند همت ۽ عالي فطرت واري شهباز، بلند پرواز طالب کي گهرجي تہ هن اقربيت واري ڳجهارت ۽ معما کي کولي ان کي پروڙي ۽ سمجهي بلڪ بي هوش ۽ مدهوش ٿي هن ڳجهارت جي راز ۽ سر جو مقصد ۽ مراد پاڻ منجهہ ڳولي ڏسي. جڏهن سالڪ هن حضور ۾ الله تعاليٰ جي اقربيت ۽ ويجهو هئڻ ڳوليندو تہ پوءِ ان کي پاڻ ۾ معلوم ڪندو ۽ ڏسندو.

بيت

بيرون ز تو چون در سفر نيست - از خود بطلب هر آنچہ خواهي کہ توئي

يعني: جڏهن سفر ۾ به توکان پري نه آهي، ته پوءِ پاڻ ۾ ڳول جيڪي تون گهرين ٿو سو تون پاڻ آهين.

# حضور يارهون

## فنا ۽ بقا

"كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ وَّيَبْقٰى وَجْهُ رَبِّكَ ذُوالْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ"
يعني: جا به شيءِ زمين مٿي آهي سا سڀ فاني آهي ۽ محض تنهنجي رب جي ذات باقي رهندي.

سالڪ کي گهرجي ته هن آيت سڳوريءَ جي معنيٰ ۾ فڪر ڪري ۽ يقين سان ڄاڻي ته پاڻ ۽ هي سارو عالم فنا ٿيڻ وارو آهي ۽ محض الله تبارڪ وتعاليٰ جي ذات پاڪ کي بقا آهي ۽ پڻ گهرجيس ته مٿين آيت جي معنيٰ ۾ ايترو ته فڪر گهڻون ڪري جيئن ان مان حضور وار و علم حاصل ٿئي. ان کان پوءِ حضور وارو علم ۽ هي عالم سڀ الله تعاليٰ جي بقا واري علم ۾ محو ٿي ويندا ۽ ڄاڻندو ته هي سڀ موجودات فنا ٿيندي ۽ فقط الله سبحانه وتعاليٰ جي ذات کي بقا آهي ته پوءِ کيس "كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ" جي حقيقت مٿس ازخود روشن ۽ پڌري ٿيندي. جڏهن سالڪ ۾ اهو فڪر زور ۽ غلبو وٺندو ته پوءِ سندس وجود ۾ عشق جي باه اهڙي ٻرندي ۽ مچندي جو سندس هستي وارن ڪنڊن ۽ ڪکن کي ساڙي چٽ ڪري نابود ڪري ڇڏيندي. پوءِ عالم جي موجود هئڻ جي بيهڪ جيڪا ساڻس هئي سا ازخود فاني ٿيندي. پوءِ سالڪ "كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ" واري هنڌ تي فاني آهي ۽ "ويبقيٰ وجه ربک" واري هنڌ تي باقي آهي. جڏهن سالڪ فنا ۽ بقا واري مقام تي پهچن ٿا تڏهن انهن کي سيني مرتبن جون معنائون ۽ مشاهدو ٿئي ٿو ۽ ان مهل پاڻ مان سندس وجود ۽ موجود هئڻ واري نسبت گم ٿيو وڃي ۽ ڪجهه وڃي ٿي، ۽ ڄاڻن ٿا ته سندن بقا الله تعاليٰ جي بقا سان آهي جڏهن وري فنا واري مقام ۾ ٿا اچن تڏهن پاڻ ۾ساري عالم کي فناءِ فاني ٿا ڏسن. ان وقت الله تعاليٰ جي ذات واري سج کي ساري عالم تي چمڪندڙ ٿا ڏسن، ڇاڪاڻ ته ساري عالم سندس پاڪ ذات کان ظهور لڌو آهي. پوءِ ظاهر

خواهہ باطن ۾ ان جو جلوو آهي جيئن هن بيت ۾ اشارو آهي:

بيت

هرچہ هست از بلندي وپستي- همہ زو يافت صورت هستي

يعني: آسمان ۽ زمين ۾ جيڪو آهي تن مڙني ان کان هئڻ واري صورت لڌي آهي.

اي طالب! پوءِ تون هي ڳالهہ سمجهہ تہ عالم امڪاني (عالم ناسوت) ۽ روحاني، توڙي عالم علوي ۽ سفلي تن مڙني جي وجود الله تعاليٰ جي ذات کان ظهور لڌو آهي، جو اهي وحدت کان نڪري هن ڪثرت واري عالم ۾ آيا ۽ وري ڪثرت مان نڪري وحدت ۾ ويا. ۽ پڻ هي ڳالهيون اهڙيون آهن جي اهل دل ۽ بصيرت وارن کانسواءِ ٻيو ڪير بہ هن حقيقت کي پروڙي نہ سگهندو.

بيت

نہ هر کہ سر بتراشد قلندري داند- هزار نکتہ باريک تر زمو اينجا ست

يعني: سيڪو متي ڪوڙائڻ سان پاڻ کي قلندري هجڻ نہ ڄاڻي- ڇاڪاڻ تہ هن جاءِ تي هزارين نڪتا وار کان بہ سنها ۽ باريڪ آهين.

جڏهن تہ هي ڳالهيون باريڪ ۽ دقيق آهن تڏهن تون انهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪُر. اي دوست! هتي رڳو ڳالهيون ٻڌڻيون نہ آهن بلڪ هتي پنڌ ڪري منزل تي پهچڻو آهي، پوءِ جيڪو فڪر وارو پنڌ ڪري اڳتي هلڻ جي ڪوشش ڪندو سو ان ڳالهہ کي سمجهندو ۽ ڏسندو "ذَالِكَ فَضْلُ اللهِ يُؤْتِيْهِ مَنْ يَّشَآءُ وَاللهُ ذُوالْفَضْلِ الْعَظِيْمِ" يعني: هي الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ ٻلاڻي آهي جنهن کي گهري تنهن کي ڏئي ٿو ۽ الله وڏي مهرباني وارو صاحب آهي. ۽ پڻ ٻئي ڪنهن شخص کي طاقت نہ آهي جو بقا ۽ فنا واري ڳجهارت کي پروڙي ۽ ڄاڻي، تنهن ڪري تون هن ڳجهارت کي پاڻ منجهہ پروڙڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪر تہ قال کان ڇوٽڪارو لهي حال واري مرتبي کي پهچين ۽ پڻ انهيءَ حقيقت ۽ معنيٰ جو پاڻ ۾ مشاهدو ڪرين ۽ ڏسين.

همت بلند بايد عشاق مست هي رلـمرد خيس همت درعاشقان نگنجد

يعني: عاشق مست شراب پياڪ واري کي وڏي همت گهرجي. ڇاڪاڻ تہ گهٽ همت وارو ماڻهو عاشقن جي صف ۾ نٿو سمائجي.

# حضور ٻارهون

لَاحَوْلَ وَلَاقُوَّةَ اِلَّابِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ

يعني: نہ آهي قرب گناهن کان ۽ نہ ڪي آهي قوت طاعت تي مگر الله تعاليٰ جي همراهي ۽ مدد سان، جو مڙنيءَ کان مٿانهون ۽ وڏي عظمت وارو آهي.

سالڪ کي گهرجي تہ هن ڪلمي جي معنيٰ ۾ فڪر هن طرح ڪري تہ هيءَ سندس چرڻ ۽ سندس قرب ۽ قوت ۽ پڻ هن عالم ۽ هن عالم يعني دنيا ۽ آخرت واريون سموريون قوتون، تن سڀني کي الله تعاليٰ جي قوتن ۽ طاقتن منجهہ محو ۽ گم ڄاڻي. معلوم هجي تہ هيءَ حضور شروعات ۾ خيال آهي. خيال کان پوءِ فڪر جي صورت وٺي ٿو ۽ ڪنهن وقت نہ بہ وٺي ٿو پوءِ جڏهن سالڪ ۾ قبض واري حالت پيدا ٿئي ٿي تہ پوءِ فڪر صورت نہ ٿو وٺي، بلڪ منجهس پريشاني ۽ بي جميعتي پيدا ٿئي ٿي، تنهن ڪري طالب کي گهرجي تہ مايوس ٿي ماٺ ڪري نہ ويهي ۽ گهرجيس تہ هن واٽ ۾ همت اهڙي ڪري جو پنهنجي گردن کي پير ڪري پنهنجي دل وجان سان قدم کي تيز ڪري اڳتي هلي، ۽ واٽ ۾ مردن جو ڪم ٻيهڻ ۽ ترسڻ نہ آهي ۽ پڻ اک ڇنڀ جيترو هڪ لحظو بہ هن حضور جي فڪر کان غافل نہ ٿئي.

بيت

يک چشم زدن غ      ز آن نباشم۔ ترسم کہ نگاهي کند آگاه نباشم

يعني: آءٌ پنهنجي . ب ۽ معشوق کان هڪ پلڪ بہ غافل نہ هجان ڇو ته ٿم تہ محبوب مون ڏانهن نهاري ۽ آئون بي خبر هجان.

جڏهين طالب ۾ طلب جي سچائيءَ واري همت پڏري ٿيندي تہ پوءِ هن حضور جون حقيقتون مٿس پاڻهي ظاهر ٿينديون ۽ ان وقت سندس حول ۽ قوت وڃائي گذر ڪري الله تعاليٰ جي

حول ۾ قوت سان ملي ڳنڍيل ۾ هڪ ٽين ٽيون ۽ مڙني طرفن جون قوتون فاني ٿي وڃن ٿيون ۾ ڄاڻندو تہ سندس حول ۾ قوتون جيڪي وٽس هيون سي وٽانس هميشه لاءِ وڃڻ ڪاڻ ويون جن جي هاڻي وٽس ڪابہ نشاني ۾ علامت نہ رهي آهي.

تو مباش اصلاً كمال اين ست وبس - تو در وگم شو وصال اين ست وبس

يعني: تون اصل هج ئي نہ، بس ڪماليتُ اها آهي- تون ان ۾ گم ٿي وڃ بس وصال اهوئي آهي.

پوءِ جنهن فنا ٿيل شخص جو استعداد قوي آهي تہ پوءِ ان کي هن حال کان ڇڪي مٿي آڻي ترقيءَ تي پهچائيندا ۾ پڻ هڪڙي هنڌان سير ڪرائي هن سير تي آڻيندا تہ ڪيس عروج وارا مقام حاصل ٿين پوءِ رفتي رفتي اهڙي منزل تي رسندو جتي سالڪ بي خود ٿي حق سبحانه وتعاليٰ جي حولن ۾ قوتن جو پاڻ منجهہ بنان ڪنهن اضافت ۾ نسبت جي مشاهدو ڪندو.

هن حضور جي حاصل ٿيڻ کان پوءِ هِن عالم ۾ هُن عالم جون قوتون از خود پيو ڄاڻندو ۾ پروڙيندو ۾ ان وقت "لَاحَوْلَ وَلَاقُوَّةَ اِلَّابِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ" پيو چوندو. اي سالڪ! هي ڳالهيون سڀ ڪنهن ماڻهوءَ کي سمجهہ ۾ اچڻ جهڙيون نہ آهن البت جنهن طالب جي طبيعت ڪبريت احمر يعني چقمق جهڙي هوندي سو هن حضور کي جلدي سمجهي سگهندو، تنهن ڪري تون هن حضور جي معنيٰ کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪر. جڏهن توکي هي حضور نصيب ٿئي تہ پوءِ تون ان تي مداومت ۾ هميشگي ڪر تہ پوءِ ان جي معنيٰ ۾ حقيقت وارو سج هميشه توتي اڀرندڙ ٿئي جيئن قبض توڙي بسط واري حالت ۾ حجاب وارو ڪڪر ان کي وچ ۾ آڏو نہ اچي ۾ دنيا ۾ عقبيٰ جي ظلمتن ۾ اونداهين وارن خيالن جي سببان اهو اڀرندڙ سج غائب نہ ٿئي.

بيت

هركرا آن آفتاب اين جابتافت - آنچہ وعده بود اينجا بتافت

يعني: اهو سج جنهن لاءِ هتي روشن ٿيو- اتي لاءِ جيڪو وعدو هو سو هتي پڌرو ٿيو.

اهڙي قسم وارو طالب بصيرت جو صاحب آهي جنهن پنهنجن اکين کي غير کان پوري حق سبحانه وتعاليٰ ڏانهن پٽيون ۽ کوليون آهن ۽ پڻ هن حضور جي حقيقت کي کماينبغي حاصل ڪيو آهي ته پوءِ اهڙو طالب هن عالم خواهہ هِن عالم ۾ حق سبحانه وتعاليٰ سان آهي ۽ حق سبحانہ وتعاليٰ پڻ ساڻس آهي ۽ هي سڀ ڪجهہ بي خوديءَ جو نتيجو آهي.

بيت

چون اينجابي خودي هي آورد هوش - عبارت را اشارت گفت خاموش.

يعني: جڏهن هن هنڌ تي بي خودي هوش نيو- تڏهن اشاري عبارت کي چيو تہ خاموش هج.

جڏهن سالڪ پنهنجي خوديءَ کي وڃائي بيخود ٿيندو تڏهن پاڻ کي پاڻ مان سڃاڻندو جيئن آيو آهي "مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ" يعني جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن بيشڪ پنهنجي رب کي سڃاتو- اي دوست هي مخفي معنائون ۽ ڳجهارتون سي سڀ تو منجهہ آهن پر تون انهن کي غفلت سببان سڃاڻڻ ۽ پروڙڻ کان بي نصيب ٿو رهين. تون انصاف سان نظر ڪري ڏس تہ هن بيهوديءَ دنيا جي اجاين حرصن ۽ خيالن کي پنهنجي اڻ ملائتي حياتيءَ کي ڇاجي ڪاڻ ضايع ٿو ڪرين ۽ نيٺ توکي هن فاني دنيا مان لڏي جاوداني عالم ڏانهن هلڻو آهي. اي بي سمجهہ نادان هن ناداني ۽ غفلت کي ڇڏي مردن وارا ڪم ڪر تہ مردن مان شمار ٿيئين.

بيت

مرد آن باشد کہ باشد خود شناس - مي شناسد خويش را در هر لباس.

يعني: مرد اهو آهي جو پاڻ کي سڃاڻندڙ هجي، جو پاڻ کي هر لباس ۾ پيو سڃاڻي.

پوءِ اي دوست! جيڪڏهن تون مرد آهين تہ پوءِ تون هتي ئي همت ۽ مردانگي ڪر نہ تہ پوءِ "اُولٰٓئِكَ كَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ" واري گمراهہ جماعتن مان هوندين. (يعني اهي آهن جانورن جي مثل بلڪ انهن کان بہ اهي گهڻو گمراهہ ۽ پليل آهن) داناءَ شخصن لاءِ ايتري سمجهاڻي ڪافي ۽ بس آهي جو چيو اٿن

"اَلْعَاقِلُ تَكْفِيْهِ الْاِشَارَةُ" يعني عاقل شخص کي اشارو ڪافي آهي.

بيت

من آنچہ شرط بلاغ ست با تو ميگويم - تو خواه از سخنم پند گير خواه ملال

يعني: جيڪو پيغام پهچائڻ ضروري هو سو مون تو سان بيان ڪيو. وٺي تہ منهنجي خيرخواهي واري ڳالهہ قبول ڪر، وٺي تہ منهنجي نصيحت کان نفرت ڪر.

## حضور تيرهون

### الله تعاليٰ بادشاه آهي.

ان جو حڪم عرش کان تحت الثريٰ تائين جاري ۽ هلندڙ آهي ۽ ان جو لشڪر چوڌاري تيار بيٺو آهي. اهو هڪڙن کي ذليل ۽ خوار ٿو ڪري ۽ هيٺ ٿو ڪري ۽ ٻين کي عزت ۽ شرف ڏئي مٿي ٿو ڪري. سالڪ کي گهرجي تہ هن شغل ۾ پنهنجي وجود ۽ سندس مظهر جو فڪر ڪري. ۽ پڻ هن حضور کي پنهنجي پختي يقين ۽ خيال سان اهڙو تصور ۽ فڪر ڪري جيئن دل ان سان محبت ۽ انس ۽ آرام وٺي تنهنڪري هن حضور جي فڪر کان پاڻ کي غافل نہ ڪري ۽ منهن موڙي وساري نہ وهي. ۽ پاڻ نفساني ٿوڙي شيطاني وسوسا ۽ خطرا، جي اندر ۾ ٿا اچن تن تي غيرت ۽ نفرت آڻي ۽ انهن کان هر طرح بيزار ۽ پري ٿئي، ۽ وحشت ۽ غفلت کان ٻاهر نڪري شغل سان محبت ۽ الفت ۾ اچي ۽ جنهن وقت دل ۾ اندر خطرا ۽ وسوسا پيدا ٿيڻ شروع ٿين ۽ قبض بہ غلبو ۽ زور وٺي تہ پوءِ اهڙي حال سان شغل ۾ مشغول رهڻ تمام ڏکيو ۽ مشڪل آهي، تنهن ڪري طالب کي گهرجي تہ بي همت ۽ سست ٿي ٽڪي نہ پوي بلڪ قبض ۽بسط واري حالت ۾ هميشہ هڪ جهڙو ۽ يڪسان ٿجي بلڪ ان وقت پنهنجي ڪوشش ۽ همت سان انهن خطرن ۽ وسوسن کي ٽاري ۽ دفع ڪري ۽ پنهنجي نفس کي مخاطب ٿي چوي تہ آءٌ پنهنجي هن مراد ۽ مقصد کي پهچان يا نہ تہ بہ ان جي حاصل ڪرڻ کان پاڻ کي نہ جهليندس ۽ نيت آءٌ پاڻ کي هن واٽ ۾ قربان بہ ڪري ڇڏيندس.

بيت

يابم اورا يا نيا بم جستجوئي ميكنم -حاصل آيد يا نيايد آرزوي ميكنم

آئون ان محبوب کي لهان يا نہ تہ بہ ان کي پيو ڳوليندس ۽ مراد پوري ٿئي يا نہ تہ بہ ان جي ڳولڻ جي آرزو ۽ سڌ پيو ڪندس ۽ گهرجي تہ پنهنجي ارادي ۽ همت تي چست ۽ چالاڪ ٿجي ۽ مطلب ۽ مراد جو حاصل ٿيڻ يا نہ ٿيڻ واريون هئي حالتون مٿس هڪ جهڙيون هجن ۽ هيئن پيو چئجي تہ هن راز ۽ ڳجهہ جي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجو سر ۽ جان ڏيندس يا راز کي حاصل ڪندس. هن هنڌ تي حضرت پيرسائين قدس سره الاقدس، جن طالبن جي قلب ۽ اندرکي تقويت ۽ مدد ڏيڻ لاءِ هن ريت فرمائيندا هئا.

بيت سنڌي

جيءَ جاني کي ڏي، نہ تہ موت بہ نيندوئي جيءَ کي،
اهوتان انصاف ڪر، هُوءَ چڱون ڪ رهي.
سيد چوي سر ڏني ساجن ملي تہ ڏونهين هٿ ڏي،
ڪين لهندين ڪي وري اهڙا سودا گر سپرين.

اهڙي فڪر ڪرڻ سان نفس عاجز ۽ مغلوب ٿئي ٿو ۽ ابليس پڻ نااميد ۽ پشيمان ٿو ٿئي. هن هنڌ تي طالب جي پڻ سچائي ۽ مردانگي پڌري ٿئي تي ۽ سندس همت ۽ ڪوشش اُن کي اهڙي هنڌ تي آڻي رسائيندس جو هن عالم جو وجود ۽ سندس وجود جي مظهر ۽ مظاهريت کي "لا" جي هيٺان آڻي حق سبحانہ وتعاليٰ جي وجود ۾ معدوم ۽ گم ڪري ڇڏيندس تہ هي سڀ ڪجهہ نہ آهي محض حق تعاليٰ جو وجود هو ۽ هاڻي بہ اهو آهي. ۽ هي سڀ موجودات بہ ان جي هستيءَ ۾ گم ٿيل آهي ۽ ان وقت سندس فڪر ۾ پاڻ ۽ حق تعاليٰ خودبخود قائم ۽ خودبخود باقي آهن ۽ سالڪ جڏهن هن مقام تي پهچي ٿو پوءِ پنهنجي هستيءَ ۽ مظهريت وارو لباس لاهي حق سبحانہ وتعاليٰ جي وجود ۽ ان جي مظهريت وارو لباس ڪلهن تي پهري ٿو ان وقت محض مالڪ الملڪ جو وجود باقي رهيو آهي جنهن جو حڪم عرش عظيم کان وٺي زمين جي تحت الثريٰ تائين هلي ٿو ۽ پڻ ان جا خاص لشڪر مقرر آهن جي

سندس چوگرد بيٺا آهن. پوءِ اهي مالڪ الملڪ جي حڪم سان هڪڙن کي هيٺ ڪن ٿا ۽ ٻين کي مٿي. هي هيٺ مٿي ڪرڻ وارا ڪم جي اهي باطن (١) کان ظهور ۾ عمل ڪن ٿا ۽ وري ظهور کان باطن ۾ سي سڀ انهن کي سونپيل آهن. جڏهن بہ طالب پنهنجي وجود وارا ملڪ ۽ ان سان گڏ ٻيو سمورو سامان حقيقي بادشاه ملڪ الجبار جي خدمت ۾ عرض رکي هن ريت چوندو

بيت

نياوردم از خانہ چيزي نخست - تودادي همہ چيز من چيز تست

يعني: مون منډ کان ئي پنهنجي گهران ڪا بہ شيءِ نہ آندي آهي - تو ڏنو آهي منهنجيون سڀ شيون تنهنجيون آهن.

اهڙي حال ۾ اچڻ کان پوءِ الله تعاليٰ سالڪ واري وجود جي عوض پنهنجو وجود ان کي انعام طور بخشي ٿو ۽ ان جي ڏنل سامان جي عوض ۾ عرش کان وٺي تحت الثريٰ تائين حڪم هلائڻ لاءِ سمورو متعين لشڪر ان جي تصرف ۽ قبضي ۾ ڏئي ٿو. هن هنڌ تي حضرت پير سائين قدس الله سره الاقدس جن هي نقل بيان فرمائيندا هئا. نقل - "هڪڙو بادشاه هوندو هو جو سال بہ سال ۽ سڀ ڪنهن وره ۾ پنهنجو خزانون آٽي ٻاهر ميدان ۾ رکندو هو ۽ پنهنجن مڙني ٻانهن ۽ ٻانهين کي امر ڪندو هو تہ اوهان کي جيڪي گهرجي ۽ ڪپي سو هن خزاني واري مال مان کڻو ۽ لئيو. پوءِ جنهن کي جيتري گهرج هئي اوترو هرهڪ پئي کنيو، اهو سلسلو ڪيترن سالن کان ائين ئي پيو هلندو هو، ۽ بادشاه پنهنجن ٻانهين ۽ غلامن کي پيو چوندو هو تہ جنهن کي جيترو ڪپي سوهن ڍِڳ مان کڻي. پوءِ هر ڪنهن خزاني مان پئي کنيو ۽ لئيو. مگر انهن مان هڪڙي ٻانهي اهڙي هئي جو ان خزاني واري

---

(١) باطن مان مراد عالم امر آهي، جتان حڪم تين ٿا جي عالم خلق ۾ پڌرا ٿين ٿا. باطن مان مراد آهي تہ ڪو شخص اڄ فقير ۽ مسڪين آهي پر ان غيب واري لشڪر جي مدد سان، اهو سڀاڻي خوش حال ۽ آسودو ٿي سگهي ٿو ۽ اڄ جيڪڏهن ڪو بادشاه آهي يا دولتمند آهي تہ وري غيبي لشڪر جي حڪم سان بادشاه فقير يا قيدي ٿي سگهي ٿو ۽ دولتمند ڪنگال ٿي سگهي ٿو (مترجم)

مال مان ڪُڻ ڪانہ ويندي هئي ۽ بادشاه جي حضور ۾ ائين ئي وينئي هوندي هئي. بادشاه ان ٻانهي کي ڏسي چيو تہ توکي بہ جيڪي کپي سو ڪڻ. ٻانهي بادشاه جي اڳيان پنهنجا ٻئي هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيو تہ اي بادشاه سلامت منهنجي لاءِ تون هڪڙو بس آهين ۽ مون کي خزاني جي پيسن ۽ سون جي گهرج ڪانهي بادشاه ٻانهي جي سچائي وارو حال ڏسي چيو تہ آ ئون ۽ سيئي غلام ۽ ٻانهيون تنهنجي ملڪ آهيون. اي طالب صادق تون ان ٻانهي جي همت ۽ سچائي ڏس جنهن پنهنجي بادشاه کان سواءِ ٻئي ڪنهن مال ۽ متاع کي پسند ۽ قبول نہ ڪيو نہ ڪي خزاني ڏانهن اک کڻي نهاريائين تہ پوءِ ڪيس ڪهڙو نہ چڱو انعام ۽ اڪرام عطا ٿيو. پوءِ توکي گهرجي تہ هن ڳالهہ کي دل جو ڌيان رکي سمجهہ. الله تعاليٰ ڪافي ۽ بس آهي ۽ باقي ٻيو سڀ هوس آهي. ديوان يتيم وارو چوي ٿو:

بيت

خود را بباختيم خدا را بيافتيم - ڪس راوقوف نيست ز سوداي ما

يعني: جڏهن پاڻ کي وڃايوسون تہ پوءِ خدا کي لڌوسون. هن اسان جي سودي ۽ نفعي جي ڪنهن بہ ماڻهون کي خبر ۽ واقفيت نہ آهي. ۽ پڻ هن جاءِ تي مراد فقير زنگيجي سرائڪي زبان ۾ هن طرح چيو آهي:

نيڻ سوداگر، سودا دلبر، عشق دلال ڪيتوسي -
سيو سودي وچ، تن من مال ڏتوسي -
مليا دوست دل گهريا، سودا ساب پيو سي -
پر رب سبب مراد ڪيتا جو ڪک ڏي لک گڏوسي -

يعني سودي واري شيءِ محبوب ۽ اکيون ان لاءِ خريدار ۽ سوداگر ٿيون. پوءِ ان محبوب ۽ معشوق جي خريد ڪرڻ لاءِ عشق کي دلال ڪيون سون ۽ خريدي ۾ پنهنجو تن ۽ من ۽ سمورو مال ڏنوسون، پوءِ دل گهريو محبوب ۽ دوست مليو ۽ سودو ۽ واپار مطلب وارو حاصل ٿيو. پر رب سائين مراد جو ڪٺي سبب پيدا ڪيو، جو تن ۽ من ۽ مال ڪک جي برابر آهن سي ڏيئي لکن جهڙو محبوب ۽ معشوق هٿ ڪيوسون. اي منهنجا دل گهريا دوست

اگرچہ حقيقت ۾ ساري عالم تي حضرت حق سبحانہ جو ڪلي تصرف آهي پر عارف جڏهن هن مڪان تي پهچن ٿا تڏهن اهي ذات پاڪ جي بقا واري تصرف سان هن عالم ۾ متصرف ٿين ٿا ۽ اهو تصرف اهڙن عارفن کي حاصل آهي جيڪي ان جا اهل آهن، جن تي اها حقيقت روشن ۽ پڌري ٿيل آهي. ۽ هين عام ماڻهن کي هن ڳالهہ جي ڪهڙي خبر.

واه جو هي بيت ڪنهن چوڻ واري چيو آهي:

رباعي

ما هيچ نيستيم جملہ مائيم - گہ چو مگس گہ چو همائيم،

ما سلطان حقيقتيم اما - در ڪسوت آب وگل گدائيم.

يعني: اسين ڪي بہ ناهيون جملي اسين آهيون. ڪنهن وقت مک جي مثل آهيون ۽ ڪنهن وقت هما پکي جهڙا آهيون (٢) حقيقت ۾ اسين بادشاه آهيون. پر پاڻي ۽ مٽي واري لباس ۾ گدا آهيون. ۽پڻ هئي ڪنهن راز واري عارف چيو آهي.

بيت

درميان عارفان اين سرپنهان يا فتيم

هر ڪرامن جستہ بودم عين خود را يافتيم

يعني: هن لڪل ڳجهہ کي عارفن جي مجلس ۾ لڌم. مون جنهن کي پئي ڳوليو سو بہ جنسي پاڻ کي لڌم.

هن حضور ۾ اسرارن ۽ رازن واريون حقيقتون ظاهر ٿيون آهن جو اهي تمام اونهان ۽ لڪل آهن جي عام جي سمجهہ کان گهڻون مٿي آهن. البت اهي عارف جي ڪامل ۽ مڪمل آهن ۽ پڻ سلوڪ جي گسن ۽ پيچرن جا واقف آهن سي هن راز ۽ اسرار کي سمجهن ۽ ڄاڻن ٿا. هن حضور کي هن هنڌ تي ختم ڪري بس ڪريان ٿو ۽ دانا شخص ۽ سياڻن لاءِ ايترو ڪافي آهي.

## حضور چوڏهون

### الله تعاليٰ جا نوانوي نالا

سالڪ کي گهرجي تہ پاڻ کي "تَخَلَّقُوْا بِاَخْلَاقِ اللهِ" جي خلقن ۽ زيورن سان سينگاري ۽ سنواري ڇاڪاڻ تہ سڀ ڪنهن

اسم جو تعلق پنهنجي مسميٰ سان هوندو آهي جن جو تعلق عالم ارواح ۽ عالم اجساد ۽ عالم ملڪ ۽ ملڪوت وارن سان آهي. پوءِ گهرجي تہ پنهنجي دل ۾ انهن اسمن جو چڱي طرح فڪر ڪري، تان تہ انهن اسمن جي ڪيفيت ۽ حال پاڻ منجهہ سمجهي ۽ ڄاڻي. ۽ هن حضور جي حاصل ڪرڻ واسطي رات توڙي ڏينهن بي قرار ۽ بي آرام ٿي، گهڻي ڪوشش ۽ سعيي سان مشغول رهڻ گهرجي ۽ پاڻ کي هنن اسمن سڀورن جي فڪر ۾ گرفتار ۽ ورتل ڪري ۽ پڻ هن فڪر جو اثر سندس فطري طبيعت ان وقت قبول ڪندي، جنهن وقت سالڪ پاڻ منجهان ما سويٰ جي خطرن ۽ وسوسن کي پنهنجي دل مان ڪڍي ۽ خالي ڪندو. ان ڪان پوءِ فڪر مان لذت ۽ محبت اهڙي حاصل ٿينديس جهڙي طرح ماءُ پنهنجي کير ڏائيندڙ ٻار سان لذت ۽ انس وٺي ٿي. ۽ پاڻ خطرن ۽ وسوسن ڪان اهڙي نفرت پئي ايندس جيئن ماءُ کي ڏاريي ٻار کي کير پيارڻ ڪان وحشت اچي ٿي. جڏهن سالڪ جي اندر شغل جي صورت پيدا ٿي تہ پوءِ ان مان اسم واري حقيقت ڳوليندو ۽ وري اسم مان مسميٰ جي حقيقت پروڙڻ ڏانهن متوجہ ٿيندو. اهڙي طرح هڪڙي ڏاڪي تان چڙهي ٻئي ڏاڪي ڏانهن قدم وڌائيندو رهندو. ۽ مسميٰ جي حقيقت کي پيو ڳوليندو ۽ واٽ تي ويهڻ ۽ ترسڻ نہ ايندس.

بيت

ٿڙ وٺي تان هرگز، ناحق ڏار مَ ڏور،
لڳي لڙہ لامن جي، پورا من مَ پور،
سوئي صاحب سور، جيڏانهن عالم آسرو.

طالب کي گهرجي تہ هن حضور جي شغل ۾ پنهنجي وجود کي پوري محبت ۽ عشق سان اهڙو ساڙي ۽ ٻاري ڇڏي جو اهي اسم مسميٰ ۾ محو ٿي وڃن جيئن سندس هستيءَ جو ڪوبہ نالو ۽ نشان باقي نہ رهي. جڏهن اهڙي محويت ۽ گمشدگي حاصل ٿيندي تہ پوءِ کيس حق سبحانہ وتعالىٰ جي وجود واري خلعت سان مشرف ٿي وري هن عالم ڏانهن موٽائي آڻيندس تہ پوءِ جيئن

"تَخَلَّقُوْا بِاَخْلَاقِ اللّٰهِ" وارن خلقن جي قبا سندس بت جي قد تي برابر ۽ پوري ٿي اچي، ۽ ان وقت الله تعاليٰ جي نورانيت وارن نالن سڀني سان ساري عالم کي "تعلق ۽ تخلق ۽ تعبد" سان روشن ۽ منور ڪندو ۽ سموري خلق ان جي فائدن مان پنهنجو نصيب ۽ ڀاڳون حاصل ڪندي. پوءِ جيڪو اسم سندس خلقن جي حقيقت وارو لائق هوندو سو منجهس تجلي ڪندو ۽ ان جو تصرف عالم امر ۽ عالم خلق ۾ ظاهر ۽ پڌرو ٿيندو ۽ مڙني کي پنهنجي قبضي ۾ قابو ڪندو. ۽ پڻ خلقن جي ظاهر ٿيڻ وقت نيون نيون تجليون پيون ظاهر ٿينديون ۽ سڀ ڪنهن وجود کي حصي آهر فائدو بخش ڪندو. جيئن ته ڪنهن وقت غضب ۽ قهر واري تجلي ظاهر ٿيندي ۽ ڪنهن وقت رحم ۽ ڪرم واري ۽ اهڙي طرح ڪنهن وقت صبر ۽ شڪر واري. اهڙي طرح هنن اسمن مبارڪن مان سڀ ڪنهن اسم جي تجلي جدا جدا وقتن ۽ حالتن موافق منجهس تجليون پيون ايندڀون جيئن ان باب ۾ "ثَمَرَةُ الْحَيٰوٰةِ" جو صاحب پنهنجي انهي ڪتاب ۾ هڪڙو نقل آندو آهي ته هڪڙ وعارف هو جو الهي اسرارن مان واقف هو تنهن اهل ظاهر واري قاري جي پٺيان سهماڻيءَ جي نماز تي پڙهي ۽ قاري جڏهن قرات ۾ هن آيت، "هُوَ اللّٰهُ الَّذِيْ لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ هُوَ اللّٰهُ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْمَلِكُ الْقُدُّوْسُ السَّلَامُ الْمُؤْمِنُ الْمُهَيْمِنُ الْعَزِيْزُ الْجَبَّارُ" (يعني: اهو الله ئي آهي جو ان جي وجود کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو وجود باقي نه آهي اهو غائب خواه حاضر کي ڄاڻي ٿو اهو ٻاجهارو ۽ گهڻي ٻاجه وارو آهي. اهو الله آهي جو ان کان سواءِ ٻيو ڪو معبود ڪونهي اهو بادشاه سڀني عيبن کان نهايت پاڪ آهي چوٽڪاري وارو ۽ سڀني پاسن جو نگهبان ۽ غالب ۽ ڏاڍي زور وارو آهي) تي پهتو ۽ اهو عارف ان نماز ۾ مسبوق يعني شروع کان وني نماز ۾ شريڪ هو ۽ انهن آيتن جي سڀ ڪنهن اسم سڳوري جي حقيقت وارين صفتن سان رڱيل هو ان سببان انهن اسمن سڳورن جون تجليون مٿس ظاهر ٿيڻ لڳيون ۽ جڏهن قاري "جَبَّارُ" واري اسم تي آيو تڏهن ان اسم جي تجلي واري حقيقت

عارف تي غلبو آندو ۽ "جَبَّارِيَّتَ" جي شعلي وارو نور عارف جي دل مان نڪري قاري تي آيو ۽ قارِي ان اسم جي تجلي جو تاب جهلي نہ سگهيو سو بي وس ۽ بي اختيار ٿي ڪعبه کان منهن ڦيرائي ان عارف ڏانهن منهن ڪري ان جي اڳيان مٿو رکي سجدو ڪيائين.

بيت

تابر رخ زيبائي تو افتاد زاهد را نظر - تسبيح زهدش يڪطرف مانده مصلي يڪطرف

جڏهن زاهد جي نظر تنهنجي سهڻي منهن ۽ صورت تي پئي تڏهن سندس زهد واري تسبيح هڪڙي پاسي تہ مصلو وري ٻي طرف رهيو.

اي دوست تخلق اهڙو گهرجي باقي رڳو اسمن جي ڳڻڻ ۽ پڙهڻ مان فائدو هٿ نہ ايندو ۽ پڻ هي ڳالهہ آشڪار ۽ پڌري آهي تہ ڪنهن بہ شيءِ جو قُل ۽ مراد سواءِ محنت ۽ تڪليف جي حاصل نٿو ٿئي. ۽ پڻ گهڻن سالڪن ۽ طالبن هن واٽ ۾ پنهنجيون گردنون ۽ جانيون قربان ڪري ڇڏيون آهن ۽ پنهنجي جگر جو رت ۽ سر ڏيئي پوءِ اهو سر ۽ راز حاصل ڪيو اٿن. اي دوست! تون بہ جيستائين هن ڳجهہ ۽ راز لهڻ واري واٽ ۾ پنهنجو سر نہ ڏيندين تيستائين هن سر ۽ راز کي نہ لهندين.

بيت سنڌي

سر ڏيئي سٽ جوڙ ڪنهن پت ڪلالن سين،
مرڻا منهن مَ موڙ وٺي تي وڌ لهي.

اي منهنجا دوست! سچي طالب کي گهرجي تہ هتي جان ۽ جگر جي بازي لڳائي پنهنجي محبوب کي هٿ ڪري..

بيت

جان بجانان ده وگرنہ از تو بستاند اجل - خود تو منصف باش، اين نڪو يا آن نڪو

يعني: محبوبن ۽ معشوقن کي تون پنهنجي جان ڏي نہ تہ اجل يعني موت پاڻهين ساه قبض ڪندو پوءِ تون انصاف ڪر تہ هي ڪم چڱون يا هو ڪم چڱون. اي منهنجا ياءُ هي مقام انهن شخصن جي لاءِ آهي جيڪي پنهنجي جگر جو خون پي محنتون ۽ مشقتون ڪدين تا ۽ پڻ پيا، اهي جن جي اندر مان درد ۽ سوز

واريون آهون نڪرن ٿيون ۽ جيڪڏهن اهڙي حال وارا نہ آهن تہ پوءِ انهن لاءِ هي مقام نہ آهي.

بيت

عشق آسان نيست جانان کہ بمژگان کندن ست-کشتي کاغذ ميان قعر دريا بردن ست

يعني: اي دوست عشق آسان ۽ سولو نہ آهي ڇاڪاڻ تہ اکين جي پنبڙين سان ڏونگر لتاڙڻا آهن ۽ نہ ڪاغذ واري ٻيڙي آهي جو اونهي درياءَ جي وچان پار لنگهي ويندي، ۽ پڻ ٻئي ڪنهن بزرگ چيو آهي:

بيت

دار را معراج مي خوانند سرداران عشق
زاين سبب هر بوالهوس کے برسر دار آرند

يعني: عشق جا سردار (يعني عاشق) ڦاهي کي معراج ٿا چون. انهيءَ ڪري سيڪنهن سڏڙيي ۽ بوالهوس کي ڦاهي مٿي ڪيئن آڻين.

جڏهن هن حضور ۽ الله تعاليٰ جي اسمن سڀني جي تعلق ۽ تخلق جو ذڪر ۽ بيان آهي تڏهن طالب کي گهرجي تہ الله تعاليٰ جي اسمن مان پاڻ منجهہ تعلق ۽ تخلق ۽ تعبد پيدا ڪري ۽ انهن کي سڃاڻي تہ پوءِ اهي سڀئي مرتبا پنهنجي وجود ۾ بنان ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي ڪشف عياني سان مشاهدو تہ ڪندو خود پاڻ آهي جو مڙئي لباس پائي ۽ ڍڪي اچي هن مقام تي پهتو آهي.

بيت

آن بادشاه اعظم دربستہ بود محکم - پوشيده دلق آدم ناگاه بر درآمد

يعني: ان وڏي بادشاه جو در جيڪو محڪم بند ٿيل هو. سو انساني لباس واري گودڙي پائي اوچتو دروازي کان ٻاهر آيو، ۽ پڻ هن هنڌ هي حديث "اِنَّ اللهَ خَلَقَ آدَمَ عَلٰي صُوْرَتِهٖ" (يعني: تحقيق خلقيو الله آدم کي پنهنجي صورت تي) تائيد ٿي ڪري. هن مقام تي اچڻ کان پوءِ ٻانهي جي وجود واري صورت الله تعاليٰ جي وجود سان مثيل ٿئي ٿي. ۽ پڻ ٻانهي جو تعلق ۽ تخلق ۽ تعبد سڀ ان

جي تعلق ۽ تخلق ۽ تعبد ۾ مثيل تين ٿا. اهڙي قسم وارو ٻانهون ڪبريت احمر يعني پارس آهي. پوءِ ان ٻانهي جو ڳالهائڻ دوا آهي ۽ ان جو نظرڪرڻ ۽ ڏسڻ بيمار طبيعتن لاءِ شفا آهي ۽ ان جي صحبت ۽ مجلس مئل دلين کي جيارينڌڙ آهي.

رباعي

صحبت ايشان خاک را اکسير کرد -لطف شان در هر دل تاثير کرد
هر ڪہ با ايشان نشيند يک مي – روز محشر او کجا دارد غمي

يعني: (١) انهن ڪاملن جي صحبت مٽيءَ کي پارس ڪري ڇڏيو ۽ انهن جي لطفن ۽ مهربانين هر هڪ ماڻهو جي دل ۾ اثر ڪيو. (٢) جيڪو انهن سان هڪڙي گهڙي يا ساعت صحبت ۾ ويٺو تہ ان کي قيامت جي ڏينهن ڪان ڪهڙو غم رهندو. اي دوست! هي سڀ عشق ۽ محبت جو شور ۽ غلبو آهي جنهن اهڙن اسرارن ۽ راز وارين ڳالهين کي هن عالم جي ميدان ۾ آڻي پڌرو ۽ ظاهر ڪيو. هن هنڌ تي شاه عبداللطيف ڀٽ واري قدس سره ڪهڙو نہ چڱون چيو آهي:

بيت

مون تان گهڻون لڪايو پر ورئڻ ڪيو روشن،
رسيو ريذا لن ڪي زرديءَ منجهان ظن،
ويري مون ورن جن ڳالهہ ٻڌائي ڳجهہ جي.

خليفہ محمود رحمة الله عليہ جن فرمائين ٿا تہ جڏهن هن مقام تي پهتاسون تڏهن عشق ڏاڍو زور ۽ غلبو آندو ۽ عقل جو اثاث البيت يعني گهر جو اسباب ۽ سامان جيڪو هو سو سڀ عشق لٽي ۽ ڦري ڪٽي ويو. پوءِ اسان کي جيتري چوڻ ۽ ٻڌائڻ جي ضرورت ۽ گهرج هئي سا بيان ڪري ٻڌائي سون، نہ تہ هي ڳالهيون ظاهر ڪرڻ جهڙيون نہ آهن ڇاڪاڻ تہ محققن ۽ ڪاملن جو چوڻ آهي تہ "اِظْهَارُ الْاِسْرَارِ كُفْرٌ" يعني اسرارن ۽ رازن کي پڌرو ڪرڻ ڪفر آهي، ۽ پڻ حديث شريف ۾ آيو آهي تہ "تَكَلِّمُوا النَّاسَ عَلىٰ قَدْرِ عُقُوْلِهِمْ" يعني ماڻهن سان سندن عقل ۽ سمجهہ اهر گفتگو ۽ ڪلام ڪريو. اي طالب تون بلند همت ۽ هشيار ٿي ۽

هي جيڪي بيان ٿيو آهي سو سڀ توکي فائدي ڏيڻ واسطي ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته هي سيئي طالبن جي طلب لاءِ آهن جن کي هن واٽ ۾ ڏوري پنڌ ڪرڻون آهي ۽ جيڪڏهن اهي طلب واري واٽ ۾ پنڌ نه ڪندا ۽ نه هلندا ته پوءِ پاڻ کي حق سبحانه وتعاليٰ جي پهتل جماعت وارن مان نه پائيندن. بلڪ اهي مخنثن ۽ بيهودن واري جماعت منجهان آهن.

قطعه

ايدل بہ هوس برسر کاري نه رسي -تا غم نخوري بہ غمگساري نرسي
تا خاک ترا کوزه نسازند گلالان - هرگز بہ لب لعل نگاري نرسي
تاشانہ صفت تن ندهي در اره - هرگز بہ سرزلف نگاري نرسي
تا همچو حنا سوده نگر بہ تہ سنگ - هر گز بکف پائي نگاري نرسي

(١) اي دل رڳو سڌن ۽ هوس سان مقصد واري ڪم کي نه رسندين -جيستائين ڏک ۽ غم نه کائيندين تيستائين هڏڏوکين ۽ همدردن کي نه رسندين (٢) مٽيءَ و انگر جيستائين توکي ڪنيار ڪوزو يعني ڪونرو ڪري نه ٺاهيندا تيستائين محبوبن جي ڳاڙهن چپن تي ڪڏهن به نه پهچندين (٣) ڦڻي وانگر جيستائين پنهنجو جسم ڪرٽ هيٺان نه ڏيندين تيستائين معشوقن جي زلفن تي نه پهچندين (۴) جيستائين ميندي وانگر جنڊ جي هيٺان پاڻ کي نه پيسائيندين تيستائين معشوقن ۽ محبوبن جي پيرن کي نه رسندين.

حضرت خليفي صاحب جن هن حضور کي ختم ڪرڻ وقت لکن ٿا ته هن رسالي ۾ فقط الله تعاليٰ جا نوانوي نالا مجمل طرح آندا اٿم انهن جي تعلق ۽ تخلق ۽ تعبد جو تفصيل ۽ شرح منهنجي مرشد قدس سره جن جي جوڙيل شرح "اسماءِ حسنيٰ" ۾ بيان ٿيل آهي تنهن کي مطالع ڪريو (١)

---

(١) اسماءُ حسنيٰ جي شرح جيڪا حضرت پير سائين روضي ڌڻي رضي الله تعاليٰ عنه فارسيءَ ۾ لکي آهي، ان جو ترجمو الڳ ڪتابي صورت ۾ ڇپجي رهيو آهي.

الله تعاليٰ جا نوانوي نالا هن طرح آهن:

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ١ اَللّٰهُ | ٢ اَلرَّحۡمٰنُ | ٣ اَلرَّحِيۡمُ | ٤ اَلۡمَلِكُ | ٥ اَلۡقُدُّوۡسُ |
| ٦ اَلسَّلَامُ | ٧ اَلۡمُؤۡمِنُ | ٨ اَلۡمُهَيۡمِنُ | ٩ اَلۡعَزِيۡزُ | ١٠ اَلۡجَبَّارُ |
| ١١ اَلۡمُتَكَبِّرُ | ١٢ اَلۡخَالِقُ | ١٣ اَلۡبَارِئُ | ١٤ اَلۡمُصَوِّرُ | ١٥ اَلۡغَفَّارُ |
| ١٦ اَلۡقَهَّارُ | ١٧ اَلۡوَهَّابُ | ١٨ اَلرَّازِقُ | ١٩ اَلۡفَتَّاحُ | ٢٠ اَلۡعَلِيۡمُ |
| ٢١ اَلۡقَابِضُ | ٢٢ اَلۡبَاسِطُ | ٢٣ اَلۡخَافِضُ | ٢٤ اَلرَّافِعُ | ٢٥ اَلۡمُعِزُّ |
| ٢٦ اَلۡمُذِلُّ | ٢٧ اَلسَّمِيۡعُ | ٢٨ اَلۡبَصِيۡرُ | ٢٩ اَلۡحَكَمُ | ٣٠ اَلۡعَدۡلُ |
| ٣١ اَللَّطِيۡفُ | ٣٢ اَلۡخَبِيۡرُ | ٣٣ اَلۡحَلِيۡمُ | ٣٤ اَلۡعَظِيۡمُ | ٣٥ اَلۡغَفُوۡرُ |
| ٣٦ اَلشَّكُوۡرُ | ٣٧ اَلۡعَلِيُّ | ٣٨ اَلۡكَبِيۡرُ | ٣٩ اَلۡحَفِيۡظُ | ٤٠ اَلۡمُقِيۡتُ |
| ٤١ اَلۡحَسِيۡبُ | ٤٢ اَلۡجَلِيۡلُ | ٤٣ اَلۡكَرِيۡمُ | ٤٤ اَلرَّقِيۡبُ | ٤٥ اَلۡمُجِيۡبُ |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ٤٦ | ٤٧ | ٤٨ | ٤٩ | ٥٠ |
| الْوَاسِعُ | الْحَكِيْمُ | الْوُدُوْدُ | الْمَجِيْدُ | الْبَاعِثُ |
| ٥١ | ٥٢ | ٥٣ | ٥٤ | ٥٥ |
| الشَّهِيْدُ | الْحَقُّ | الْوَكِيْلُ | الْقَوِيُّ | الْمَتِيْنُ |
| ٥٦ | ٥٧ | ٥٨ | ٥٩ | ٦٠ |
| الْوَلِيُّ | الْحَمِيْدُ | الْمُحْصِي | الْمُبْدِئُ | الْمُعِيْدُ |
| ٦١ | ٦٢ | ٦٣ | ٦٤ | ٦٥ |
| الْمُحْيِي | الْمُمِيْتُ | الْحَيُّ | الْقَيُّوْمُ | الْوَاجِدُ |
| ٦٦ | ٦٧ | ٦٨ | ٦٩ | ٧٠ |
| الْمَاجِدُ | الْوَاحِدُ | الصَّمَدُ | الْقَادِرُ | الْمُقْتَدِرُ |
| ٧١ | ٧٢ | ٧٣ | ٧٤ | ٧٥ |
| الْمُقَدِّمُ | الْمُؤَخِّرُ | الْاَوَّلُ | اَلْآخِرُ | اَلظَّاهِرُ |
| ٧٦ | ٧٧ | ٧٨ | ٧٩ | ٨٠ |
| اَلْبَاطِنُ | اَلْوَالِيْ | اَلْمُتَعَالِ | اَلْبَرُّ | اَلتَّوَّابُ |
| ٨١ | ٨٢ | ٨٣ | ٨٤ | ٨٥ |
| اَلْمُنْتَقِمُ | اَلْعَفُوُّ | اَلرَّؤُوْفُ | مَالِكُ الْمُلْكِ | ذُوالْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ |
| ٨٦ | ٨٧ | ٨٨ | ٨٩ | ٩٠ |
| اَلْمُقْسِطُ | اَلْجَامِعُ | اَلْغَنِيُّ | اَلْمُغْنِيْ | اَلْمَانِعُ |
| ٩١ | ٩٢ | ٩٣ | ٩٤ | ٩٥ |
| الضَّارُّ | النَّافِعُ | النُّوْرُ | اَلْهَادِيْ | اَلْبَدِيْعُ |
| ٩٦ | ٩٧ | ٩٨ | ٩٩ | |
| اَلْبَاقِيْ | اَلْوَارِثُ | الرَّشِيْدُ | اَلصَّبُوْرُ | |

# حضور پندرهون

## فنا في الشيخ (مرشد جي صحبت جو فڪر ۽ تصور)

يعني: مرشد سڳوري جي (صورت) صحبت جو فڪر ڪرڻ پوءِ اهو قادري طريقي جو هجي يا نقشبندي، سالڪ کي گهرجي تہ اول اول هن حضور ۾ مرشد جي صورت (صحبت) جو فڪر ۽ تصور اهڙو ڪري جيئن پنهنجي وجود کي مرشد جي حقيقت ۽ صورت ۾ محو ۽ معدوم ڪري ۽ محويت ۽ فنائيت اهڙي هجي جو سندس وجود جي جاءِ تي مرشد وارو وجود هجي ۽ سندس حقيقت جي جاءِ تي مرشد جي حقيقت رهي ۽ پاڻ کي وچ ۾ نہ ڄاڻي. ائين ڪرڻ سان پاڻ ۾ مرشد جي سيني ڪماليتن وارين حقيقتن کي ڪلي يا جزئي پاڻهي پاڻ ۾ لهندو. پوءِ هن صورت ۽ حقيقت سان متي اچي پاڻ سڳورن ﷺ ۽ طريقت جي پنهنجن مرشدن سڳورن جي صورت ۽ حقيقت جو تصور ڪري ۽ گهڻي همت ۽ ڪامل تصور سان پنهنجي صورت ۽ حقيقت پاڻ سڳورن جي مبارڪ صورت سان ڳنڍيل تئي جيئن سندن صورت مبارڪ ۽ حقيقت متس پڌري تئي ۽ اهڙي طرح مرشدن جي صورت ۽ حقيقت جو پاڻ ۾ تصور ڪري جيئن ظلي ۽ اصلي ڪماليتن سان انهن جي حقيقت کي لهي ۽ پڻ انهن جا مشرب ۽ مذهب ۽ انهن جا اسم ۽ تعلق ۽ امڪان ۽ وجوب ۽ صفتون ۽ شيونن جا ۽ مرتبن مٿان مرتبو جن جو انساني حقيقت جي لڪل اسرارن ۾ گجهن سان تعلق رکن ٿيون سي سڀ پاڻ ۾ لهي ۽ پڻ پنهنجي استعداد موجب هر هڪ جذبي ۽ سلوڪ جي واٽ حاصل ڪري ان کان پوءِ "احديت" ڏانهن متوجهہ ٿئي ۽ ان هنڌ مشاهدو ڪري ڏسندو تہ هي سيئي ڪڙيا ۽ ڪيسون آهن جي "احديت" واري درياءَ مان جاري پيون ٿين جي وري اچيو ساڳئي ان درياءَ ۾ پون. ۽ ان هنڌ عالم خلق ۽ عالم امر جي سيني فردن جي حقيقتن جو چڱي طرح مشاهدو ڪندو تہ اهي عالم امر کان رنگارنگي لباس ڍڪي هن عالم خلق ۾ آيا آهن. ۽ پاڻ تي هي ۽ هو جو نالو رکايو اٿن ۽

درحقيقت انهن سيني جو وجود هڪڙو آهي جو معنيٰ سان صورت ڏي آيو ۽ صورت کان معنيٰ ڏي.

بيت

کسوت ديگر بپوشد جلوه ديگر کند - مظهر ديگر نمايد بهر اظهار کرد.

يعني: جڏهن وڳو ٻيو ڍکي ته جلوو ٻيو ڪري - پڌري ڪرڻ لاءِ مظهر ٻيو ڏيکاري.

جڏهن مشاهدي ۾ ڏٺئي ۽ معلوم ڪيئي ۽ گوش يعني ڪن کي هنن اسرارن کي پوش ڪر يعني ظاهر نه ڪر.

بيت سنڌي

صورت ليکي هت معنيٰ ليکي ماروئين،
عمر منهنجي چت اوطاقون ترن ۾.

اهڙي قسم جا عارف ظاهر ۾ خلق سان گڏ آهن ۽ باطن ۾ حق سبحانه وتعاليٰ سان ۽ نه انهن کي حق سبحانه وتعاليٰ جو حجاب خلق کان مانع آهي ۽ نکي خلق جو حجاب حق سبحانه وتعاليٰ سان هئڻ مانع آهي. جڏهن هن مقام تي سالڪ جو سير رسي ٿو، پوءِ اهو ڪائن ۽ بائن آهي. ڪائن يعني حق سان هوندڙ آهي ۽ بائن يعني خلق سان گڏ هوندڙ آهي . (غرض ته سالڪ کي انهن ٻنهي حالتن ۾ ڪنهن به قسم جو حجاب حق سبحانه وتعاليٰ سان هئڻ ۾ مانع نه آهي) هن شغل جي ذڪر جو تفصيل وڏو آهي ۽ هتي مجمل طرح آندو ويو آهي ۽ جيڪڏهن ان جو تفصيل سان، جدا جدا بيان ڪجي ته جيڪر رسالو وڏو ڪتاب ٿي پوي. انهيءَ سببان اختصار کي پسند ڪيم. جيئن ته ان جي خرار مان هڪ لپ ڪڻڻ سان جنس جي خبر پئجي وڃي ٿي. جيڪڏهن طالب سچي دل وارو آهي ته هن مختصر مضمون واري عبارت مان شغل وارو مقصد ۽ مراد سگهو حاصل ڪندو. پر هتي عالي همت ۽ بلند فطرت ۽ ذاتي عشق ۽ محبت جي زيورن سان سينگاريل طالب هجي ۽ جنهن پاڻ کي گهڻي ڪوشش ۽ همت سان آراسته ڪيو هجي چاڪاڻ ته تيز ۽ تکو گهوڙو پنهنجي تکائي ۽ تيزيءَ جي همت سبب ٿورڙي ئي مدت ۾ پنهنجي منزل مقصود تي پهچي

تو. پوءِ جيڪڏهن سالڪ جو استعداد ڪماليت سان آهي تہ پوءِ هي سيئي اسرار "فنا في الشيخ" منجهہ حاصل ٿيندس ۽ پنهنجي مراد ۽ مقصد کي رسندو ۽ اهو رسڻ بلند همت ڪامل سان آهي.

بيت

همت بلند بايد عشاق مست مي را- مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

يعني: شراب پياڪ عاشق مست کي وڏي همت گهرجي گهٽ همت وارو ماڻهون عاشقن ۾ نہ سمائجي ۽ هي نعمت انهن بي همتن واسطي نہ آهي ۽ انهن جو مثال ان وڻ جي پاڇولي جهڙو آهي جو ان کي هڪڙي هنڌ تي جتاءُ نہ آهي، ڪنهن وقت اهو پاڇولو هن طرف آهي تہ ڪنهن وقت ٻئي پاسي. يا تہ حيوانن وانگر آهن جي اهي محض کائڻ پيئڻ ۾ مشغول آهن اهڙن شخصن جي شان ۾ حق تعالىٰ فرمايو آهي تہ "اُولٰئِکَ کَالْاَنْعَامِ بَلْ هُمْ اَضَلُّ سَبِيْلاً" يعني اهي چوپاين جهڙا آهن. بلڪ اهي انهن کان بہ رستي کان گهٽو پليل آهن. چاڪاڻ تہ اهي جانور آخرت جي وٺ پڪڙ جي عذاب کان آزاد ۽ ڇٽل آهن ۽ اهي انسان اٽلندو ابدي عذاب ۾ ڦاٿل ۽ ورتل هوندا ۽ سچي طالب جو ڪم آهي تہ رات ۽ ڏينهن طلب ۾ بي قرار ۽ بي آرام هجي.

بيت

راه طلب منزل آرام نباشد - شد همسفر ريگ قافلہ ما.

يعني: منزل جو طلبيندڙ گس ۽ واٽ تي آرام نٿو ڪري ۽ ريگستان جي واري سفر ۾ اسان جي قافلي سان همسفر آهي. اي منهنجا دوست! طلب واري وادي خونخوار ۽ خطرناڪ آهي ۽ دنيا ۽ عقبىٰ تان هٿ ڪٽڻون آهي. جنهن هي بيت چيو آهي تنهن جو وات شال کير سان ڀريل هجي.

بيت

مال وجان راتو برو يکجا بباز- راه نزديکست چرا کردي دراز

يعني: وڃ مال ۽ جان کي هڪڙي ئي هنڌ قربان ڪر- واٽ نزديڪ آهي تون ڇاڪاڻ ڊگهي ٿو ڪرين.

اي دوست! عقل جو عشق سان ڪو ناهہ ۽ ڪم نہ آهي ۽

عقل کي پڻ مولاسائين جل شانه جي طلب ۾ ڪا حيثيت ۽ وقار نہ آهي. جنهن جو مثال هن نقل مان پڌرو آهي. هڪڙي ڏينهن حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه قيس کان پڇيو تہ اي قيس! خلافت اسان جو حق آهي يا يزيد جو، هو ويچارو ليليٰ جي عشق ۽ محبت ۾ اهڙو گرفتار ۽ مستغرق هو جو انهيءَ سوال جو جواب سندس عقل ۽ فهم ۾ نہ آيو. پوءِ دل اندر جيڪي هٿس سو زبان تي حرف آڻي چيائين تہ سائين خلافت نہ ڪو اوهان جو حق آهي نہ يزيد جو بلڪ خلافت ليليٰ جو حق آهي. حضرت امام حسين عليه السلام ان جو اهو جواب ٻڌي چيو تہ اي مجنون هليو وڃ. انهيءَ خطاب ڪرڻ سان قيس تي نالو مجنون پيو.

بيت

مجنون عشق را دگر امروز حالت است - کہ اسلام دين ليليٰ ديگر ضلالت است

يعني: عشق جي مجنون جي اڄ ٻي حالت آهي- ڇاڪاڻ تہ ان جو دين اسلام ليليٰ ۽ ٻي گمراهي آهي.

اي طالب! عشق ۽ محبت کان سواءِ هن واٽ ۾ اچڻ ڏکيو آهي بلڪ محال آهي.

جيئن ان متي هيءَ حديث دليل آهي "مَنْ لَا مُحَبَّتَ لَهٗ لَا اِيْمَانَ لَهٗ" يعني جنهن کي ان لاءِ محبت نہ آهي تنهن کي ايمان مان ڪو نصيب ۽ ڀاڱون نہ آهي. پوءِ تون انصاف ڪري ڏس تہ ايمان واسطي محبت جو هئڻ شرط آهي ۽ قاعدو آهي تہ جڏهن شرط نہ ليندو تہ مشروط بہ نہ هوندو ۽ پڻ وچ ۾ ٻيا علاقا ۽ واسطا جي ماسوي الله تعاليٰ کان مانع ۽ روڪيندڙ آهن جي اهي ڪکن ۽ ڪنڊن مثل آهي سي عشق جي باه کان سواءِ انهن جو سڙڻ مشڪل آهي. جيئن ان باب ۾ آيو آهي "العشق نارا يحرق ما سوي الله" يعني عشق باه آهي جو ماسوي الله تعاليٰ کان سواءِ ٻي سڀ کي ساڙي ڇڏي. عشق جو شهيد مخدوم عبدالرحيم مگريہ عليہ الرحمة چيو آهي:

اوڏيون جي عشق ڪيون عقل سو دو آڇ ڪري-
عشق ڦر فرمائي، عشق اهڙي راه جا عقل کي اڌ ڪري-

يعني: جيڪي عشق کي اوڏا ۽ ويجها آهن اتي عقل واپارءِ حرص ڪيئن

كندو. ڇاڪاڻ تہ عشق ڦرڻ ۽ لٽڻ جو پيو حڪم ڪري. عشق جي راه اهڙي آهي جو عقل کي وڏي بہ اذ ڪري. اي منهنجا پيارا ياءُ هن هنڌ تي عقل کي وڪڻي ڪپائي ڇڏ ۽ پاڻ کي عشق جو لباس پهراءِ ۽ هوش کي ڇڏي بي هوش ٿي. هن باب ۾ حڪيم سنائي حديقيہ ۾ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي.

نظم

بوالعجب سورهٔ ايست سورهٔ عشق - چار مصحف رادر او يک آيت نيست

عشق را بوحنيفہ درس نہ ڪرد - شافعي رادر او روايت نيست

حنبل از سر عشق بي خبر است - مالڪي را در او روايت نيست

يعني: (١) عشق جي عجب واري سورت آهي - چئن صحيفن ۾ عشق جي هڪڙي آيت نہ آهي. (٢) امام ابو حنيفه رحمة الله عليه عشق جو درس نہ ڪيو. امام شافعي رحمة الله عليه کان ان بابت ڪا روايت نہ آهي. (٣) امام احمد بن حنبل رحمة الله عليه عشق جي راز ۽ سر کان اڻ ڄاڻ آهي. امام مالڪ رحمة الله کي عشق ۾ ڪا پروڙ ۽ خبر نہ آهي. اي طالب! هنن بيتن جو مطلب اهو نہ آهي تہ ڪو هنن امامن سڀني کي الله جل شانه جو عشق نہ هو. ڪنهن شخص حضرت امام اعظم رحمة الله عليه کان پڇيو تہ حضرتا اوهين خلوت يعني گوشي ۾ ڪڏهن بہ نٿا ويهو ان جو ڪهڙو سبب آهي. تنهن تي حضرت امام اعظم رحمة الله عليه سڀوري فرمايو تہ مشاهدي جو ادب خلوت کان جلوت ۾ گهٽ ون آهي پوءِ اهڙي مشاهدي واري صاحب کي عاشق نہ سڏبو تہ ٻيلا ٻيو ڇا چئبو ۽ ڪنهن ماڻهو خضر عليه السلام کان امام شافعي رحمة الله عليه جي شان ۾ سوال ڪيو تہ سندس مرتبو ڪهڙو آهي، تنهن تي حضرت خضر عليه السلام چيو تہ هو زماني جي ابدالن مان هڪڙو ابدال آهي. ۽ ابدالن جو مرتبو نبوت جي قدمن مان هڪڙو قدم آهي. مطلب تہ هنن چئن امامن ۾ نبوت جو نور انهن کي اهڙو وڪوڙي ۽ گهيرو ڪيو هو جو نبوت جي ولايت وارو نور انهن ۾ محو ۽ گم ٿي ويو. ۽ انهن امامن جو مثال حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ خضر عليہ السلام ۽ آصف برخيا ۽ حضرت سليمان عليہ السلام مان پروڙڻ گهرجي، جن جو بيان قرآن مجيد ۾ آيل

آهي. هيءَ حقيقت آهي تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام اولوا العزم نبين مان آهي، جنهن ڪري ان جو شرف ۽ فضيلت حضرت خضر عليہ السلام کان گهڻون مٿي آهي. ڇاڪاڻ تہ خضر عليہ السلام جي نبوت ۾ اختلاف آهي. اهڙي طرح حضرت سليمان عليہ السلام جو مرتبو آصف برخيا کان مٿي آهي.

هنن بيتن جو مطلب ۽ معنيٰ هي آهي تہ انهن ڇئن صحيفن ۾ جيڪو عشق جو بيان پروڙجي ٿو سو ڪنهن بہ هڪڙي سورت جي آيت ۾ محدود ۽ بند ٿيل ڪونهي. ڇاڪاڻ تہ سورتون ۽ آيتون رڪوعن ۽ سيپارن ۾ محدود ۽ بند ٿيل آهن ۽ عشق جي ڪا حد ڪانهي. پوءِ انساني عقل ۽ ارواح انهن ڇئن صحيفن مان عشق جي جيڪا معلومات حاصل ڪندو سو اصل جي بہ نسبت محدود ٿيو.

بيت

ملت عاشق ز ملتها جدا ست - عاشقان را مذهب و ملتها جدا است

يعني: عاشقن جي قوم ٻين قومن کان ڌار آهي. عاشقن جو مذهب ۽ ملت جدا آهي. جنهن ڳالهہ جو بيان ۽ ذڪر هو سو ڇڏي ڪٿان جو ڪٿي وڃي ٻين ڳالهين ۾ پياسون. هتي عقل جي واڳ بي اختيار ڇڏائي ويئي ۽ ان هيٺي ۽ ڪمزور جهرڪيءَ وانگر جا باز جي چنبي ۾ اچي ويئي جنهن ان کي پنهنجو طعمون ڪري ڪائي ڇڏيو ۽ رڳو پاڻ بچيو.

بيت

عشق آن شعلہ است کہ اندر جان افروخت - هر چہ جز جانان باقي جملہ سوخت

يعني: عشق اهو شعلو آهي جو جان ۾ اندر ٻري ٿو. محبوب ۽ معشوق کان سواءِ باقي ٻيو جيڪي آهي تنهن سڀ کي ساڙيو ڇڏي. اي دوست عشق سان راند ڪرڻ سو جڻ ڪر جان تان هٿ ڪڻون ۽ سرفرازي آهي ۽ دنيا ۽ عقبيٰ جي قيد کان ڇوٽڪارو ۽ آزادي آهي ۽ نامرادي جي صورت ۾ مراد آهي. ان باب ۾ ڏس تہ پٽ واري شاهہ عبداللطيف قدس سره ڪهڙو نہ چڱون چيو آهي:

بيت

نامرادي نور اونده اميد - سانگ سسيءَ جو سور ڪاٽ تہ ٽيين ڪاپڙي

يعني: نامرادي نور آهي ۽ اونداهي اميد - سسيءَ جو سانگ يعني طمع ڇڏ تہ ڪاپڙي ٿيين. ڪاپڙي هندن مان جوڳين ۽ سامين جو هڪ قسم آهي. هن جاءِ تي عشق جي ڳالهہ هلي آهي پر اها پوري ٽيڻ واري نہ آهي "لَهَا مَعَانٍ كَمَوْجِ الْبَحْرِ" يعني عشق جون معنائون ۽ حقيقتون سمنڊ جي لهرن وانگر ڳڻڻ کان ٻاهر آهن. پوءِ سچي طالب طلب واري لاءِ ايتري قدر بس آهي جو چوندا آهن "اَلْعَاقِلُ تَكْفِيهِ الْاِشَارَةُ" يعني عاقل کي اشارو ڪافي آهي. اي منهنجا دوست جيڪي مون چيو آهي ۽ چوان پيو تنهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر ۽ هي سڀ تو منجهہ آهي ۽ غفلت جي ڪپهہ ڪنن مان ڪڍ ۽ دل وارين اکين مان غفلت واري ڳهر ۽ اوجهراٽي ڇڏي سجاڳ ٿي. بلڙي واري شاهہ عبدالڪريم قدس سره فرمايو آهي.

بيت

هي ڪن ڏيئي ڳاڌهان - ٻئا ڪن ڳنهيج - تن کي آچيج سپيريان جي ڳالهڙي

يعني: هي ڪن ڳڌهن کي ڏيئي ٻئا ڪن خريد ڪر. انهن کي محبوبن جون ڳالهيون ٻڌاءِ. اي دوست جڏهن تون اهڙو فڪر ڪندين تہ پوءِ سيئي مرادون ۽ مقصد پاڻ ۾ لهندين. جنهن جاءِ تي آدمي آهي تہ ان لاءِ هڪڙو حرف بس آهي.

## حضور سورهون

صورت محمدي ﷺ جو فڪر ۽ ان سان گڏ چئن يارن جو فڪر

هن حضور جي فڪر جي واٽ هي آهي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي صورت جو تصور لطيفي اخفيٰ ۾ ڪجي، جو سندن نور ان لطيفي منجهہ آهي ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي صورت جو تصور لطيفي خفي ۾ ڪجي سندن نور ان لطيفي ۾ آهي، ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ

عنه جي صورت جو تصور لطيفي سري ۾ ڪجي. جو سندن نور ان لطيفي منجهه آهي ۽ حضرت عثمان رضي الله تعالىٰ عنه جي صورت جو تصور لطيفي روحي ۾ ڪجي جو سندن نور ان لطيفي ۾ آهي ۽ حضرت علي رضي الله تعالىٰ عنه جي صورت جو تصور لطيفي قلبي ۾ ڪجي جو سندن نور ان لطيفي ۾ آهي. سالڪ کي گهرجي ته شغل جي شروع ڪرڻ وقت پهريائين پنهنجن ٻنهين اکين کي بند ڪري مٿين ترتيب وار سيني نالن سڀڱورن کي سندن لطيفن ۾ پوري همت ۽ دل جي توجهه سان انهن جي صورتن جو تصور ڪري شغل ۾ مصروف ٿئي. ۽ ان وقت دل کي اجاين ۽ ٻي مقصد خيالن کان پري ڪري شغل سان محبت رکي ۽ ان سان ڳانداپو، ميلاپ ۽ انس اهڙو رکجي جيئن فڪر جي وچ ۾ پاڻ ۽ سندس وجود نه هجي. جڏهن طالب جو هئڻ فڪر ۾ فنا ۽ گم ٿي ويو ته پوءِ سندس استعداد ۽ مناسبت موجب انهن لطيفن مان پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جي صورت مبارڪ ۽ چئن يارن سڳورن رضوان الله تعالىٰ عليهم اجمعين جن جي صورت تجليءَ سان پڌري ڏسڻ ۾ ايندي. (١) پوءِ سالڪ جو جيتري قدر پاڻ سڳورن ۽ سندن چئن يارن سان قرب ۽ محبت جي مناسبت ۽ نسبت هوندي، اوتري قدر انهن جي صورتن جي سڃاڻپ ٿيندي ۽ اهو سڃاڻڻ پڻ سالڪ جي درجن ۽ مرتبن جي تفاوت موجب آهي. پوءِ جنهن جي جيتري همت ۽ ڪوشش هوندي تنهن کي اوتري قدر صورتن مبارڪن سڃاڻڻ ۾ ڪاميابي نصيب ٿيندي. هن هنڌ تي سالڪ جيڪڏهن پوري همت ۽ ڪوشش ڪندو ته صورت مان از خود معنىٰ جي حقيقت چٽڪجي پڌري ٿيندي ۽ ان وقت لطيفن جي نورانيت لطيفن جي صاحبن سان گڏ پڌري ٿيڻ لڳندي. ۽ هر هڪ کي سندن لطيفي واري مقام ۾ انهن جو مشاهدو ڪندو ۽ انهن جا احوال سالڪ جي قرب موجب پڌرا ٿيندا. ۽ انهن سڳورن جي ويجهڙائي به انهن جي مرتبن موجب ظاهر ٿيندي ڇاڪاڻ

(١) اهو ڏسڻ ظلي آهي نه حسي. جهڙو آئيني ۾ پنهنجي صورت ڏسڻ. (مترجم)

تہ انهن جي مرتبن ۾ فرق آهي. سيني نبين ۽ اولوالعزم رسولن کان مٿانهون مرتبو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جو آهي جو پاڻ فرمايو اٿن "كُنْتُ نَبِيًّا وَّآدَمُ بَيْنَ الرُّوْحِ وَالْجَسَدِ" يعني آءُ نبي هوس ۽ آدم عليه السلام روح ۽ مٽيءَ جي وچ ۾ هو. اگرچہ ظاهر ۾ آدم عليه السلام ساري جڳ جو اب يعني پيءُ آهي. پر حقيقت ۾ آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن ساري عالم جا اب يعني پيءُ آهن، ڇاڪاڻ تہ سندس شان ۾ آيو آهي تہ "لَوْلَاکَ لَمَا اَظْهَرْتُ الرَّبُوْبِيَّةَ" يعني: جيڪڏهن توکي نہ خلقيان ها تہ پنهنجي ربوبيت پڌري نہ ڪريان ها. پوءِ معنوي لحاظ سان پاڻ سڳورن کي ڪلي فضيلت حاصل آهي ۽ ظاهري صورت ۾ حضرت آدم عليه السلام کي فضيلت جزئي مليل آهي ۽ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم ۽ چئن يارن جون ڪماليتون لکڻ ۽ چوڻ کان ٻاهر آهن.

شعر

لَهَا مَعَانٍ كَمَوْجِ الْبَحْرِ فِيْ عَدَدٍ - وَفَوْقَ جَوْهَرِهٖ فِي الْحُسْنِ وَالْقِيَمِ

هن حضور کي حاصل ڪرڻ جو دارومدار نفس (١) جي تصفيي ۽ قلب (٢) جي تزڪيي ۽ (٣) روح جي تجلي ۽ سري (۴) جي تخليي تي ٻڌل آهي. يعني نفس جي پاڪائي ۽ قلب جي صفائي ۽ روح جي روشنائي ۽ سري يعني ماسواءِ کان خالي هجڻ انهن سيني ۾ پوري ڪماليت هجي ۽ پڻ ٻين حضورن مان چڱو نصيب حاصل ٿيل هجي. جيڪي هن رسالي ۾ مذڪور ڪيل آهن ۽ اميد آهي تہ حضورن واري حالت مان تبديلي تي قرب خداوندي کي قريب ٿيندو ۽ عشق سان مشرف ٿي جذب وارو مقام عطا ٿيندو، ۽ پڻ هستيءَ

---

(١) معلوم هجي تہ نبين جي پاڪائي سندس خواهشن ۽ سڌن جي مخالفت ۽ نامرادي ڪرڻ سان آهي. ۽ (٢) قلب جي صفائي لا اله الا الله جي جهر ذڪر سان آهي ۽ (٣) روح جي روشنائي مراقبي ڪرڻ سان آهي جنهن ۾ الله تعاليٰ جي صفتن جو فڪر ڪجي. ۽ (۴) سري يعني ما سوي الله کان خالي ٿي پاڻ کي الله تعاليٰ سان ۽ الله تعاليٰ کي پاڻ سان ڳنڍيي ۽ وچ ۾ ٻي ڪا شيءِ نہ هجي ۽ ظاهر ۽ خلق سان گڏ هئڻ واري حالت ۾ پڻ باطن ۾ الله تعالي سان هجي.

وارو لباس ان تان لاهي انهن سڳورن جي ڪماليتن وارو لباس ڍڪائيندس. سالڪ کي گهرجي تہ هن هنڌ تي اسرارن ۽ عرفان وارين معرفتن جي ڪماليتن کي زبان تي آڻي پڌرو نہ ڪري (ڇاڪاڻ تہ اهڙيون ڳالهيون عامن جي سمجهڻ کان مٿي آهن) ۽ هن حديث تي عمل ڪري "تَكَلَّمُوا النَّاسَ عَلىٰ قَدْرِ عُقُولِهِمْ" يعني: ماڻهن سان سندن عقل جي مقدار موجب گفتگو ڪريو ۽ پڻ چيو اٿن "اِظْهَارُ الْاِسْرَارِ كُفْرٌ" يعني: ڳجهن کي پڌرو ڪرڻ ڪفر آهي ۽ هنن اسرارن کي لڪائڻ ۽ مخفي رکڻ ۾ گهڻي ڪوشش ڪري ڇاڪاڻ تہ "اَلصُّوفِيُ مَاهُوَكَائِنٌ وَبَائِنٌ" يعني: صوفي باطن ۾ الله تعاليٰ سان آهي ۽ ظاهر ۾ خلق سان آهي.

هن هنڌ تي شاهہ عبداللطيف قدس سره فرمايو آهي.

بيت

صوفي سير سين ۾، جيئن رڳن ۾ ساهہ
سا نہ ڪري ڳالڙي، جا پروڙي پساهہ
آهيس اي گناه، جيڪا ڪري پڌري

يعني: صوفي جو سير سيني جاين تي اهڙو آهي جهڙو ساهہ رڳن ۾ تيئن صوفي بہ زبان سان ڳالهہ ڪونہ ڪن فقط سندس پساهہ انهن سڳورن جون ڪماليتون پروڙي. تنهن ڪري انهن وٽ راز جي اهڙي ڳالهہ پڌري ڪرڻ گناه آهي.

پوءِ اي سالڪ! تون ڄاڻ تہ پهرين ۽ وچ واري واٽ تي توحيد جو مقام آهي. جو اهو فرض آهي هستيءَ واري لباس ڇڏڻ کان پوءِ انهن سڳورن جي ڪماليتن کي تو رسجي جي اهي سيئي نبوت جي قرب ۾ آهن. تنهن ڪري هن هنڌ تي پاڻ سڳورن جي متابعت تي هلڻ جي درڪار آهي ۽ اهي ڪماليتون سندن متابعت ۽ موچارين خصلتن کان سواءِ حاصل نہ ٿينديون.

بيت

محال ست سعدي کہ راهہ صفا- توان رفت در جز پئي مصطفيٰ

يعني: اي سعدي! صاف واٽ تي هلڻ مصطفيٰ جي روش بنان مشڪل آهي.

سندن متابعت تي هلڻ کان پوءِ هن هنڌ تي سالڪ جي

تقويٰ ۽ زهد سڀئي ڪيس درجن ۽ مرتبن ۾ ترقي مٿي ترقي جي نوازش ٿئي ٿي. ۽ ٻين عبادتن مان چڱو نصيب ۽ لذتون ڏسندو. اهي لکڻ ۽ چوڻ کان مٿي آهن. جيئن پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنه کي چيو ته "اَرِحۡنِيۡ يَا بِلَالُ" يعني اي بلال! مون کي راحت ڏي. يعني اي بلال! بانگ ڏي ته نماز مان راحت وٺان. پوءِ جيئن وچ واري واٽ توحيد جي ڪماليتن ۽ مقامن جون لذتون وٺندڙ ۽ چاشني دار هو سي سيئي هن هنڌ تي هنن سڳورن جي ڪماليتن جي پاسي ۾ درياءَ جي هڪڙي ڦڙي جي مثل آهن ڇاڪاڻ ته حق سبحانه وتعاليٰ پنهنجي ڪلام سڳوري ۾ آدم جي اولاد جي شرف ۽ شان ۾ "يا عبدي ويا عبادي" فرمايو آهي يعني اي منهنجا ٻانها ڪري سڏڻ فرمايو آهي ۽ هي عبديت وارو خاص مقام ٻين نبين ۽ اولوالعزم رسولن کان جدا ڪري محض پاڻ سڳورن لاءِ مخصوص ٿيل آهي ۽ سندن تابعداري ۽ متابعت سبب سندن امت کي به اهو شرف حاصل آهي، ۽ ٻين نبين سڳورن جون ڪماليتون پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي ڪماليتن جي اڳيان وڏي درياءَ مان هڪڙي ڦڙي برابر آهن.هن حضور ۾ ڪماليتن جو ذڪر اجمال سان ٿيو آهي ۽ جيڪڏهن هن ذري جيمقدار سان الله تعاليٰ جي مدد شامل حال ٿي ته پوءِ نبين سڳورن جي ڪماليتن جو ذڪر تفصيل سان پڌرو چٽو بيان ڪندس. انشاءَ الله تعاليٰ.

## حضور سترهون

### پنج تن پاڪ سڳورن جو فڪر ڪرڻ

پنج تن سڳورن جو فڪر ۽ تصور هنن پنجن لطيفن يعني سري ۽ روحي ۽ قلبي ۽ خفي ۽ اخفيٰ تي اهڙو پڪو ۽ مضبوط ڪجي جهڙو پٿر تي نقش ۽ چٽ ڪڏهن به نٽا ڊهن ۽ مسخ ٿين.

هن حضور جي فڪر جي واٽ هي آهي ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جن جو تصور لطيفي اخفيٰ ۾ ڪجي ۽ لطيفي خفي ۾ بيبي فاطمه رضي الله تعاليٰ عنها جو ۽ لطيفي

سري ۾ حضرت علي رضي الله عنه جو ۽ لطيفي رُوحيءَ ۾ امام حسن رضي الله تعاليٰ عنه جو ۽ لطيفي قلبي ۾ حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه جو. طالب کي گهرجي ته جيئن مٿين ترتيب لطيفن جي نالي وار بيان ٿي آهي ان موجب هر هڪ نالي سڀوري واري کي پنهنجي پنهنجي لطيفي منجهه تصور ۽ فڪر ڪري. ۽ فڪر ڪرڻ وقت پنهنجي انداز ۾ وسوسن ۽ خطرن کي ويجهو اچڻ نه ڏي ۽ هن حضور جي فڪر ۽ تصور ۾ گهڻي ڪوشش ۽ همت ڪرڻ گهرجي ۽ چوندا آهن "قِيمَةُ الْمَرْءِ هِمَتُهٗ" يعني: ماڻهوءَ جي قيمت سندس همت آهي.

بيت

همت بلند بايد عشاق مست مي را- مرد خيس همت درعاشقان نگنجد

يعني: مست عاشقن شراب پيئندڙن کي وڏي همت گهرجي چاڪاڻ ته بي همت ۽ خسيس مرد جي عاشقن ۾ گنجائش نه آهي.

همت اهڙي ڪجي جيئن تصور مان تخيل ۽ تخيل مان تفڪر پيدا ٿئي ۽ تفڪر مان تفڪر له يعني جن لاءِ فڪر ڪجي ان جي صورت ۾ مشغول هجي. جڏهين صورتن مان احوالن واريون حالتون پڌريون ٿينديون تڏهين ڪيس ذڪر ڪيل نالي وارن لطيفن مان رنگين تجليون ظاهر ٿينديون جي اهي ظلي اصل وارين تجلين مان ورتل ۽ مٿيل ٿيون آهن ۽ اهي هر هڪ عمان درياءَ وانگر آهن ۽ انهن مان نورانيت واريون ڇوليون ۽ لهرون هڪ ٻئي تي پيون لڳن. سالڪ جي ان وقت هر هڪ سڀوري سان پوري مناسبت پيدا ٿيندي ۽ انهن سڀورن جون ڪماليتون سندس لائقي موجب ڪما حقه حاصل ٿيڻ لڳندس ۽ رفتي رفتي جڏهن منجهس هي حالت هميشگي واري صورت وٺندي ته پنهنجي وجود کان فاني ٿي انهن سيني سڀورن جي وجود سان بقا حاصل ٿيندس. پوءِ جيڪڏهن پاڻ کي ڳوليندو ته انهن سڀورن کي لهندو ۽ جيڪڏهن انهن سڀورن کي ڳوليندو ته انهن کي پاڻ ۾ ڏسندو ۽ ان وقت پڻ سندس مظهر ۽ وجود بالڪل زائل ۽ فنا ٿين تا ۽ سندس وجود ظاهر توڙي باطن ۾ انهن سڀورن جي وجود سان

پڌرو ٿئي ٿو ۽ ان وقت جسماني ڪثافتن ۽ گندگين کان آئيني وانگر صاف ۽ پاڪ ٿي معنوي لطائفن سان روشن ٿو ٿئي ۽ ان کان سواءِ لايزال واري جمال ۽ مڙني ايماني حقيقتن ۽ مرتبن جو حقيقي لباس جو پاتو نہ آهي سي سڀ سندس وجود واري آئيني ۾ پڌرا ۽ روشن ٿيندا. ان وقت سالڪ پاڻ سڀني جي وجود مسعود جو وڳو ۽ ٻين سڀني جا وڳا جي سندن وجود واري حلي ۾ درج ٿيل آهن البتہ انهن جي لباس جو تفصيل جدا جدا آهي سي پنهنجي ڪلهن تي پائيندو. جڏهن سالڪ پاڻ ۾ هي سڀئي احوال ۽ تجليون ڏسندو ۽ لذت ياب ٿيندو تہ ان مهل هن شغل جي حقيقت سان حق واري صورت ۽ حقيقت حاصل ٿيندس.

## حضور ارڙهون

### اولوالعزم نبين سڀني جو فڪر ڪرڻ

اولوالعزم نبي سڀ ڇهہ آهن ١- حضرت آدم عليہ السلام ٢- حضرت نوح عليہ السلام ٣- حضرت ابراهيم عليہ السلام ۴- حضرت موسيٰ عليہ السلام ۵- حضرت عيسيٰ عليہ السلام ٦- حضرت خاتم الانبياءِ والمرسلين محمد مصطفيٰ عليہ السلام - جن لطيفن جي، جن نبين سڀني سان مناسبت ۽ موافقت آهي تن جا محل ۽ رنگ ذڪر ڪجن ٿا. لطيفو قلبي حضرت آدم عليہ السلام جي قدم هيٺ آهي ان جو رنگ عالم مثال ۾ سرخ آهي چاڪاڻ تہ ان لطيفي جو تعلق ۽ مناسبت حق سبحانہ وتعاليٰ جي فعلن جي صفاتين وارين تجلين سان آهي جهڙو خالق ۽ رازق يعني خلقڻ ۽ رزق ڏيڻ اهي ٻئي حق سبحانہ وتعاليٰ جون فعلي صفتون آهن ۽ لطيفو روحي حضرت نوح ۽ حضرت ابراهيم عليهما السلام جي قدمن هيٺ آهي. حضرت نوح عليہ السلام جي لطيفي جو رنگ عالم مثال ۾ سفيد آهي ڇاڪاڻ تہ ان جو تعلق سميع واري صفت سان آهي ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام واري لطيفي جو رنگ عالم مثال ۾ ياقوت جهڙو آهي ڇاڪاڻ تہ ان جي مناسبت بصير ۽ عليم واري صفت سان آهي يعني ڏسڻ ۽ ڄاڻڻ ۽ لطيفو

سري حضرت موسيٰ عليہ السلام جي قدم هيٺ آهي ان جو رنگ عالم مثال ۾ سبز آهي. ڇاڪاڻ تہ سندس علم شيونن ۽ اعتبارن وارو آهي ۽ لطيفو خفي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي قدم هيٺ آهي ان جو رنگ عالم مثال ۾ نيرو آهي. ڇاڪاڻ تہ سندس علم سلبي صفتن سان مناسبت ۽ تعلق رکي ٿو ۽ لطيفو اخفيٰ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي قدم مبارڪ هيٺ آهي ڇاڪاڻ تہ سندن علم ساري عالم ۾ ظاهر ۽ باهر آهي ۽ پڻ رب سندن رب الارباب آهي جو اهو سيني قدوسي صفتن ۽ تنزيهي صفتن ڪي جامع آهي. ان لطيفي جو رنگ عالم مثال ۾ تمام ڪارو ۽ سياه آهي. جهڙي طرح اک جي ماڻڪي تمام ڪاري هوندي تہ اک جي بينائي واري نظر تيز هوندي اهڙي طرح سندن علم بہ ساري عالم ۾ روشن ۽ پڌرو آهي. (١)

---

(١) اصل ڪتاب ۾ پنجن لطيفن جا رنگ ذڪر ٿيل آهن انهن لطيفن جا محل هن هنڌ تي لکي ڇڏجن تہ طالبن جي لاءِ تسڪين جو باعث ٿين.

نقشو

| لطيفن جو نالو | رهڻ جو هنڌ | رنگ |
|---|---|---|
| نفسي | دن هيٺان | پيلو |
| قلبي | کٻي ٻبي هيٺان | ياقوت جهڙو ڳاڙهو |
| روحي | سڄي ٻبي هيٺان | سفيد زرديءَ ڏي مائل |
| سري | سيني جي وچ ۾ | سائو |
| خفي | پيشانيءَ وارن ۾ | نيرو |
| اخفيٰ | پروئن جي وچ ۾ دماغ | ڪارو |

لطيفو نفسي: ان جي جاءِ دن کان هيٺ ٻن آڱرين تي آهي ۽ اهو گوشت جو ننڍو ٽڪرو اڌچٽي جيڏو آهي ان جي رنگ جو نور ڦڪو آهي.
لطيفو قلبي: اهو ڏائي ٻبي جي هيٺان آهي ان جي نور جو

(بقيہ حاشيہ اڳئين صفحي تي ڏسو)

هنن پنجن لطيفن جا اصل عالم امر يعني عالم ارواح ۾ آهن ۽ انهن جون تاريون ۽ شاخون عالم خلق ۾ آهن يعني هن عالم ۾، اهي حق سبحانہ وتعاليٰ جي ازلي ارادي ۽ عشق جي سببان انساني وجود ۾ اچي سندن درجن ۽ مرتبن جي مناسبت آهر جدا جدا مقام ۽ محل ۾ وارد ٿيا آهن. تنهنڪري سالڪ کي گهرجي تہ جنهن نبي سڳوري جو مقام جنهن لطيفي ۾ هجي تنهن ۾ چڱي طرح فڪر ۽ تصور ڪري ۽ پنهنجي اندر کي ماسويٰ الله وارن خيالن ۽ وسوسن کان پاڪ ۽ صاف رکي ۽ پڻ پنهنجي محبت ۽ پوري شوق ۽ بي قراريءَ سان، سڀ ڪنهن لطيفي ۾ انهن سڳورن جو گهڻون فڪر ڪجي جيئن سندس بيقراري ۽ انتظاري لطيفن جي محلن ۽ مڪانن ۾ چڪيل هجي. اها صورت اتحاد واري معنوي آهي جو ڪنهن وقت ان جو مبدأ صورت کان معنيٰ سان آهي ۽ ڪنهن وقت معنيٰ کان صورت ۾. هن هنڌ تي بلند همت ۽ نيڪ فطرت طالب جي درڪار آهي جو سندس فڪر ۽ تصور مان جذبو ۽ ڪشش اهڙي پيدا ٿئي جو باقي شغلن کي ڇڪي ۽ پڻ فنا واري ماهيت ۾ پوري واقفيت ۽ مهارت هجيس. ڇاڪاڻ تہ مسلوب الفعل ٿيڻ سو

---

(بقيہ حاشيہ پوئين صفحي تان آندل)

رنگ ياقوت جي رنگ جهڙو آهي ۽ مقدار سندس وڏي ٻير جيڏو آهي ۽ بعضي ان کي مضغو صنوبري بہ چون ٿا

لطيفو سري: ان جي جاءِ سيني جي وچ ۾ آهي ۽ سندس رنگ سائو آهي

لطيفو روحي: ان جي جاءِ ساڄي ٻبي هيٺان آهي ۽ سندس نور جو رنگ سفيد ۽ زردي ڏي مائل آهي.

لطيفي خفي: ان جي جاءِ پيشاني آهي. ان جو رنگ خاڪستري يعني نيرو آهي.

لطيفو اخفيٰ: ان جي جاءِ دماغ جي چوٽي ۾ آهي ۽ سندس رنگ تمام ڪارو آهي ۽ سندس مقدار وڏي ٻير جيڏو آهي.

لطيفي نفسي کان سواءِ ٻيا پنجئي لطيفا اولوالعزم نبين جي قدمن هيٺ آهن. انهن لطيفن جا رنگ گهڻي رياضت ۽ مجاهدي ۽ سلوڪ جي سيني سيرن جي منزلن کي لتاڙڻ کان پوءِ ڏسڻ ۾ ايندا. مگر الله تعاليٰ جي مهرباني سان ٻي ڳالهہ آهي.

فناءِ کان سواءِ ميسر نہ ٿيندو ۽ بقا ۽ لقا سو پڻ فنا کان سواءِ حاصل نہ آهي. پوءِ گهرجي تہ فناءِ واري موڙي ۽ وٽ کي لطيفن جي ترتيب مطابق حاصل ڪري. يعني لطيفي قلبي کان شروع ڪري ان کان پوءِ لطيفي روحي ۾ فڪر ڪري ان کان پوءِ سري ۾ ان کان پوءِ خفي ۾ ان کان پوءِ اخفيٰ ۾ - انهن نالي وارن نبين سڳورن جو سندن لطيفن منجهہ چڱي طرح فڪر ڪري تہ ان مان نالي واري نبي مان ان جي حقيقت ڏسندو ۽ حقيقت کان درجي بدرجي هيٺانهين کان مٿانهين ڏي حقيقه الحقائق ڏانهن موٽڻ ٿيندو. سالڪ کي گهرجي تہ پهريائين پنهنجي صورت کي سيکنهن نبي سڳوري جي صورت ۾ تبديل ڪري ۽ پنهنجي وجود جي تصرف کي انهن سڳورن جي تصرف سببان عاجز ڄاڻي. بلڪ پنهنجي وجود جي تصرف کان بي خبر ٿي انهن سڳورن جي وجود جو تصرف پاڻ ۾ پڌرو ڪري ۽ هن طرح چوندو رهي:

بيت

من تو شدم تو من شدي من تن شدم توجان شدي

تاکس نگويد بعد ازين من ديگرم تو ديگري

يعني: آئون تون ٿيس – تون آئون ٿئين - آئون تون ٿيس تون جان ٿئين – تان تہ هن کان پوءِ کو بہ شخص ائين نہ چوي تہ آئون ٻيو آهيان ۽ تون ٻيو. ۽ ڪن حالتن ۾ سالڪ هن فڪر جي فڪر وٺڻ مان پاڻ منجهہ هي حالت ڏسندو تہ اهي نبي سڳورا پنهنجن لطيفن کان ٻاهر نڪري هڪ ٻئي سان پيا ملاقي ٿين ۽ بعضي ٻين نمونن سان ، تہ پوءِ انهن سيني کي پنهنجي وجود ڏانهن نسبت سمجهي ۽ انهن سڳورن جي وجود جي نسبت پاڻ منجهہ ازخود پئي ڏسڻ ۾ ايندي ۽ لطيفن جي قيد وارا حجاب ۽ پردا لهي ويندا. اها حالت گهٽون ڪري لطيفن جي ترتيب تي ٻڌل آهي. جنهن سان پنهنجي سموري وجود کي لطيفي واري صاحب سان تعلق ۽ تخلق جو پورو ڳانڍاپو ۽ پيوند هجي تہ انهن جي انوارن ۽ اسرارن سان متحد ٿي يگانيت پيدا ٿئي ۽ انهن جي عروجن وارن قدمن ۽ وجود ۽ شهود جي اصلن ڏانهن پهچڻ سو فناءِ ۽ بقا ٿورو يا گهٽون تنهنجي

واسطي سان رجعت قهقري ۾ اچڻ ڪري عروج ڪان نزول ڏي ۽ جمع ڪان فرق ڏي اچڻ سان شرف ۽ معزز تو ٿئي.

بيت

خوشگون بزم فرق بشد در سرائي وصل - بخت بلند آنکه ازين و به آن رسيد

يعني: ان شخص کي خوشي آهي جو فرق مان اچي وصل جي حويلي ۾ آيو ۽ بخت ان جو بندل ته وصل مان نکري فرق ۾ پهتو ۽ چوندا آهن "اَلنِّهَايَةُ اَلرُّجُوْعُ اِلي الْبِدَايَةِ" يعني منزل جي پوري ٿيڻ کان پوءِ وري اصل واري ماڳ ڏانهن موٽڻ ٿئي تو.

۽ حضرت آدم عليه السلام جي ڪماليتن جو مظهر ڪلي خواه جزئي سي سڀ الله تعاليٰ جي انوارن ۽ علمن جي حقيقت ۽ اسرارن مان پڻ "نَفَخْتُ فِيْهِ مِنْ رُوْحِيْ" جي دقائقن مان آهن. يعني: ڦوڪيم ان ۾ پنهنجي روح مان- ۽ "اِنِّيْ جَاعِلٌ فِي الاَرْضِ" جي رمز سان نوازيائين. يعني تحقيق آءٌ زمين ۾ خليفو پيدا ڪندس ۽ پڻ عزت وڌائڻ لاءِ "وَعَلَّمَ آدَمَ الاَسْمَآءَ كُلَّهَا" يعني: ۽ سيکاريائين آدم کي نالا سيئي- جو درس ڏئي نالن وارن علمن سان سرافراز ڪيائين ۽ پڻ عظمت ۽ تعظيم ڏيڻ کاڻ "فَسَجَدَ الْمَلآئِكَةُ كُلُّهُمْ" سان سيني ملائڪن کي ان جو مسجود ڪيائين. يعني: پوءِ سيني ملائڪن سجدو ڪيو. جڏهن ته حضرت آدم عليه السلام جو ڪلمون صفي الله آهي تڏهن سندس صفتن وارين ڪماليتن جي پڌري ۽ ظاهر ٿيڻ جو دارو مدار قلب تي آهي. اگرچه اهو بظاهر صورت ۾ تنگ ۽ ننڍو آهي ڇاڪاڻ ته خلقت ۾ ان جو وجود ۽ جسم چئين عناصرن مان بنايل آهي ۽ اهو ڪشادو به گهٽو آهي. جڏهن طالب خلق کان اڪيلو ٿي پنهنجي خالق سڳوري سان تعلق تو رکي ته پنهنجي خالق جو مشاهدو حاصل تو ٿئيس ۽ وري خلق سان اٿڻ ۽ ويهڻ وارو ميلاپ سو پڻ ان جي امر سان آهي. "اَلاَلَهُ الْخَلْقُ وَالاَمْرُ وَاِلَيْهِ تُرْجَعُوْنَ" ۽ پڻ قلب جي فراخي ۽ ڪشادگي سان حڪيم مطلق جل شانه جي عجيب حڪمتن مان هڪ عجيب حڪمت آهي جو هڪ سوڙهي ۽ تنگ مڪان ۾ ڪلي خواه جزئي مڪاشفن سان کولي ڪشادو ڪيو

اتس ۽ علم اليقين ۽ عين اليقين سان مشاهدن کي چٽو ۽ پڌرو ڪندڙ آهي ۽ پڻ پنهنجي رهڻ واري جاءِ جي خبر سان قلب ۾ رڪائي اتس. جيئن هن حديث قدسي ۾ آهي. "لَايَسْعِنِيْ اَرْضِيْ وَلَاسَمَائِيْ وَلٰكِنْ يَسْعِنِيْ قَلْبُ عَبْدِي الْمُؤْمِنِ" يعني: نه ڪشادي ٿي مون کي منهنجي زمين ۽ نه آسمان ۽ پر ڪشادو ٿيو مون کي مومن ٻانهي جو قلب ۽ پڻ قلب خالق ۽ مخلوق جي وچ ۾ برزخ جو مثل آهي. جو اهو فاعل الافعال جل شانه جي فعلي صفتن ۾ فنا ٿيڻ ۽ ظاهر کان باطن ڏي ۽ باطن کان ظاهر ڏي پهچڻ جو واسطو آهي ۽ فعلي صفتن جي تجلين جو مرتب ٿيڻ سو به ان سان آهي ۽ ان جي تڪميل صفوت جي صفتن سان آهي ڇاڪاڻ ته اهو سڀ ڪنهن اصل ۽ فرع جي ظهور لاءِ مادو آهي. جڏهن حضرت آدم عليه السلام جي جسم واري قالب ۽ قلب مان سڀئي ڪدورتون ۽ گندگيون ويون هليون تڏهن لااله الله آدم صفي الله جي ڪلمي سان صحيح ثابت مشرف ٿيو ۽ پڻ هنن سيني علمن جو پڌرو ٿيڻ سو شين جي حقيقت کي پهچڻ کان اڳ مليل هو ڇاڪاڻ ته ان سڀوري وَعَلَّمَ اٰدَمَ الْاَسْمَآءَ كُلَّهَا" جي آئيني واري علمن مان صفوت واري صورت پڌري ڏني هئائين ڇاڪاڻ ته فعلي معرفتون سيني علمن ۽ معرفتن لاءِ مندي آهن. جڏهن خالق هئڻ واري صفت پهريائين پڌري ٿي ته ان سان گڏ مرزوقيت به پڌري ٿي ۽ هي آدميت واريون صفتون پڻ باطن کان اچي پڌريون ٿي آيون آهن ۽ علم کان معرفت ڏي. پوءِ ڪلي فضيلت ۽ شرف حضرت آدم عليه السلام کي آهي ۽ ٻين نبين سڀورن کي ان جي طفيل مليل آهي، ڇاڪاڻ ته اهو انهن سيني جو پيءُ آهي ۽ هي ٻيا سندس اولاد آهن. معلوم هجي ته حضرت نوح ۽ حضرت ابراهيم جي ڪماليتن وارو علم ثبوتي صفتون آهن جن جو ذڪر شروع ڪجي ٿو. جڏهن سالڪ قلبي لطيفي کان ترقي ڪري روحي لطيفي ڏانهن اچي ۽ پڻ فعلي فنائيت کان پوءِ ثبوتي صفتن جي مقامن ۽ احوالن جي حاصل ڪرڻ ۾ منتظر ٿو رهي. پوءِ انهن ٻنهي نبين سڀورن جون ڪماليتون اجمالي توڙي تفصيلي ۽ پڻ

انهن جون اصلي خواه ظلي ڪماليتون ۽ انهن جون فضيلتون امڪان ۽ وجوب وارن مرتبن ۾ ظاهر توڙي باطن ۾، ۽ انهن سڀني جي عظمت ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جي خلّت وارو مقام ۽ حضرت نوح عليه السلام جي نبوت وارو مقام ۽ انهن سڀني جي مشربن ۽ مذهبن جو تعلق ۽ انهن جي عزتن ۽ هيئتن ۽ ويجهڙائيءَ ۽ ڏورانهين جون فضيلتون جي اهي انهن کي نبوت جي ڪماليتن ڪري مليون آهن سي سيئي روحي لطيفي جي فنا ۽ بقا سان ڳنڍيل آهن ڇاڪاڻ ته انهن سيني ڪماليتن ۽ احوالن جي مشاهدن ۽ مظهرن جو محل اهو لطيفو آهي ۽ انهن سڀني جو حق سبحانه وتعاليٰ سان ويجهي هئڻ جي ڪماليت سا پڻ ثبوتي صفتن سان ئي آهي. جي اهي مڙني صفتن جو اصل ۽ منڍ آهن ۽ انهن جي واسطي سان ويجهڙائي جي ڪماليت جي مرتبي کي پهتا آهن.

ثبوتي صفتن وارا اسم ست آهن جي هي آهن : "بصير" ڏسندڙ "سميع" ٻڌندڙ "ڪليم" ڳالهائيندڙ "عليم" ڄاڻندڙ "قدير" قدرت رکندڙ "مريد" ارادو ڪندڙ "حي" هميشه جيئرو- حضرت نوح ۽ حضرت ابراهيم عليهما السلام اهي ٻئي سڀورا نبوت جي اصول ۽ اجمالي صفتن جي مرتبن کي جامع آهن ۽ مقام سندن هڪڙو آهي البت فروعي ڳالهين جي معرفت ۽ سڃاڻپ ڪري هڪ ٻئي تي فضيلت رکن ٿا ڇاڪاڻ ته حق سبحانه وتعاليٰ فرمايو آهي "تِلْكَ الرُّسُلُ فَضَّلْنَا بَعْضَهُمْ عَلٰى بَعْضٍ" يعني: هي رسول آهن فضيلت ڏني اسان انهن مان بعضن کي بعضن تي. اها آيت سڀوري انهن جي حق ۾ هڪ ٻئي کان فضيلت هئڻ تي شاهد آهي ۽ انهن جي رسول ڪري موڪلڻ ۾ ڪو فرق نه آهي. ڇاڪاڻ ته "لَا نُفَرِّقُ بَيْنَ اَحَدٍ مِّنْ رُّسُلِهٖ" جي آيت ان ڳالهه تي پڪو دليل آهي يعني: نٿا فرق ڪريون اسين ڪنهن به هڪڙي رسول ۾- پوءِ انهن سڀورن جي رسول هئڻ ۾ بالڪل فرق نه آهي مگر جزئي فضيلتون هڪ ٻئي تي رکن ٿا. پوءِ "سميع" ۽ "ڪليم" وارين صفتن حضرت نوح عليه السلام تي سبقت ۽ غلبو آندو، ڇاڪاڻ ته ان مهل طوفان جي

مصيبت هڪڙي طرف هئي ۽ ٻئي پاسي پٽ جي غرق ٿيڻ جي مصيبت ۾ ورتل. پوءِ حق سبحانه وتعاليٰ جي "سمع" يعني ٻڌڻ واري صفت تي ڀروسو رکي وڻائس گهڻي ڪلام ۽ گفتگو سان پنهنجي پٽ جي ڇوٽڪاري لاءِ دعا ۽ عرض ڪرڻ لڳو ۽ سندس حقيقي نظر الله تعاليٰ جي علم يعني ڄاڻڻ ۽ بصر يعني ڏسڻ ۽ ارادي يعني الله تعاليٰ جي ارادي تي نه پئي. حضرت نوح عليه السلام جي ڪلام ۽ سوال بابت الله تعاليٰ ڪلام پاڪ ۾ فرمائي ٿو "اِذْ نَادٰي نُوْحٌ رَّبَّهٗ فَقَالَ رَبِّ اِنَّ ابْنِيْ مِنْ اَهْلِيْ وَاِنَّ وَعْدَكَ الْحَقُّ وَاَنْتَ اَحْكَمُ الْحَاكِمِيْنَ" يعني: "جنهن وقت سڏيو نوح سندس رب کي پوءِ چيائين ته اي منهنجا پروردگار تحقيق منهنجو پٽ منهنجي گهر جي ڀاتين مان آهي ۽ تحقيق وعدو تنهنجو سچو آهي ۽ تون حاڪمن جو حاڪم آهين." جيڪڏهن دل جي نظر سان علم جي حقيقت ۽ ارادي حقيقي ڪان آگاهه هجي ها ته عليم مطلق جل شانه ڪان ڪيس بي علم ۽ جاهل هئڻ جهڙن خطابن سان عتاب نه ملن ها جيئن پاڻ فرمائي ٿو "قَالَ يَا نُوْحُ اِنَّهٗ لَيْسَ مِنْ اَهْلِكَ وَاِنَّهٗ عَمَلٌ غَيْرُ صَالِحٍ فَلَا تَسْئَلْنِ مَا لَيْسَ لَكَ بِهٖ عِلْمٌ اِنِّيْ اَعِظُكَ اَنْ تَكُوْنَ مِنَ الْجَاهِلِيْنَ". يعني: چيو الله تعاليٰ اي نوح! تحقيق هو تنهنجي ڀاتين مان نه آهي ۽ تحقيق ان جا ڪم چڱا نه آهن. پوءِ مون ڪان تون اهڙي ڳالهه جو سوال نه ڪر جنهن جي توکي ڄاڻ نه آهي. بيشڪ آءٌ توکي نصيحت ٿو ڪريان ته متان جاهلن مان نه ٿي پوين. ان عتاب ملڻ ڪان پوءِ جڏهن علم واري صفت سان مشرف ٿيو تڏهن پنهنجي تصور جو معترف ٿي عاجزي سان عرض ڪرڻ لڳو ته "رَبِّ اِنِّيْٓ اَعُوْذُبِكَ اَنْ اَسْئَلَكَ مَالَيْسَ لِيْ بِهٖ عِلْمٌ وَّاِلَّا تَغْفِرْلِيْ وَتَرْحَمْنِيْٓ اَكُنْ مِّنَ الْخَاسِرِيْنَ" ترجمو: "اي منهنجا پالڻهار! بيشڪ آئون پناهه ٿو وٺان توکان سوال ڪرڻ اهڙي ڳالهه جو جنهن جي مون کي ڄاڻ نه آهي ۽ جيڪڏهن تون نه بخشيندين مون کي ۽ نه رحم ڪندين مون تي ته هوندس آءٌ نقصان ۽ ٽوٽي وارن مان" - پوءِ جڏهن سندس عذر قبول ٿيو تڏهن حق سبحانه وتعاليٰ جي عتابن ڪان ڇوٽڪارو مليس ۽

جهل مان نڪري علم سان مشرف ٿيو ۽ علم مان ڏسڻ واري صحيح اک ٿيس ۽ پڻ حق سبحانه وتعاليٰ جي ارادي ۽ قدرت کي جيئن ان جو شان آهن تيئن ان کي سڃاتائين. اي منهنجا دوست! هي نبي سڳوري تي عتاب نہ هو بلڪ هڪڙي قسم جو الله تعاليٰ کان پاڪ خطاب هو جنهن مان عجز ۽ نماڻائي جي سڃاڻڻ واري حقيقت ۽ ان جي اسرارن سان مٿانهپ انعام فرمايائين. ڇاڪاڻ تہ سڀني مرتبن کان عجز ۽ نماڻائي جو مرتبو مٿانهون آهي. "اَلْعِجْزُ عَنْ دَرْكِ الْاِدْرَاكِ اِدْرَاكٌ"

حضرت نوح عليه السلام کي آدم ثاني يعني اب ثاني بہ چوندا آهن هن سببان تہ سموري خلق طوفان جي ڪري غرق ٿي ويئي هئي ۽ ڪي ٿورا ماڻهو بچيا جي سندس ٻيڙيءَ ۾ سوار هئا ۽ اهڙي طرح حضرت آدم عليه السلام جو ڪلمون "لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ آدَمُ صَفِيُّ اللهِ" هو ۽ حضرت نوح عليه السلام جو ڪلمون "لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ نُوحٌ نَبِيُّ اللهِ" هو. معلوم هجي تہ حضرت نوح عليه السلام جي نبوت جلالي صفتن مان هئي جنهن جو ظهور قهار واري صفت مان آهي ۽ الله تعاليٰ جي اسمن مان قهار سندس صفاتي نالو آهي ۽ ڏس تہ جلالي صفت جي غلبي سببان طوفان مينهن ۽ پاڻيءَ جو کهڙو نہ زبردست ۽ مهلڪ آيو جو سڄي روءِ زمين کي غرق ڪري ڇڏيائين. ۽ سندس عمر ڊگهي ۽ وڏي هوندي بہ مٿس ايمان فقط چاليهن ماڻهن آندو. جيڪڏهن جلال واري صفت سان ڪي قدر جمال واري صفت گڏ هجي ها تہ وڌانس گهڻو فائدو ظاهر ٿئي ها. ڇاڪاڻ تہ جلال سان جمال واري صفت ۽ جمال سان جلال واري صفت گڏ هئڻ ڪري اعتدال جي سببان ڪامل فائدو پهچي ٿو ۽ اها اعتدال واري وصف محض پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم جي وجود مسعود سان مخصوص آهي ۽ ٻين نبين سڳورن جي نبوت ۾ ائين نہ آهي ۽ خُلّت وارو مقام جو حضرت ابراهيم عليه السلام ڏانهن منسوب ٿيل آهي جنهن جي دين جي پٺيان هلڻ لاءِ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وسلم کي امر ٿيل هو. "وَاتَّخِذُوْا مِلَّتَ اِبْرَاهِيْمَ حَنِيْفًا" يعني ۽ وٺو اوهين ابراهيم واري

روشن دين کي يعني ان جي دين جي تابعداري ڪريو ۽ اها ڪماليت ڪيس بصر (ڏسڻ) واري صفت جي ڪري عطا ٿيل آهي ۽ بصير جو مادو آهي بصير اگرچہ صفت آهي پر حضرت ابراهيم عليه السلام کي حق سبحانه وتعاليٰ جي ذات کان انهيءَ صفت جو ڀاڱو گهڻو عطا ٿيل هو. جڏهن مٿس انهيءَ صفتن غلبو ڪيو تڏهن عشق ۽ محبت جي بي آراميءَ جي غلبي سببان بصر واري صفت باطن کان اڇي ٻاهر پڌري ٿي ۽ پڻ هِن عالم ۽ هُن عالم جو بصري مشاهدو ڪيس پڌرو ٿيو ۽ ان وقت آفتن جي گرفت ۽ ايذائن جهڙن امتحانن ۾ آزمايائونس جڏهن پرک ۽ امتحانن ۾ سچو ثابت نڪتو تڏهن سندس صداقت جي ڪماليت سببان الله تعاليٰ ڪيس خلّت وارو مقام ڏيڻ پسند ڪيو. "وَاتَّخَذَ اللّٰهُ اِبْرَاهِيْمَ خَلِيْلاً" ترجمو: ۽ ورتو الله تعاليٰ ابراهيم کي خليل ڪري - ۽ انهيءَ مرتبي ملڻ جو ڪارڻ تڏهن ٿيو جڏهن بدڪار نمرود ڪيس باهه جي هڪ وڏي مچ ۽ آڙاهہ ۾ اڇلائي وڌو. ان وقت سندس ڏسڻ واري اک جي نظر جي تيزي ۽ علم جي سڃاڻڻ ۽ ارادي واري حقيقت مٿس ظاهر هئي ۽ پڻ سندس سڃاڻڻ واري دل قادر مقتدر جل شانه جي قدرت سان ويڳاڻل ۽ قاتل هئي ۽ ان جي رضا تي معترف هو ۽ سمجهيائين ۽ ڏنائين پي تہ جيڪي پيو ٿئي سو اهو پاڻ پيو ڪري ۽ هي وچ ۾ محض نمرود ۽ نمرود جي لشڪر جو بهانو آهي. مصر ع - از دست دوست هر چہ خوري گلشکر بود يعني: دوست جي هٿان جيڪي کائين ٿو سو ماکيءَ جهڙو مٺو آهي ۽ پڻ سندس وجود مسعود ۾ ثبوتي صفتن وارو پورو علم صحيح ثابت موجود هو جنهن ڪري انهن سندس قدمن کي ثابت ۽ مضبوط رکيو ۽ پنهنجي جاءِ تان هٽڻ نہ ڏنائونس. پوءِ آڙاهہ ۾ اڇلائڻ وقت ملائڪ ۽ جن وٽس عرض ڪرڻ لڳا تہ اسين باهہ ۽ نمرود ۽ ان جي قوم کي هلاڪ ۽ نابود ڪري ڇڏيون. حضرت ابراهيم عليه السلام انهن جي اها ڳالهہ قبول نہ ڪئي ۽ انهن کي سنئون سڌو جواب ڏيئي موٽائي ڇڏيو ۽ چيائين تہ حق سبحانه وتعاليٰ "عَلِيْمٌ" آهي يعني ڄاڻي پيو ۽ "بَصِيْرٌ" آهي يعني

ڏسي پيو ۽ قادرُ آهي يعني پاڻ قدرت وارو آهي. اهڙي جواب ڏيڻ کان پوءِ الله تعاليٰ جي قدرت سان اهانار يعني باه ڦري نور سان مٿيل ٿي ۽ گرمي وري سردي ۽ سلامتيءَ سان. جيئن الله تعاليٰ فرمائي ٿو "وَقُلْنَا يَا نَارُ كُونِيْ بَرْدًا وَّسَلَامًا عَلَيٓ اِبْرَاهِيْمَ" يعني: ۽ چيو اسان اي باهه! ٿي پئه تون ٿڌي ۽ سلامتيءَ واري ابراهيم تي. ع "گلستان کند آتش بر خليل" يعني: باغ ڪيائين باهه کي ابراهيم تي. الله تعاليٰ جي جمال واري صفت سندس جلال تي غالب هئي جنهن ڪري باه ڪي ابراهيم عليه السلام لاءِ نور ڪيائين ۽ جلال واري صفت جمال تي غالب هئي جو نمرود ۽ ان جي ساري قوم کي هلاڪ ڪيائين. وري ٻئي ڀيري امتحان وٺڻ لاءِ سندس پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي قربان ڪرڻ جو امر ٿيس اهو امتحان ڪيس ائين هو جيئن سون کي ڪوناريءَ ۾ وجهي باهه تي تو رکجي ته ان مان مٽ ۽ ڪوٽ نڪري خالص سون ٿئي، تيئن پاڻ کي هن وڏي آزمائش ۾ سچو ڪري. جيئن ان باب ۾ الله تعاليٰ تو فرمائي "قَالَ يَابُنَيَّ اِنِّيٓ اَرٰي فِي الْمَنَامِ اَنِّيٓ اَذْبَحُكَ فَانْظُرْ مَاذَا تَرٰي" يعني: چيو ابراهيم اي پٽڙا منهنجا آئون ڏسان ٿو خواب ۾ تحقيق آئون ذبح پيو ڪريان توکي پوءِ تون نظر ڪر ڇا ٿو ڏسين يعني سمجهين، "قَالَ يَآ اَبَتِ افْعَلْ مَا تُؤْمَرُ سَتَجِدُنِيٓ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ مِنَ الصَّابِرِيْنَ" چيو پٽ اي پيءُ منهنجا تون ڪم ڪر جنهن جو امر ڪيو ويو آهين سگهو ڏسندين مون کي، جي الله گهريو، صبر ڪندڙن مان. جڏهن ته حضرت خليل الله عليه السلام پنهنجي پياري فرزند اسماعيل عليه السلام کي زمين تي ليٽائي ڪهڻ لڳو پر جڏهن ته ڪاتيءَ کي وڍڻ جو امر نه هو تنهن ڪري حضرت اسماعيل عليه السلام کي ڪو به ايذاءُ ۽ اهنج نه پهتو ۽ اهڙي طرح حضرت ابراهيم عليه السلام هر هر ڪاتيءَ کي هلائيندو رهيو پر ڪاتي ڪجهه به نه ڪيو ۽ پوءِ الله تعاليٰ جو ارشاد آيو ته اي ابراهيم تنهنجو خواب سچو ٿيو. جڏهن ته حضرت ابراهيم عليه السلام رب جليل جو خليل ۽ دوست هو ۽ پٽ جي ذبح ڪرڻ ۾ سندس اندر ۾ ڪنهن به قسم جي لچڪ نه آئي بلڪ

سندس خلّت واري سچائي ۽ قرباني ڏيڻ واري صداقت حضرت اسماعيل عليہ السلام جي دل تي اهڙو اثر پيدا ڪيو جو رضا تي راضي رهي صبر ڪيائين ۽ رضا تي رهڻ سبيان جانورن جي قرباني ڪرڻ جو حڪم ثابت ٿيو ۽ قربان ٿيڻ ڪري سندس لقب ذبيح الله يعني الله تعاليٰ جو ڪٺل سان مشرف ٿيو. اي دوست تون هاڻي انهن ٻنهين نبين سڳورن جي امتحانن ۾ فڪر ڪري ڏس تہ هنن ٻنهين جي وچ ۾ ڪيڏو نہ فرق آهي. حضرت نوح عليہ السلام پٽ جو غرق ٿيڻ ڏسي ان جي ڇوٽڪاري ۽ سلامتيءَ لاءِ دعا گهرڻ لڳو ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي پنهنجي پٽ حضرت اسماعيل کي قربان ڪرڻ جو امر ٿيو. پوءِ ان سڳوري پياري پٽ کي ذبح ڪرڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جو عذر نہ ڪيو. پوءِ ندا ۽ فدا ۾ عجيب نڪتو ۽ رمز رکيل آهي. پوءِ جنهن کي نبي الله جي نور مان ۽ خليل الله جي خلّت مان نور ورتل ۽ مشرف ٿيل هوندو سو انهن ٻنهين سڳورن جي وچ ۾ فرق پاڻهين سمجهندو.

جڏهن تہ نبوت جو تعلق ساري خلق سان ٿو ٿئي. پوءِ ڪن نبين ڪان ڪن وقتن ۾ اهڙا ڪم ٿي پوندا آهن جنهن مان عام جنس واري کي خاص جنس وارن مان فائدو ٿو پهچي ان بابت پاڻ سڳورن جنهن تي ڪلمون لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ آهي تنهن خبر ڏني آهي تہ "اَنَا اَغْضَبُ كَمَا يَغْضَبُ الْبَشَرُ وَاَنَا اَرْضِيْ كَمَا يَرْضِي الْبَشَرُ" يعني: آئون ڪاوڙ غصو ڪريان ٿو جيئن ماڻهون ڪاوڙ ۽ غصو ڪري ٿو ۽ آءٌ خوش ٿيان ٿو جيئن ماڻهون خوش ٿئي ٿو. پوءِ اهي نبي سڳورا جي مامور هجڻ جي درجن ۾ مٿانهين مرتبي وارا آهن تن جي وجود ۾ بشري صفت جي ظهور هئڻ سبيان وري گهٽون هيٺ ٿا اچن. پوءِ ان وقت ۾ اهڙي نبي جو غرق ۽ جدائي جي خوف کان ندا ڪرڻ ۾ ڪو حرج ۽ قصور ناهي بلڪ مصيبت وقت ندا ڪرڻ پڻ نبوت وارين ڪماليتن جي ظهور تي شاهدي ڏيندڙ ۽ واٽ لائيندڙ آهي. ڇاڪاڻ تہ بشريت جو ظهور چئن عناصرن مان هئڻ ڪري سندس پيدا ٿيل وجود ۾ غفلت آهي ان

سان گڏ صحو ۽ اقربيت (١) ۽ ظل جو اصل جهان ڳنڍجڻ ۽ جزء جو ڪل سان متحد ٿيڻ وارن ڪماليتن جو پڻ ورثو ڪٽندڙ آهي ۽ پڻ ندا ڪان فدا سان خبردار ۽ هوشيار ٿيڻ ۽ جفا ڪان وفا سان موٽڻ يعني گناه ڪان رجوع تي توبہ ڪرڻ ۽ علم ڪان حال سان متوجہ ٿيڻ ۽ عين ڪان وصال سان سي سڀ نبوت جي مقام ڪان عروج ڪري ولايت جي مرتبي سان حاصل ٿين ٿا، جا اها ولايت نبوت واري آهي. ۽ نبوت ڪان خلّت واري مقام سان تقرب يعني ويجهو ٿيڻ سو هي قرب اقربيت جي ڪان آهي ۽ خلت ڪان نبوت جي مقام ڪان دور هئڻ سو دور هجڻ ابعديت جي سببان آهي ۽ هي هتي خلت جي مرتبي ڪان دور هئڻ سو ولايت تي نبوت جي غلبي سببان هو. (مطلب حضرت نوح عليہ السلام جي ولايت تي نبوت جو غلبو هو جنهن ڪري ندا ڪيائين) ۽ هو يعني حضرت ابراهيم عليہ السلام جي نبوت تي ولايت جو غلبو هو جنهن ڪري فدا ڪي قبول ڪيائين. جڏهن تہ نبوت واري مقام ماڻهن سان واسطو تي رکيو جنهن جي ڪري الله تعاليٰ جي قهاري صفت طوفان ۾ اچي سيني ڪي ورتو ۽ خلّت وارو مقام نبوت جي ذات ۾ هئڻ سببان خلق ڪان رجوع تي پنهنجي خالق ڏانهن گهڻون متوجہ ٿئي ٿو ۽ خلق سان تورو. بلڪ ثبوتي صفتن جي مشاهدن ۾ مستغرق هئڻ سببان خالق ۽ مخلوق جي وچ ۾ الف (ا) يعني واحد جي صورت ۽ شڪل ڏسڻ ۾ ايندس جو اهو مڙني عددن جو گڏ ڪندڙ ۽ مجموعو آهي ۽ مفردن ۽ مرڪبن ڪي ڳنڍيندڙ آهي ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام ڪي هي مشاهدو اگرچہ صفاتي مقام ۾ ٿيو آهي پر ان ڪي حق سبحانہ وتعاليٰ جي ذات ڪان گهڻون ياگون مليل هو جنهن جو ذڪر مٿي ٿيو آهي. انهي سببان محبت جي مرڪز جو دائرو خلّت آهي. ڇاڪاڻ تہ الله تعاليٰ جي ذات ڏي پهچڻ لاءِ ثبوتي صفتون

---

(١) اقربيت يعني ويجهو هئڻ ۽ ابعديت يعني پري هجڻ جو مثال آئيني مان سمجهو آدمي جڏهن پنهنجي شڪل آئيني ۾ ڏسي ٿو تہ سندس شڪل بالڪل ويجهي آهي پر جي پائي تہ ان ڪي ويجهو تي هٿ ڪريان تہ ڪڏهن ان ڪي پهچي نٿو سگهي.

وسيلو ۽ واسطو آهن پوءِ حضرت خليل عليہ السلام کي قرب جو ياڳون صفتن جي واسطي سان عطا ٿيو آهي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ کي اقربيت وارو ياڳون ذاتي مليل آهي. حضرت خليفہ صاحب قدس سره جن لکن ٿا تہ هتي بين ڳالهين جي بيانن ۽ فکرن جي عيانن ۾ اچي پهتس هاڻي اصل واري ڳالهہ کي ذکر ٿو کريان تہ نبوت وارو مقام تنهنجو توجهہ خلق سان آهي جنهن کري حضرت نوح عليہ السلام کي اول هجڻ جي کري افضليت جو شرف ۽ کمال آهي ۽ خلّت وارو مقام تنهن جو توجہ خالق سان گهڻون آهي جنهن کري اهو عظيم مرتبو حضرت ابراهيم عليہ السلام کي مليل آهي. پوءِ هرهڪ سڳورو پنهنجي مقام ۽ زماني جو صاحب آهي ۽ پڻ پنهنجي قوم ۽ امت جو صاحب آهي. مصرع - هر يکي صاحب قران ديگر ست يعني هر هڪ زماني جو صاحب آهي. حضرت خواجہ مجدد الف ثاني قدس سره پنهنجي ڪتاب ۾ جو سندن ملفوظ مبارک آهي تنهن ۾ نبين سڳورن صلوات الله عليهم جي فضيلتن بابت مختصر لفظن سان تحقيق ۽ شرح هن طرح ڪرڻ فرمايو آهي "منها محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم" ۽ انهن مان محمد ﷺ جن بہ آهن جي سيني رسولن جا سردار آهن ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي توڙي سندن مرتبي ۽ لائقي جي قدر موجب ذاتي تجلي مان ياڳون مليو اٿن جيئن الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليہ السلام کي "نَفْسِي اَيْ لِذَاتِيْ" يعني منهنجو نفس ۽ منهنجي ذات لاءِ جهڙي لفظ سان مخاطب ٿيو ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي "روح الله" جو ڪلمون ڏنائين ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سان سندس مشابهت گهڻي آهي. پر حضرت ابراهيم عليہ السلام کي صفتن وارين تجلين جو مقام حاصل آهي جو سندس نظر صفتن ۾ تيز هئي ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جن جو خاص شان آهي جو ڪين تجلي ذاتي وارو مقام حاصل آهي ۽ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي سندس لائقي موجب صفتن جي تجلي حاصل هئي. پوءِ انهيءَ اعتبار سان حضرت ابراهيم عليہ

السلام جو افضل هجڻ حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان زياده آهي ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام حضرت موسيٰ عليہ السلام کان افضل آهي ڇاڪاڻ تہ سندس رتبو حضرت موسيٰ عليہ السلام جي رتبي کان مٿي آهي ۽ پڻ سندس نظر تکي هئي. انهن سڀَورن کان پوءِ حضرت نوح عليہ السلام افضل آهي جو سندس صفتن وارو مقام حضرت ابراهيم عليہ السلام جي صفتن کان ڪجهہ مٿيرو آهي. پر حضرت ابراهيم عليہ السلام کي صفتن وارين تجلين ۾ خاص مقام حاصل آهي جو سندس نظر صفتن ۾ تيز هئي ۽ اها وصف ٻين ۾ نہ هئي پر سندن اولاد سڀَوري کي سندس تابع هئڻ سببان انهي مخصوص مقام مان ڀاڱون عطا ٿيل آهي جي اهي سندن ٺاريون آهن ۽ حضرت نوح عليہ السلام کان پوءِ حضرت آدم عليہ السلام جي فضيلت آهي. منهنجي رب پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان مون کي جيڪي سيکاريو ۽ الهام ڪيو سو بيان ڪيم ۽ وڌيڪ علم تہ الله تعاليٰ کي آهي جو سيني کان گهڻون ڄاڻي ٿو. حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ڪماليتن جون نشانيون هي آهن الله تعاليٰ ۽ سندس وچ ۾ هم ڪلام ٿيڻ ڪري عزت وارو ٿيڻ ۽ قرب ۽ اقربيت جيٰ ڪماليت ۽ حجابن وارن پردن جي وچ مان انوارن وارين تجلين جي ظاهر ٿيڻ سان مشاهدو ڪرڻ ۽ جلال ۽ ڪمال جو ظاهر هئڻ جهڙا ٻيا ڪم جن جو سندس احوالن ۽ مقامن سان مختص ٿيل آهن ۽ اهي قرب ۽ مشاهدا جي تنزيهي ۽ تشبيهي شواهدن مان پڌرا ٿا ٿين جن جو تعلق شيونن ۽ اعتبارن تي رکيل تو تئي جو تنزيہ تشبيہ کان گوءِ تي ڪٺي ۽ وڻ ۾ جيڪا نوراني تجلي ڏسڻ سان مشرف ٿيو ۽ پاڻ "اِنِّيۡ اَنَا اللّٰهُ" جي ڳالهاءَ سان نوازيل ٿيو اهو ڳالهاءُ تنزيہ سان نہ بلڪ تشبيہ سان ترجيح تو ڏيکاري ۽ الله تعاليٰ جو ڳالهائڻ انهن ٻنهين سببن يعني تنزيہ ۽ تشبيہ کان خالي آهي. پوءِ سندس ڪلام تمثيل جي واسطي سان تشبيہ جي مثال ۾ ٿيو آهي. ۽ پڻ "ڪَلِيۡمُ" جل شانہ جو ڪلام سواءِ ڪنهن تفصيل جي مجمل هو يعني محض "اِنِّيۡ اَنَا اللّٰهُ" جو

آواز" ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام جو ڪلام سو گھٽي پڇڻ سان هو تنهن ڪري "ڪَلَّمَ اللّٰهُ مُوسيٰ تَڪْلِيمًا" جي مخاطب ٿيڻ سان "ڪَلِيمُ اللّٰهِ" جو خطاب مليو. انهيءَ سببان قرآن مجيد ۾ ڪيترن هنڌن تي سندس ذڪر ٻين نبين کان گھڻون آيو آهي ۽ پاڻ سندس معرفتون افعالي خواه صفاتي معرفتن کان گھڻون متي آهن ڇاڪاڻ تہ سندس معرفتن جو ڳانڍاپو شيونن ۽ اعتبارن تي رکيل آهي جي اهي صفتن کان هڪڙو قدم گھڻون متي آهن ۽ حق سبحانہ وتعاليٰ جي ذات کي بالڪل نزديڪ ۽ ويجها آهن. اهوئي سبب آهي جو شيون ۽ اعتبارن جي اقربيت سندس ديدار لاءِ خواهشمند ٿي. ڇاڪاڻ تہ شيونن مان شيون بہ هڪ شان آهي جو صاحب شان ڏانهن پهچڻ لاءِ هڪ ڪشادو رستو آهي ۽ سندس مشاهدو بسيط آهي ۽ جلوي کي پڻ شان چوندا آهن. جڏهن معشوق جو جلوو يعني پرتو ۽ چمڪ عاشق تي پوي تہ عاشق کي بي قراري بي آرامي پيدا ٿي ٿئي. حضرت موسيٰ جڏهن ڪلام ٻڌو تڏهن عياني اک سان ڏسڻ جي لاءِ بيقرار ٿي چوڻ لڳو "قَالَ رَبِّ اَرِنِيْ اَنْظُرْ اِلَيْکَ قَالَ لَنْ تَرَانِيْ" ترجمہ: موسيٰ عليہ السلام چيو تہ اي منهنجا رب تون ڏيکائي ڏي مون کي تہ آءُ توکي ڏسان. الله چيو تہ ڪڏهن بہ تون مون کي نہ ڏسي سگھندين. "وَلٰکِنِ انْظُرْ اِلَي الْجَبَلِ فَاِنِ اسْتَقَرَّ مَکَانَهٗ فَسَوْفَ تَرَانِيْ" يعني ۽ پر تون نظر ڪر جبل ڏي پوءِ جي ان پنهنجي جاءِ تي قرار ورتو تہ پوءِ جهٽ پٽ تون مون کي ڏسندين. "فَلَمَّا تَجَلّيٰ رَبُّهٗ لِلْجَبَلِ جَعَلَهٗ دَکًّا وَّخَرَّ مُوْسيٰ صَعِقًا" يعني پوءِ جڏهن تجلي ڪئي سندس رب جبل تي تہ ڪيائين ان کي ذرا ذرا ۽ ڪريو پٽ تي موسيٰ بي هوش ٿي. پوءِ جلالي صفت جي مشاهدي پڌري ٿيڻ ڪري جبل سڙي چٽ ٿيو ۽ حق سبحانہ وتعاليٰ جي غيرت وارن شعاعن حضرت موسيٰ عليہ السلام جي ڏسڻ واري گهر ۽ خواهش کي فنا ڪري ڇڏيو ۽ ان مهل موسيٰ عليہ السلام جي حقيقت ان ضعيف موسڙي پڪيءَ جهڙي رهي ۽ بي هوش ٿي زمين تي ڪري پيو

يعني تجلي جي ڏسڻ جو تاب جهلي نہ سگهيو ۽ ڏسڻ وارو مقام پاڻ سڳورن ﷺ سان مخصوص آهي ۽ پڻ سندن امت جي ڪاملن سان جي مڪمل آهن تن لاءِ بہ ڇاڪاڻ تہ هي پهاڪو مشهور آهي تہ جنهن رستي تان بادشاه جي سواري لنگهي يا گذري ٿي تہ ان رستي ڪان سندس سپاه بہ گذري ۽ لنگهي ٿو. جڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام جي مغز ۽ جان ۾ حق سبحانہ وتعاليٰ جي ڪلام وارن گلن جي سرهاڻ پهتي تڏهن سندس روح انهن خوشبودار گلن جي حقيقت ڪي ڏسڻ لاءِ خواهشمند ۽ عاشق ٿيو ۽ سندس عشق جي جلاليت ۽ قرب واري ڪماليت ڪيس ڇڪي گهٽون ويجهو آندو. ان ويجهڙائي سببان علم اليقين ڪان اچي عين اليقين سان مشرف ٿيڻ ڪري حق اليقين جو خواهشمند ۽ طلب گار ٿيو جڏهن تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام ۾ اهڙي همت ڪتي هئي جو رڳو تجليءَ جو تاب جهلي نہ سگهيو ۽ سندس فطري طبيعت ڏسڻ جي لاءِ سڌ پئي ڪتي. مخدوم عبدالرحيم ٿو فرمائي "هڙ ۾ هڏهِ ڪين- همت هزارن جي" يعني: هڙ ۾ ڪجھ بہ نہ آهي، همت هزارن جي ٿو ڪري. ۽ پڻ پٽ واري شاه عبداللطيف قدس سره ان باب ۾ ڪهڙو نہ چڱون اشارو ڏنو آهي. "ناهي ڪوڏ ڪرت متي سرسود اگري" يعني ڪرت جو ڪوڏيا شوق ئي نہ ۽ خيال وري سوداگري جا طالب ڪي پڻ قرب خداوندي لاءِ اهڙو استعداد پيدا ڪرڻ گهرجي ۽ همت بہ اهڙي ڪري جيئن ان ڪي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي جان تان هٿ ڪڻي ۽ ان لاءِ حيران پريشان ٿئي. ۽ پاڻ ڪي هلاڪت ۾ وجهي ڳاري، ان جي محبت ۽ عشق ۾ مخمور رهي. ان باب ۾ دانائي راز حافظ شيراز فرمائي ٿو

بيت

دست از طلب ندارم تا کام من بر آید- یا تن رسد بجانان یا جان زتن بر آید

يعني: طلب تان هٿ نہ کڻان جيستائين مراد منهنجي پوري ٿئي، يا تہ منهنجو مڙهہ محبوبن ڪي رسي يا ساه جسم مان ٻاهر اچي. يعني بہ ٽول آهن يا تہ وصال ٿيندو يا ساه ڏيندس ۽ مراد ڪان

پوئتي نہ ٿيندس. چوندا آهن "قِيۡمَةُ الۡمَرۡءِ هِمَّـتُهٗ" يعني مرد جي قيمت آهي سندس همت.

همت بلند بايد عشاق مي ست را - مرد خسيس همت در عاشقان نگنجد

يعني: همت بلند جڳائي مستن عاشقن شراب پيندڙن کي- خسيس همت واري مرد جي عاشقن ۾ گنجائش نہ آهي ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام کي فرعون ۽ ان جي جادوگرن وٽان جيڪي طرحين طرحين جا ايذاءَ ۽ ڏک مليل هئا ۽ سينا ڏي وڃڻ وقت ۽ سندس گهر واري جا قريب الولادة حمل واري هئي تنهنجي تڪليفن ان وقت جبل تي برسات پي پيئي ۽ ان کان سواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي تڪليفون پهتل هيون جن جو مذهبي ڪتابن ۾ ذڪر ٿيل آهي، انهن تڪليفن جو بيان هنن ٿورڙن ورقن واري رسالي ۾ آڻي نٿو سگهجي. سي سڀ تڪليفون ۽ ڏک برداشت ڪيائين.

حضرت عيسيٰ عليہ السلام درجن ۽ مقامات جي ڪماليت وارن رمزن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي ويجهو آهي ۽ رنگ کان نڪري بي رنگ سان متصل ٿيڻ ۽ ڪثرت کان جدا ٿي وحدت واري مجمع ۾ اچڻ ۽ علم کان بي حال ٿي حيرت ۾ جذب ٿي پوڻ ۽ نور جي روشنيءَ مان اچي اونداهين وارن هنڌن ۾ هيڪلو ٿيڻ ۽ علم کان بي حال ٿي حيرت سان جذب ٿيڻ. انهن لکل خزانن جي پڌري ٿيڻ جو تعلق لطيفي خفي سان آهي. ڇاڪاڻ تہ اهي اسرارن جا خزانا ۽ لڪل ڪاڻيون آهن. ۽ پڻ اهڙا اسرار جن جو واسطو لطيفي خفي سان آهي تن کي لڪائڻ واجب آهي جو چيو اٿن تہ "اِظۡهَارُ الۡاِسۡرَارِ کُفۡرٌ" يعني اسرارن کي پڌرو ڪرڻ ڪفر آهي. ڇاڪاڻ تہ اهي اسرار ڪاري اونداهي رات جي مثل آهن ۽ پڻ نشيدار شربتن جهڙا آهن. هي نشيدار اهڙو آهي جو سيڪنهن هوش واري جو هوش کسي بي هوش ڪريو ڇڏي ۽ جيڪي ساه ۽ جان جو سودو ڪندڙ آهن سي هن جا پيئندڙ آهن. هن هنڌ تي طالب جو وجود ۽ هستي بئي بي ڪار آهن ۽ هتي پاڻ کي محو ڪرڻ ۽ نيستي جي درڪار آهي.

مولانا رومي رحمة الله عليه فرمائي ٿو.

بيت

قرب حق از جسد هستي رستن ست - قرب ني بالاز پستي رفتن ست
نيست را چہ جائي بالاپست وزير - نيست راني زودني دير ست ودير
کارگاه گنج حق درنيستي ست - غره هستي مشو کان نيست چيست

يعني: حق سبحانہ وتعاليٰ جو قرب هستي واري قيد جي ڇوٽڪاري کان آهي. قرب هيٺاهين کان آهي نہ بلندي سان هلڻ - حق تعاليٰ جي حضور ۾ نيستي خزانون آهي- تنهنڪري تون هستيءَ تي ٽپيل نہ ٿي ڇو تہ هستي آهي ڇا.ڇو تہ اها نيست آهي يعني فنا.

۽ ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:-

بيت

آئينہ هستي چہ باشد نيستي - نيستي جو گر تو ابلہ نيستي

يعني: هستي ڪهڙي شيءِ آهي آئينون نيستي آهي- نيستي کي ڳول جيڪڏهن تون نادان نہ آهين.

اهوئي سبب آهي جو حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو مشاهدو بي ڪيف ۽ بي جهت آهي ۽ سندس علم نيستي وارو آهي ۽ سندس معرفت بي رنگي آهي ۽ سندس ٻين ڪماليتن کي انهي قبيلي مان تصور ڪرڻ گهرجي. اها معرفت ذات حق جي ڪي مقرب هئڻ ۾ شيون ۽ اعتبار جي قرب کان تمام گهڻون ويجهو بلڪ گهٽي کان گهٽون زياده آهي. ڇو تہ هن هنڌ مڙني نسبتن ۽ مطلقًا علي الاطلاق تعلقاتن جو ساقط ڪرڻ ۽ ڪيف کان بي ڪيف ۽ چون کان بيچون ٿيڻ سان وحدت جو مقام حاصل ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ تہ "اَلتَّوْحِيْدُ اِسْقَاطُ الْاِضَافَاتِ" وارو قول ان ڳالھ تي شاهد آهي هتي ڇا نقل ۽ ڇا صفتون ۽ ڇا شيون ۽ ڇا اعتبار تن سيني کان مسلوب ٿيڻ آهي ۽ سلب وارو وجود ذات حق سبحانہ جي تجلي کان تعبير ڪيل آهي ۽ ان سان پهچندڙ تجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ اهو اصل وارين تجلين جي ڇڪ سببان عڪس وارين تجلين ۾ پهتل ٿيو. ان ڳالھ کي وڏي فهم وارو سمجهندو جنهن چس ورتي نہ آهي تنهن کي ذوق جي ڪهڙي پروڙ ۽ خبر.

حضرت عيسىٰ عليہ السلام جي ولادت ۾ ٻہ واسطا آهن. هڪڙو انساني واسطو آهي ۽ ٻيو ملڪي. بلڪ ملڪي بہ ناهي. محض نفخ جو انتفاخ ٿيو آهي (١) جو اهو ملڪن جي پيدائش ۽ جان کان گهڻون لطيف آهي ۽ جڏهن سندس جمڻ ٿيو تڏهن سندس وجود مسعود ۾ نوري ۽ حضوري كماليت وارا مرتبا ظاهر ٿيا. پهريون مرتبو ملڪي ۽ ٻيو مرتبو انسان وارو ۽ لطافت جي ڪماليت سببان روح الله جو لقب مليو ۽ انهيءَ لقب ۽ نالي سان لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ عيسىٰ روح الله جي ڪلمي سان مشرف ٿيو. انهيءَ ڪري سندس قوم مغالطي ۾ پئجي ان کي ابن الله جي نالي سان سڏيائون. ۽ پاڻ انهيءَ حماقت کان ثالث ثلاثہ ثابت ڪرڻ لڳا ۽ هي سڀ ڪجهہ انهن تي سڪر جي اونداهي جو غلبو هو ڇاڪاڻ تہ انهن جو علم ۽ نور جهل ۽ ظلمت ۾ منجي ويو هو.

هي راز ۽ ڳجهہ اهڙو آهي جنهن جو لڪائڻ ضروري آهي ۽ صوفين جي غلطين صادر ٿيڻ جو هنڌ آهي. پوءِ جيڪو شخص جهل ۽ محو مان نڪري علم ۽ صحو سان مشرف ٿيندو سو از خود ان سرّ ۽ ڳجهہ جي حقيقت کي ڄاڻندو ۽ پروڙيندو. پوءِ ان راز کي ڍڪي ۽ پڌري ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪري.

نظم

سر عيسي را اگر جوئي زروح الله جوئي –
کين تناسب در لطافت ازلطيف آمد پديد
اين نفخت فيہ من روحي بآدم اصل داشت –
در وجود عيسوي دراصل وصل آمد فريد
وصل و اصل اندر وصال معنوي يکتا شده–
گہ ز آدم شديد و گہ ز عيسىٰ شد شهيد
در نفوخ عيسوي شد از ملک يکواسطہ–
و آن ز آدم مرتفع در نفخ الله وحيد
بود اين از قرب اسرار حقيقت در وجود–
متصل وآن از صور اُرند حقائق منفريد

(١) هي اشارو فَنَفَخْنَا فِيْهِ مِنْ رُّوْحِنَا جي آيت ڏانهن آهي (مترجم)

آدم از قرب تنزل آمد از خالق بخلق -
بس قرين وعيسيٰ از قرب تعرج بس بعيد
شد ازان رواز صفات افعالي آدم مستفيض -
از صفات سليب عيسيٰ زحق شد مستفيد
نفخ آدم راوعيسيٰ را اگر گويم بشرح -
شرحہ شرحہ گرد اصدر جهان نايد پديد
اين قدر بس در تفهم آنکہ فهمش فائق ست -
هرکہ زين بگذشت بگذشت از همۂ گفت و شنيد

يعني: (١) جيکڏهن عيسيٰ عليہ السلام جي خلقت جو سر ۽ ڳجهہ معلوم ڪرڻ تہ گهرين تہ روح الله مان ڳول. ڇاڪاڻ تہ لطافت هئڻ ۾ اها مناسبت اللطيف جي اسم ڪان پڌري ٿي آهي (٢) هي نفخت فيہ من روحي جي اصليت حضرت آدم سان رکيل آهي حضرت عيسيٰ جي وجود ۾ اصل ڪان وصل ۾ زياده آهي. (٣) معنيٰ جي ڪري وصل ۽ اصل وصال منجهہ هڪ ئي ٿيو آهي. ڪڏهن آدم مان پڌرو ٿيو ۽ ڪڏهن حضرت عيسيٰ مان ٿيو حاضر (۴) نفخ واري حالت ۾ حضرت عيسيٰ هڪڙي واسطي سان ملڪن مان آهي ۽ اهو نفخ الله واري حال ۾ حضرت آدم ڪان اڪيلو ۽ گهٽو مٿي آهي (۵) قرب ڪان هنن اسرارن جي حقيقت (انهن جي) وجود ۾ ڳنڍيل هئي (٦) آدم عليہ السلام قرب ڪان تنزل ڏي آيو خالق جل شانہ جي ڪان خلق سان ٿيو سنگت ڪندڙ ۽ عيسيٰ عليہ السلام خلق ڪان گهٽون پري ٿي قرب ڪان عروج حاصل ڪيو. (٧) انهيءَ ڪري آدم عليہ السلام فعلي صفتن ڪان فيض وٺندڙ ٿيو ۽ عيسيٰ عليہ السلام سلبي صفتن ڪان فائدو وٺندڙ ٿيو. (٨) جيڪڏهن آئون آدم عليہ السلام ۽ عيسيٰ عليہ السلام جي نفخ جو شرح ڪريان ساري جهان جي ماڻهن جا سينان شرح ٿي پون تہ بہ اهو شرح پورو نہ ٿئي. (٩) پوءِ جنهن ماڻهو جو فهم سمجهڻ ۾ اعليٰ ۽ بلند آهي ان لاءِ ايتري قدر ڪافي آهي. پوءِ جنهن هن حال ڪان گذر ڪيو تنهن سڀ ڇوپول ڪان گذر ڪيو. ۽ سندس مقام جي وسعت ۽ پاڪيزگي تي

هي ڳالهہ شاهد آهي تہ ٻين سيني نبين کان مقام محمدي واري مرتبي سان اقربيت جو ياڳون کيس مليل آهي ۽ پڻ سندس لطيفو بنان ڪنهن واسطي جي پاڻ سڳورن ﷺ جي لطيفي سان ڳنڍيل آهي ۽ پڻ ٻنهين لطيفن جو رنگ هڪڙو نهيل آهي يعني لطيفي خفي جو رنگ نيرو ڪارو آهي ۽ اخفي جو بہ رنگ ڪارو آهي پر هن جو رنگ پهرئين کان تمام گهڻون ڪارو آهي ۽ رنگن جي ڪمي پيشي جو سبب قدم وارن صاحبن جي ڪماليت وارن درجن جي مناسبت سان ٿيل آهي ۽ حضرت عيسىٰ عليہ السلام جو ٻين سيني نبين سڳورن کان جدا ٿي پاڻ سڳورن ﷺ سان يگانيت وارو قرب ۽ هڪ ٻئي سان مواصلت يعني ڳانڍاپي جو تقرب سو سندس خاص ڪماليت سببان ٿيو آهي جو پاڻ وري هن دنيا ۾ اچي سندن امت ۾ داخل ٿيندو ۽ پاڻ چوٿين آسمان تي زنده آهن وري الله تعالىٰ جي امر سان هيٺ لهي محمدي دين کي جيارينندو. صلي الله عليه وسلم- ۽ هي سندس عروج چوٿين آسمان تي ملڪي صفت جي غلبي هئڻ ڪري ٿيو آهي ۽ هي سندس مرتبو ٻين نبين کان گهڻون زياده آهي ڇاڪاڻ تہ انهن سڳورن هن ظاهر واري صورت کي عبور ڪري سچي ڏيهہ ۾ وڃي آرامي ٿيا آهن ۽ پاڻ چوٿين آسمان تي هن ظاهر واري صورت ۾ ملڪن سان سڪونت رکن ٿا. چوندا آهن تہ "الجنس مع الجنس" يعني جنس جنس سان گڏ هوندي آهي. ع "بوئي جنسيت کند جذب الصفات" ترجمہ: جنس واري بوئي صفتن کي ڇڪ ڪري ٿي ۽ پڻ سندس معجزا ٻين نبين سڳورن کان گهڻان پڌرا ٿيل آهن. جهڙوڪ مئلن کي جيئرو ڪرڻ ۽ انڌن ۽ منڊن ڪوڙهہ وارن ۽ ٻين خطرناڪ بيمارين کان انهن کي ڇوٽڪارو ڏيڻ اهڙي قسم جا ٻيا ڪيترائي معجزا وٽانس ظاهر ٿيا آهن. پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪماليت وارن معرفتن مان هي آهن. حق سبحانہ جي ذات کي ڏسڻ ۽ اهو ڏسڻ سندن صفتن ۽ شيونن ۽ اعتبار وارن حجابن کان سواءِ ٿيو آهي ۽ پڻ "قَابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنىٰ وَ اَوْحيٰ اِليٰ عَبْدِهٖ مَا اَوْحيٰ" جي مقام تي فائز ٿيڻ سببان عيني معائنن جو مشاهدو ۽

ڇيہ واري مقصد کي پهچڻ ۽ تدلي سبباڻ ويجهو هئڻ جو شرف ڪين حاصل ٿيو ۽ پڻ متن ڪين "مَا ڪَذَبَ الْفُؤَادُ مَا رَاٰي اَفَتُمَارُوْنَهٗ عَلٰي مَا يَرٰي" جون حقيقتون روشن ٿيڻ. ترجمہ: نہ ڪوڙ ڪيو سندس دل ۽ جيڪي ڏٺائين . ڇا پوءِ اوهين شڪ ٿا ڪريو ان ٿول تي جو ڏٺائين ۽ پڻ "وَلَقَدْ رَاٰي مِنْ آيَاتِ رَبِّهِ الْڪُبْرٰي" وڏيون نشانيون ڏسي ان تي ثابت قدم رهڻ يعني: ۽ بيشڪ ڏٺائين پنهنجي رب جون نشانيون ۽ پڻ زمين ڪان عروج ڪري آسمان تي وڃڻ ۽ آسمان ڪان زمين ڏانهن نزول ڪرڻ ۽ پڻ ذات مقدس جي اعلیٰ صفتن سان خلق وٺڻ. اهي سيني لطيفي اخفیٰ جي ڪلڻ سان ڪلن ٿيون. ڇاڪاڻ تہ هي لطيفو پاڻ سڀورن جي قدم مبارڪ هيٺان آهي ۽ سيني لطيفن ڪان هي لطيفو اعلیٰ ۽ مٿانهون آهي ۽ ٻين لطيفن ڪان هن لطيفي جي پاڪيزگي تمام زياده لطيف آهي ۽ ان لطيفي جو مڪان دماغ آهي جو اهوسيني لطيفن جي جاين ڪان شرافت ۾ وڏيڪ آهي ڇاڪاڻ تہ دماغ سيني عضون جو رئيس آهي ۽ ان لطيفي جي رنگ جو نور تمام گهڻو ڪارو آهي ڇاڪاڻ تہ ٻين سيني لطيفن جا رنگ ان ۾ فنا ٿا ٿين ۽ ان نور جي بصارت واري ڪاراڻ عارفن جي اکين جي ماڻڪين لاءِ ڪحل البصر آهي ۽ انهن جي نظر ڪي ڇٽو تي ڪري ۽ پوءِ جنهن ڏسڻ واري اک ۾ سفيدي گهڻي هوندي تہ ان ۾ سواءِ اونداهي جي ڪابہ نورانيت نہ هوندي.

رباعي

مردم عين بصارت را بود نور سياه –
آنڪہ اسود تر منور اندر نظر بينا تر است
چشم ڪور اندر سرشت خلقت آمدبس سفيد –
آنڪہ ابيض تر بود اندر نظر اعمیٰ ترست

(۱) اک جي ماڻڪي جو نور ڪاري رنگ جو آهي پوءِ اهو جيئن تمام گهڻو ڪارو هوندو تہ ڏسڻ وارو نور وڏيڪ ڇٽو هوندو. (۲) ۽ جنهن انڌي مادر زاد جي پيدائش جي خلقت ۾ سفيد گهڻي آئي. پوءِ جيئن اها سفيدي گهڻي هوندي تہ اهو ڏسڻ ڪان بالڪل انڌو آهي. انهي اونداهي بابت مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي عليہ

الرحمة هن طرح خبر تو ڏئي - ٻئا سڀ سکن سوجهري تو اونده آراما - يعني ٻيا سيئي روشنائي جي پيا آرزو ۽ سڌکن ۾ توگي آرام اچي اونداهي ۾ - ۽ اها ڪاراڻ غيب جي اونداهي گاڻ نکتي آهي ۽ وري غيب الغيب ڏانهن جذب تي تئي ۽ جڏهن ته سندن لطيفو ٻين سيني کان گهڻون لطيف ۽ مڙني کان مٿاهون آهي ۽ سندن نورانيت سيني کان شرافت ۾ اعليٰ ۽ اشرف آهي ته پوءِ سندن ڪماليتون ۽ مرتبا پڻ مڙني نبين کان اڪمل ۽ اعليٰ آهن ڇاڪاڻ ته پاڻ احسن المخلوقات ۽ اشرف البرايا آهن.

شعر

بَلَغَ الْعُلٰى بِكَمَالِهٖ - كَشَفَ الدُّجٰى بِجَمَالِهٖ
حَسُنَتْ جَمِيْعُ خِصَالِهٖ - صَلُّوا عَلَيْهِ وَآلِهٖ

يعني: ڪماليتن سان سندن رتبو بلندي کي پهتو آهي ۽ سندن جمال سان اونداهي روشنين سان ڀڏري ٿي. سندن سڀ خصلتون موچاريون ۽ نيڪ آهن. اوهين سيئي مٿن ۽ سندن اولاد تي صلاة پڙهو. اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰى مُحَمَّدِنِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى آلِهٖ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ - ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪماليتن ۽ فضيلتن مان هڪڙو اهڙو ٺول آهي جن سان ٻيا نبي برابر نه آهن. جيئن ته اڳين سيني نبين جو ڪعبو بيت المقدس هو جنهن ڏانهن سجدو ڪندڙ ۽ ٻي عبادت ان ۾ ڪندا هئا ۽ پاڻ سڳورن کي جدا ڪعبو انعام ٿيو ۽ پڻ بيت المقدس ڏانهن نماز ۾ هئا ته ڪين ڪعبة الله ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ جو امر ٿيو "فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ الْمَسْجِدِ الْحَرَامِ" ترجمہ پوءِ ڦيراءِ تون پنهنجي منهن کي مسجد الحرام جي ڪنهن حصي ڏانهن ۽ اها خصوصيت محض ڪين عطا ٿي جو ڪعبي جو صاحب پاڻ ٿيو. پوءِ جڏهن بيت المقدس واري ڪعبي جي صورت بيت الحرام سان تبديل ڪيائون تڏهن بيت المقدس کان مسجود هئڻ واري حقيقت پڻ ساقط ٿي ۽ ڪعبي شريف ڏانهن مسجود هئڻ سان پاڻ فائز ٿيا. شيخ عبدالحق دهلوي پنهنجي ڪتاب جذب القلوب اليٰ ديار المحبوب ۾ هي حديث آندي آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته بيت المقدس واري مسجد ۾ هڪڙي نماز پڙهڻ ٻين

مسجدن جي ستن سون نمازن پڙهڻ کان افضل آهي پوءِ ڪنهن اصحاب سڳوري اها ڳالهہ ٻڌي تنهن اوڏانهن وڃڻ لاءِ موڪل گهري پاڻ پڇيائون تہ ڇاجي ڪاڻ وڃين ٿو. ان صحابي چيو تہ اي الله جا رسول ﷺ ڪالهہ اوهان بيت المقدس واري مسجد ۾ نماز پڙهڻ جي فضيلت ٻڌائي هئي اوڏانهن نماز جي ثواب لاءِ ٿو وڃان. پاڻ فرمايائون تہ مسجد الحرام ۾ هڪڙي نماز پڙهڻ جو ثواب بيت المقدس واري مسجد ۾ ستن سون نمازن پڙهڻ جي برابر آهي ۽ "أَنَا مِنْ نُوْرِ اللهِ وَعَالَمُ كُلُّهٗ مِنْ نُوْرِيْ" وارو شرف پڻ ساڻن مخصوص آهي ۽ "لَوْلَاکَ لَمَا خَلَقْتُ الْاَفْلَاکَ" ۽ "لَوْلَاکَ لَمَا اَظْهَرْتُ الرَّبُوْبِيَّةَ" واري خصوصيت ساڻن خاص آهي. يعني: تون نہ هجين ها تہ البت نہ خلقيان ها آسمانن کي ۽ تون نہ هجين ها تہ البت نہ ظاهر ڪريان ها ربوبيت کي ۽ سندن تعظيم ۽ تڪريم وڌائڻ لاءِ جهان وارن تي سندن اطاعت ۽ تابعداري ڪرڻ لازم هن سببان ڪيائين جو پاڻ ختم الرسل آهن، جيئن هن آيت سڳوري ۾ ذڪر آهي "قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللهُ" يعني: تون چئو ماڻهن کي تہ جيڪڏهن اوهين محبت رکو ٿا الله سان تہ پوءِ منهنجي تابعداري ڪريو تہ الله بہ اوهان سان محبت رکندو ۽ ٻئي هنڌ سندن شان ۾ ٿو فرمائي "وَمَنْ اَطَاعَ الرَّسُوْلَ فَقَدْ اَطَاعَ اللهَ" ترجمہ: ۽ جنهن رسول الله ﷺ جي اطاعت ڪئي تنهن ڄڻ ڪر الله جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪئي ۽ ٻئي هنڌ ٿو فرمائي "وَمَآ اٰتَاكُمُ الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ وَمَا نَهَاكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوْا" ترجمہ: ۽ جنهن ٿول جو رسول ﷺ اوهان کي امر ڪري پوءِ اوهين ان کي وٺو ۽ جنهن ٿول کان اوهان کي منع ڪري، پوءِ اوهين ان کان پاڻ کي جهليو ۽ پڻ سيني اولوا العزم نبين وارو علم حال جو هجي خواه ڪمال جو ۽ انهن وارو علم اصولي خواه فروعي سو سندن ذات بابرڪات سڳوريءَ ۾ ڪماحقه موجود هو ۽ سندن علم سيني نبين کان گهڻون مٿي هو ۽ سندن ڪماليتون هڪڙي وڏي عميق سمنڊ جي مثل آهن ۽ ٻين نبين سڳورن جون ڪماليتون سندن ڪماليت جي پيٽ ۾ وڏي درياءَ جي اڳيان هڪڙي ڦڙي جي مثل آهن ڇاڪاڻ تہ

پاڻ "اَوَّلُ الْفِكْرِ ۽ آخِرُالْعَمَلِ" آهن (يعني پاڻ خلقت ۾ پهريان آهن ۽ هن عالم ڏي اچڻ ۾ پويان آهن) ۽ سندن علم ۽ معرفت جهان وارن تي ظاهر ۽ روشن آهن ۽ ڪين الله تعاليٰ جي حضور ۾ پهچڻ پڻ بي ڪيف ۽ بي جهت ۽ بنان صفتن افعالين ۽ ثبوتين ۽ شيونن جي ٿيو آهي ۽ سندن ڏسڻ رويت بصري سان هو ۽ سندن معراج جسم مبارڪ سان هو، ۽ ٻين نبين سڳورن ڪي معراج جسماني نہ ٿيو آهي پوءِ جيئن تہ سندن ڪماليتون ٻين سيني نبين جي ڪماليتن ڪان اعليٰ ۽ افضل آهن تہ پوءِ سندن حقيقت پڻ مڙني حقيقتن ڪان وڌيڪ ڪامل ۽ وڏي شرف واري آهي. ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ حقيقتون آهن ۽ جن ڪي صوفين جي اصطلاح ۾ روح اعظم ۽ عقل ڪل ۽ نفس ڪل ۽ حقيقت الحقائق ۽ حقيقت محمدي ۽ حقيقت احمدي ٿا سڏين ۽ هي حقيقت سيني حقيقتن جو اجمال بہ آهي ۽ مڙني حقيقتن ۽ صورتن جو تفصيل بہ آهي. جيڪڏهن تون انهن جي سيني اصلن ۾ چڱي طرح سان تصور ڪندين تہ اهي سيئي پنهنجن مرتبن ۾ موجود اهن ۽ جيڪڏهن انهن جي تفصيل جو تصور ڪندين تہ اهي سڀ حقيقتون عالم امر ڪان هن عالم خلق ۾ هڪ هڪ تي پڌريون ٿيون آهن جي درجي بدرجي صُورتن سان هن عالم ۾ پهتيون آهن. ڪهڙو نہ چڱون چيو آهي جنهن هي بيت چيو

بيت

اين جهان صورت ست معني دوست - در بمعنيٰ نظرڪني همہ اوست

هي جهان دوست جي معنوي صورت آهي. جيڪڏهن معنيٰ سان نظر ڪندين تہ سڀ اهو پاڻ آهي. سيني مرتبن ڪان حقيقت محمدي ﷺ جو مرتبو مٿي آهي ۽ اهو مرتبو سندن وجود جي شايان آهي ۽ هن حقيقت ڪي متقدمين صوفي سڳورا وجود مطلق پڻ چوندا آهن ۽ پڻ هي مرتبو انهن حقيقتن وارن مرتبن مان آهي جنهن حقائق واري قيد ڪان ٻاهر اچي هن وجود مطلق جي حقيقت لڌي. پوءِ جنهن هنڌ وجود مطلق آهي تہ اتي پوءِ ان ڪي ذات حق جي ۾ هئڻ ڪان سوا ٻي ڪا گنجائش نہ آهي، البت ذاتي شيونن ۽ اعتبارن مان ڪنهن شيون ۽ اعتبار ۾ گنجائش آهي، ۽ حقيقت محمدي ﷺ

جي مرتبي کان سواءِ ٻيو بہ هڪ مرتبو آهي جو سيني حقيقتن وارن مرتبن کان مٿي آهي جنهن جي پاسي ۾ ٻيا سيئي مرتبا ان جي پاسي ۾ هڪ وڏي درياءَ جي اڳيان هڪڙي ڦڙي جي مثل آهن ۽ اتي حقيقت محمدي ﷺ محض هڪڙو نالو آهي ۽ حقيقت احمدي ان جو مسمّا آهي، ۽ حقيقت محمدي جي اعتبار سان ٻيون جيڪي حقيقتون آهن سي محض اسم آهن ۽ هي انهن جو مسمّا آهي ۽ حقيقت احمدي جي لحاظ سان حقيقت محمدي پڻ اسم آهي ۽ هي ان جو مسما آهي ۽ حقيقت احمدي جا پڻ بہ مرتبا آهن هڪڙو حقيقت محمدي ۽ ٻين سيني نبين ۽ اوليائن ۽ ٻي ساري مخلوقات سان واسطو اٿس ۽ ٻيو مرتبو ان جو مجرد اعتبار احديت جو آهي جو ان ۾ ميم جو حرف وچ ۾ آڏ آيل اهي ۽ سلوڪ جي سيني منزلن جي گذرڻ کان پوءِ احمد واري ميم جي اضافت ازخود دور ٿيندي چاڪاڻ تہ "اَنَا اَحُمَدُ بِلَامِيُمٍ" جو اشارو پڻ ان ڳالهہ ڏانهن آهي. ترجمہ: آئون احمد آهيان سواءِ ميم جي- ۽ ان کان مٿي سالڪ کي پاڻ سڳورن ﷺ جي معراج جهڙو عروج ٿئي تو ۽ اها اهڙي جاءِ آهي جتي وڃڻ ٿئي تو، ۽ اتي ڳالهائڻ جي طاقت نہ آهي ۽ ڏسڻ ٿئي تو ۽ سمجهڻ جي قوت نہ آهي ۽ اهو عروج پنهنجي استعداد جي لياقت موجب پاڻ سڳورن ﷺ جي متابعت سان حاصل ٿئي تو چاڪاڻ تہ ان هنڌ حقيقت محمدي ۽ حقيقت احمدي جمع الجوامع ۽ احديت سان گڏ هئڻ آهي ۽ احديت وري ذات مطلق ۽ هويت واري جا سيني عيبن کان منزه ۽ پاڪ آهي تنهنجي حضور ۾ آٽي عبده ۽ رسوله سان پيدا رو تي کري ۽ هتي پاڻ سڳورا "لَااِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحُدَهٗ لَاشَرِيُکَ لَهٗ وَاَشُهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا عَبُدُهٗ وَرَسُوُلُهٗ" جي ڪلمي واري حقيقت سان ڪامل ٿيا آهن چاڪاڻ تہ ڪين عبدالله جو مقام ۽ ڪلمون رسول الله جو مليل آهي يعني لَااِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوُلُ اللّٰهِ

ابيات

عبده شد بنده خاص خدا - جز محمد نيست در هر دوسرا
آنکہ در عبديتش گشتہ نهان - سر وحدت گشت ظاهر در جهان
شد محمد جملہ وحدت در وجود - در حقيقت مطلق از عين شهود

شمس وحدت آفتاب نور ذات - تافتہ برافق ذرات جهات
شد زنورش مقتبس مهتاب جود - شد منور زو وجود هر نمود
انبياءِ از لمعہ اش بکتاب خواه - او لياز آن تاب روشن گيرد راه
نورا و آفاق و انفس را گرفت - هر چہ جز نورش همہ شد در تهفت
در رسالت هر کہ زو آگاه شد - من اطاعہ قد اطاع الله شد
انبيا گردر شرف بس اکملند - امت اويندگر خود مرسلند
شرح اين معنيٰ گرجوئي تو راست - درمکاتيب کرام شيخ ماست
درج کر دم آن همہ را دربيان - اين دو اوراق رسالہ بهرزان
بين وبين وجوينده وجوينده باش - هر چہ گفتم سر آن منمائي فاش

يعني: (١) خاص ٻانهون يعني الله تعاليٰ جو خاص ٻانهون - پاڻ سڀني کان سواءِ ٻنهين جهانن ۾ ٻيو ڪوبہ ڪونهي. (٢) او تہ سندن عبديت ۾ ٿيو لکل- سر وحدانيت جهان جي مالک جو (٣) تي سڀ وحدت پاڻ سڀورن جي وجود ۾- حقيقت ۾ شهود جي عين کان مطلق آهن (۴) وحدت وارو سج ۽ ذاتي نور جو سج ذاتي نور جي سج جا ڪرڻان - جهان جي افق وارن سيني جهتن تي چمڪيا (۵) ان جي يعني سندن نور جي سخاوت مان چنڊ روشن ٿيو ۽ سندن وجود مبارڪ مان سيئي وجود روشن ٿيا. (٦) سڀ نبي سڳورا سندن نور مان هڪڙي تجلي جا طلبگار- اوليا پڻ ان نور مان تجلي وٺندڙ ۽ واٽ لهندڙ- (٧) سندن نور آفاق ۽ انفس کي ويڙهي ورتو. سندن نور کان سواءِ ٻيا سيئي نور غائب ٿيا. (٨) جيڪو سندن رسالت ۾ واقف ٿيو- جنهن سندن اطاعت ۽ فرمان برداري ڪئي تنهن ڪر الله تعاليٰ جي اطاعت ۽ فرمان برداري ڪئي (٩) نبي سڳورا جيڪڏهن اشرف هئڻ ۾ گهڻي ڪماليت رکن ٿا تہ بہ سندن امت مان آهن توڙي اهي رسول آهن (١٠) جيڪڏهين تون هن معنيٰ کي صحيح سمجهڻ گهرين ٿو تہ منهنجي مرشد جي مکتوبات ۾ ان جو ذڪر ٿيل آهي (١١) انهن مکتوبن مان هڪڙو مکتوب وچ ۾ داخل ڪيم - يعني هن ٿورڙن ورقن واري رسالي ۾- (١٢) هن سببان تہ پڙهندڙن جي دل روشن ٿئي ۽ هي ڪتاب پڻ مثل گلشن ٿئي (١٣) ڏس ۽ ڏس ۽ ڳول ۽ ڳوليندڙ هج - جيڪي چيم اهو ڳجهہ پڌرو نہ ڪر -

## مکتوب ميان پيرمحمد ڏانهن سندس سوالن جي جوابن بابت

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الحمد لِلّٰهِ الذي هدانا لهٰذا وما كنا لنهتدي لولا ان هدانا الله.لقد جاءت رسل ربنا بالحق والصلوٰة والسلام علي رسولهٖ الذي اسمه الشريف الذ واحليٰ من العسل لمشتاق زلال وصاله وعليٰ آلهٖ واصحابهٖ اجمعين - اما بعد من الفقير المحتاج الي الغني الكريم الي عمدة الاكابر الافاضل أعني پيرمحمد (قدس سره) نور الله قلبي وقلبک بمعرفتهٖ وقدس سرّي وسرّک فقد وصل مكتوبكم مع الاسولة في العجلة للسفر فما يسّر لي فهٰذا -

سوال الاول: هل يكون الحقيقة المحمدية عليٰ صَاحِبِهَا الصَّلواةُ وَالسَّلَامُ وَسِيلَةً لِوُصُوْلِ الْاَنْبِيَاءِ عَلَيْهِمُ الصَّلواةُ وَالسَّلَامُ اِلَي اللّٰهِ كمَا كانت لهٰذِهِ الامة امْ لَا -

جواب: اعلم ايها العقل السليم لما كان رسول الله صلي الله عليه وسلم وسيلة بوجود كلهم فكيف لايكون وسيلة وصولهم وفي المواهب اللدنية لما تعلق ارادة الحق بايجاد خلقه وتقدير رزقه ابرز الحقيقة المحمدية من الانوار الاحمدية في الحضرت الاحدية ثم سلخ منها عوالم كلها علوها وسفلها عليٰ صورة حكمه كما سبق في سابق ارادتهٖ اعلمه تعاليٰ بنبوتهٖ وبشرهٖ برسالة هٰذا وآدم كما قال لم يكن الا بين الروح والجسد ثم انبجست منه صلي الله عليه وسلم عيون الارواح فظهر بالملاءِ الاعليٰ وهو بالنظر الجلاءِ فكان لهم المورد الاجلاء فهو صلي الله عليه وسلم الجنس الاعليٰ جميع الاجناس والاب الكبير لجميع الموجودات والناس ولما انتهي الزمان بالاسم الباطن في حقهٖ صلي الله عليه وسلم الي وجود جسمهٖ وارتباط الروح به انتقل حكم الزمان الي الاسم الظاهر فظهر محمد صلي الله عليه وسلم بكليتهٖ جسمًا وروحًا فهو خزانة السر وموضع نفوذ الامر فلا ينفذ امر الي الله ولا ينقل جزءُ الا عنه انتهيٰ وايضًا كان صلي الله عليه وسلم وسيلة

نبوتهم فكيف لايكون وسيلة معرفتهم وولايتهم التي هو باطن النبوة كما قال صاحب المواهب ان الله تعاليٰ لما خلق نور نبينا صلي الله عليه وسلم امرهٗ ان ينظر اليٰ انوار الانبياء عليٰ نبينا وعليهم الصلواة والسلام فغشيهم من نوره فانطقهم الله به وقالوا يا ربنا من غشينا نورهٗ فقال الله تعاليٰ هٰذا نور محمد بن عبدالله ان آمنتم به جعلتكم انبياء قالوا آمنا بهٖ وبنبوتهٖ فقال الله تعاليٰ اشهد عليكم قالوا نعم فذالک قوله تعاليٰ "وَاِذْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ النَّبِيّٖنَ لَمَا آتَيْتُكُمْ مِنْ كِتَابٍ وَّحِكْمَةٍ ثُمَّ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مُّصَدِّقٌ لِّمَا مَعَكُمْ لَتُؤْمِنُنَّ بِهٖ وَلَتَنْصُرُنَّهٗ اِليٰ قولهٖ وَاَنَا مَعَكُمْ مِّنَ الشَّاهِدِيْنَ" قال الشيخ تقي الدين السبكي في هذه الآية الشريفة من التنوية بالنبي صلي الله عليه وسلم والتعظيم قدره مالايخفي وفيه مع ذالک انه عليٰ تقدير مجيئه في زمانهم يكون مرسلاً اليهم فتكون نبوتهٗ ورسالتهٗ عامةٌ لجميع الخلق من زمن آدم اليٰ يوم القيامة ويكون الانبياءُ واممهم كلهم من امتهٖ ويكون قولهٗ "بُعِثْتُ اِلَي النَّاسِ كَافَّةً لايختص بالناس زمانهٖ اِلَي يوم القيامَةِ بل تناول من قبلهم ايضًا - وتبين بذالک معنيٰ قولهٖ صلي الله عليه وسلم "كُنْتُ نَبِيًّا وَّآدَمُ بَيْنَ الرُّوْحِ وَالْجَسَدِ" والنبي صلي الله عليه وسلم نبي الانبياءِ ولهٰذا كان في الآخرة جميع الانبياءِ تحت لوائِهٖ وفي الدنيا كذالک ليلة الاسراءِ صليٰ بهم- ولوا اتفقت مجيئه في زمان آدم ونوح وابراهيم وموسيٰ وعيسيٰ صلواته وسلامهٗ عليٰ نبينا وعليهم وجب عليهم وعليٰ اممهم الايمان به ونصرته بذالک اخذ الله الميثاق (انتهيٰ كلام الشيخ)

شعر

وَكُلّاً اَي اَتَي الرُّسُلُ الْكِرَامُ بِهَا - فَاِنَّمَا اتَّصَلَتْ مِنْ نُوْرِهٖ بِهِمْ

فَاِنَّهٗ شَمْسُ فَضْلِهِمْ كَوَاكِبُهَا - يَظْهَرْنَ اَنْوَارَهَا لِلنَّاسِ فِي الظُّلَمِ

قال العلامة ابن مرزوق يعني كل معجزة اتيٰ بها كل واحد من الرسل فانما اتصلت من نوره فانهٗ يعطي ان نوره صلي الله عليه وسلم لم يزل قائما به ولم ينقص منه شيءٌ ولو قال فانماهونوره لتوهم انه وزع عليهم وُقد لا يبقي منه شيءٌ وانما كانت الآيات كل

واحد من نوره لانه شمس فضل وهم كواكب تلك الشمس يظهرن اي تلك الكواكب انوار الشمس في الظلم و الكواكب ليست مضيئه بالذات انما هي مستمدة من الشمس فهي عند غيبة الشمس يظهرن نور الشمس فكذالك الانبياء قبل وجوده صلي الله عليه وسلم كانوا يظهرون فضلهٗ وبجميع ماظهر عليٰ ايدي الرسل عليٰ نبينا وعليهم الصلواة والسلام سواه من الانوار فانما هو من نوره الفائض ومدده الواسع من غير ان ينقص منه شيءٌ واول ما ظهر ذالک في آدم عليٰ نبينا وعليه الصلواة والسلام حيث جعلهٗ الله خليفتهٗ وامده بالاسماءِ كلها من مقام جوامع الكلم التي لمحمد صلي الله عليه وسلم فظهر بعلم الاسماءِ كلها علي الملائكة القائلين اَتَجْعَلُ فِيْهَا مَنْ يُّفْسِدُ وَيَسْفِكُ الدِّمَآءَ و ثم تولت الخلافة في الارض اليٰ ان وصل اليٰ زمان وجود صورة جسم نبينا محمد صلي الله عليه وسلم لاظهار حكم منزلتهٖ فلما برز كان كالشمس اندرج في نوره كل نور والطويٰ تحت منشور آياتهٖ كل آية يغيره من الانبياءِ خلت الرسالات كلها في الصلب النبوة والنبوات كلها تحت لواءِ رسالتهٖ فلم يكن الاحد منهم كرامته وفضيلته الا وقد اعطيٰ صلي الله عليه [illegible] مثلهٗ انتهي عبارة المواهب - فاعلم لما اثبت نبوتهٗ صلي الله عليه وسلم لهم عليهم السلام وهم امته فلابد لامتهٖ من الوسالة بينهم في المعرفت والولاية وغيرذالک من فيوض كلها - انتهيٰ عبارة المكتوب الشريف من عينه -

ترجمو

مكتوب شريف جو ميان پيرمحمد ڏانهن سندس سوالن جا جواب

الله تعاليٰ جي اسم سان جواب لکڻ شروع ڪريان ٿو جو رحمان ۽ رحيم آهي. سڀ واکاڻ ۽ ساراه الله جل شانہ کي لائق آهي جنهن اسان کي پاڻ ڏانهن پهچڻ لاءِ هدايت جو رستو ڏيکاريو ۽ جيڪڏهن اهو اسان کي واٽ نہ ڏيکاري ها تہ هوند اسين هدايت وارا نہ ٿيون ها ۽ بيشڪ اسان جي پالڻهار جا رسول سچ ۽ حق سان آيا آهن ۽ صلواتون ۽ سلام سندس رسول تي هجن يعني محمد تي جنهن جو نالو مبارک وصال وارن عاشقن ۽

مشتاقن وٽ صاف مٽي پاڻي کان گھڻون لذيذ ۽ تمام مٺو آهي ۽ صلواتون ۽ سلام پڻ سندن آل ۽ سڀني اصحابن سڳورن تي هجن. ان کان پوءِ السلام عليڪم ورحمة الله جو تحفو پيش ڪجي ٿو. طرفان هن فقير جي، جيڪو ذات بي نياز سڳوري ڏانهن محتاج آهي ميان پير محمد (قدس سره) ڏانهن جو برک اڪابرن عالمن ۽ فاضلن مان آهي، شال الله تعاليٰ منهنجي ۽ تنهنجي قلب کي پنهنجي معرفت سان روشن ڪري ۽ پڻ منهنجي سر يعني: ڳجهه ۽ تنهنجي سر کي پاڪ ڪري اوهان جو خط سوالن وارو سفر جي تڪڙي تياري وقت پهتو. پوءِ جيڪي سولو سمجهڻ ۾ آيو سو پيش ڪجي ٿو.
سوال پهريون: نبين سڳورن جو الله تعاليٰ ڏي پهچڻ لاءِ حقيقت محمدي ﷺ وسيلو آهي يا نه جيئن پاڻ هن امت جي لاءِ وسيلو آهن.
جواب: اي عقل سليم جا صاحب تون هي ڳالهه سمجهه ته جڏهين پاڻ سڳورا ﷺ انهن جي وجود هئڻ جا وسيلا ۽ واسطو آهن ته پوءِ پاڻ انهن جي لاءِ الله تعاليٰ ڏانهن پهچڻ ڪاڻ ڇو نه وسيلا هوندا. مواهب لدني ۾ آهي ته "جڏهن الله تعا پيدا ڪرڻ ۽ انهن لاءِ رزق جو انداز مقرر ڪرڻ جو ارادو ڪيو ته پوءِ پهريائين حقيقت احمدي مان حقيقت محمدي کي احديت واري درگاه ۾ پڌرو ڪيائين ۽ ان منجهان مڙئي عالم علويٰ ۽ سفلي وارن کي پنهنجي ارادي ۽ حڪمت سان انهن کي شڪليون ڏيئي پيدا ڪيو ۽ حضرت آدم عليه السلام اڃان جسم ۽ روح جي وچ ۾ هو ته الله تعاليٰ پاڻ سڳورن ﷺ کي نبي ۽ رسول هئڻ جي خوشخبري ڏني. پوءِ اتان ارواحن جا چشمان نڪرڻ لڳا جي اهي ملاالاعليٰ ۾ رهندڙ ۽ پڌرا آهن ۽ ملاالاعليٰ هڪ مڪان آهي جتي جليل القدر ارواح رهن ٿا ان سببان پاڻ سڳورا مڙني جنسن کان اعليٰ ۽ ساري موجودات جا اب ڪبير آهن يعني وڏو پيءُ- پوءِ جڏهن سندن باطن ۾ رهڻ واري اسم جو زمانون پورو ٿيو تڏهن سندن جسم ۽ روح مبارڪ باطن مان نڪري ظاهر واري

اسم ڏانهن منتقل ٿيو. پوءِ پاڻ هن عالم ۾ جسم ۽ روح سان پڌرا ٿي آيا. پوءِ پاڻ خزانن جا ڳجهه ۽ امرن جاري ڪرڻ جا هنڌ (مرڪز) آهن، پوءِ ڪنهن به امر جو جاري ٿيڻ يا ڪنهن جزءَ جو منتقل ٿيڻ سو سڀ وٽائن ٿئي ٿو ۽ پاڻ سڳورا ﷺ انهن سڳورن جي نبوت لاءِ پڻ وسيلو آهن ته پوءِ پاڻ انهن جي معرفتن ۽ ولايتن جي لاءِ چونه وسيلا هوندا، جا اها ولايت نبوت واري آهي. جيئن مواهب لدني وارو چوي ٿو: "جڏهن الله تعاليٰ پاڻ سڳورن جو نور خلقيو تڏهن ان کي پين نبين سڳورن جي نورن ڏانهن ڏسڻ جو امر ڪيو. پوءِ جڏهن سندن نور انهن جي نورن ڏانهن نظر ڪئي ته ان نور انهن جي نورن کي ڍڪي ڇڏيو ۽ الله تعاليٰ انهن سڳورن کي سندن نور سان ڳالهارايو. پوءِ انهن پڇيو ته ته اي اسان جا پالڻهار هي ڪنهن جو نور آهي جنهن اسان جي نورن کي ويڙهي ۽ ڍڪي ڇڏيو آهي. الله تعاليٰ انهن کي ٻڌايو ته هي محمد ﷺ پٽ عبدالله جو نور آهي ۽ اوهين جيڪڏهن مٿس ايمان آڻيندو ته آئون اوهان کي نبي ڪندس پوءِ انهن چيو ته اسان مٿس ايمان آندو ۽ سندس نبوت تي به. پوءِ الله تعاليٰ انهن کي چيو ته آئون اوهان تي ان ڳالهه جو شاهد آهيان سيني چيو ته هائو. ان بابت الله تعاليٰ سندن شان ۾ تو فرمائي "وَاِذْ اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ النَّبِيّٖنَ لَمَآ اٰتَيْتُكُمْ مِّنْ كِتٰبٍ وَّحِكْمَةٍ ثُمَّ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ مُّصَدِّقٌ لِّمَا مَعَكُمْ لَتُؤْمِنُنَّ بِهٖ وَلَتَنْصُرُنَّهٗ وَاَنَا مِنَ الشّٰهِدِيْنَ" يعني: ۽ جنهن وقت ورتو الله نبين کان پڪو ٻول ۽ انجام ته آئون جڏهن اوهان کي ڪتاب ۽ حڪمت ڏيان ۽ هڪڙو رسول اوهان وٽ ايندو ۽ اوهان سان جيڪي گڏ آهي (يعني ڪتاب) تنهن جي تصديق ڪندڙ ته پوءِ اوهين مٿس ضرور ايمان آڻيندا ۽ ان کي ضرور مدد ۽ همراه ٿيندا. فرمايو (الله تعاليٰ) ڇا اوهان اقرار ڪيو ۽ ورتو اوهان ان شرط تي منهنجو ذمون چيو انهن (نبين) اسان اقرار ڪيو. چيو الله تعاليٰ اوهين شاهد هجو ۽ آئون به اوهان سان گڏ شاهدن مان آهيان" شيخ تقي الدين سبڪي چوي ٿو ته: "هن ڳالهه ۾ ڪو شڪ نه آهي ته انهي آيت سڳوري ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن جي شان ۽ عظمت جو

ذڪر ٿيل آهي ۽ بالفرض جيڪڏهن پاڻ سڳورا انهن نبين جي زماني ۾ اچن ها تہ بہ پاڻ انهن ڏانهن رسول ٿي اچن ها. پوءِ حضرت آدم عليہ السلام ڪان وٺي قيامت تائين سموري خلق لاءِ سندن نبوت ۽ رسالت عام ٿي ۽ سيئي نبي سڳورا ۽ انهن جون امتون پڻ پاڻ سڳورن ﷺ جي امت مان هجن ها. ۽ سندن قوم مبارڪ "بُعِثْتُ اِلَي النَّاسِ كَآفَّةً" سندن زماني وارن ماڻهن سان مخصوص نہ ٿيو بلڪ اهو سندن چوڻ اڳين زماني وارن ماڻهن سان بہ شامل آهي. ترجمہ: آئون موڪليو ويو آهيان سيني ماڻهن ڏانهن (اڳين توڙي پوين ڏانهن) ۽ انهي قول سان پڻ سندن هن قول جي معنيٰ وڌيڪ پڌري ۽ چٽي ٿي جو پاڻ سڳورن چيو تہ "كُنْتُ نَبِيًّا وَّآدَمُ بَيْنَ الرُّوْحِ وَالْجَسَدِ" يعني آئون اڳي ئي نبي هئس حال هي تہ آدم اجان روح ۽ جسد جي وچ ۾ هو. ۽ ثابت ٿيو تہ پاڻ سڳورا سيني نبين جا نبي آهن ۽ انهيءَ ڪري قيامت جي ڏينهن سڀ نبي سڳورا سندن جهنڊي هيٺ هوندا ۽ اهڙي طرح دنيا ۾ پاڻ سڳورن معراج واري رات ۾ پيش امام ٿي سيئي نبين سڳورن کي نماز پڙهائي ۽ جيڪڏهن حضرت آدم ۽ حضرت نوح ۽ حضرت ابراهيم ۽ حضرت موسيٰ ۽ حضرت عيسيٰ علي نبينا عليهم الصلواة جي زماني ۾ سندن اچڻ جو اتفاق ٿئي ها تہ اهي سيئي نبي سڳورا ۽ انهن جون امتون تن مڙني کي مٿن ايمان آڻڻ ۽ مدد ڪرڻ واجب ٿئي ها جيئن "اَخَذَ اللّٰهُ مِيْثَاقَ النَّبِيِّيْنَ" واري آيت ۾ ذڪر ٿيل آهي (١) ۽ قصيدي بردي ۾ بوصيري رحمة الله عليه سندن شان ۾ چيو آهي.

شعر

وَكُلُّ آيٍ اَتَي الرُّسُلُ الْكِرَامُ بِهَا - فَاِنَّمَا اتَّصَلَتْ مِنْ نُّوْرِهِ بِهِمْ
فَاِنَّهُ شَمْسُ فَضْلِهِمْ كَوَاكِبُهَا - وَيَظْهَرْنَ اَنْوَارَهَا فِي الظُّلَمِ

يعني: ۽ سڀ معجزا جي رسولن سڳورن سان پڌرا ٿيا آهن - پوءِ اهي سندن نور جي واسطي سان ڳنڍيل ۽ پڌرا ٿيا آهن (٢) پوءِ

(١) هتي شيخ تقي الدين سبڪي رحمة الله عليه جو ڪلام پورو ٿيو. (مترجم)

بيشڪ پاڻ سڳورا ڀلاين جا سج آهن ۽ اهي نبي تارن جي مثل آهن. جي اهي اونداهين ۾ پڌرا ٿا ٿين.

ابن مرزوق "فَإِنَّمَا اتَّصَلَتْ مِنْ نُوْرِهِ" جي جملي کي پسند ڪري بيت جي معنيٰ هن طرح ڪري ٿو: جنهن به رسول کان معجزا پڌرا ٿيا آهن سي سڀ پاڻ سڳورن جي نور سان ڳنڍيل آهن ۽ سندن نور هميشه ساڻن قائم آهي ۽ ان ۾ ڪنهن به قسم جي ڪمي نه ٿي آهي ۽ جيڪڏهن شاعر بيت هن طرح چوي ها "فَإِنَّمَا هُوَ نُوْرُهُ" يعني پوءِ اهو سندس نور هو ته البت هن ڳالهه جو وهم ٿئي ها ته اهو نور انهن تي ۽ هاڻي ان نور مان ڪي به باقي نه رهيو آهي. پوءِ سيني نبين جا معجزا سندن نور کان پڌرا ٿيا آهن، ڇاڪاڻ ته ڀلاين ۽ مهربانين جا سج آهن ۽ اهي نبي انهيءَ سج جا تارا آهن ۽ اهي تارا سج جي روشنائيءَ سان اونداهين راتين ۾ ظاهر ٿين ٿا. ڇاڪاڻ ته درحقيقت تارن جي وجود ۾ روشنائي نه آهي اهي سج کان روشنائيءَ جي مدد وٺن ٿا پوءِ جنهن وقت سج غائب ٿئي ٿو ته پوءِ سج جي روشنائي جي ملڻ ڪري اونداهي ۾ پڌرا ٿين ٿا. پوءِ اهڙي طرح نبي سڳورا سندن پيدا ٿيڻ کان اڳي سندن ڀلايون يعني معجزا ظاهر ٿيا ٿي، سي سندن پلٽندڙ نور ۽ وسيع مدد سببان هئا ۽ ان نور ۾ ڪنهن به قسم جي گهٽائي نه آهي ۽ سندس نور پهريائين حضرت آدم عليه السلام ۾ پڌرو ٿيو جو الله تعاليٰ کيس زمين ۾ پنهنجو خليفو بنايو ۽ مقام محمدي جي جامع ڪلمن مان سيني نالن سکڻ جي قوت ڏنائين پوءِ اهو نالن وارو علم جڏهن ملائڪن تي پڌرو ٿيو پوءِ هو چوڻ لڳا ته "أَتَجْعَلُ فِيهَا مَنْ يُّفْسِدُ فِيهَا وَيَسْفِكُ الدِّمَآءَ" يعني ڇا تون پيدا ڪرين ٿو هن زمين ۾ اهڙي شخص کي جو فساد ڪندو ان ۾ ۽ رت وهائيندو. پوءِ اها خلافت زمين تي قائم ٿي تان جو سندن وجود مبارڪ پيدا ٿيڻ جو زمانو اچي پهتو. پوءِ جڏهن پاڻ هن عالم ۾ پڌرا ٿيا ته ڪر پاڻ سج هئا. جنهن ڪري سيئي نور سندن نور ۾ ويڙهيل ٿيا ۽ سيني نبين سڳورن جا معجزا سندن معجزن ۾ ورتل ٿيا. ۽ پڻ سيني رسولن جون نبوتون سندن نبوت جي پٺ

۾ داخل آهن ۽ سڀ نبوتون سندن رسالت واري جهنڊي جي هيٺان آهن. غرض تہ سيني نبين واريون فضيلتون ۽ ڪرامتون جي انهن ۾ هيون سي سڀ ڪين اڳ ۾ مليل هيون." (١) پوءِ تون ڄاڻ تہ جڏهن سندن نبوت مهندين نبين لاءِ ثابت ٿي ۽ اهي سندن امت آهن پوءِ پاڻ انهن جي لاءِ ولايت ۽ معرفت جي وچ ۾ وسيلو هجڻ ضروري ٿيو. (٢)

اي دوست! پاڻ سڳورن ﷺ ۽ ٻين اولوالعزم نبين سڳورن جي ڪماليتن ۽ مرتبن جي ساراهہ پوري ڪنهن گان ٿيندي ڇاڪاڻ تہ اهي تحرير ۽ تقرير کان ٻاهر آهن. ۽ پڻ قلم سٽ سٽ ڪري لکڻ کان عاجز آهي. الله تعاليٰ انهن جي شان ۾ فرمائي ٿو "وَلَقَدْ سَبَقَتْ كَلِمَتُنَا لِعِبَادِنَا الْمُرْسَلِيْنَ" يعني: ۽ بيشڪ اڳتي ٿيو اسان جو وعدو اسانجن ٻانهن لاءِ جي رسول آهن. مطلب تہ سندن ڪماليتون قرآن شريف جي تشابهن ۽ مقطعاتن وارن حرفن ۾ بنان ڪنهن نشان جي مخفي ۽ لڪل آهن ۽ انهن جي نشانين ۽ عيانن کان واقف ٿيڻ مشڪل آهي. تون ڪوشش ڪر تہ حال ۽ ڪماليت سان رڱيل ٿئين. ۽ قيل قال کان ڇٽل ٿئين، ڇاڪاڻ تہ هنن اسران ۽ حقيقتن جو سمجهڻ سواءِ مشاهدن ۽ ڏسڻ جي مشڪل آهي. چوندا آهن "مَنْ لَمْ يَذُقْ لَمْ يَدْرِ".

رباعي

هر ڪہ غواصي ابحار نبوت داند - در اسرار معارف بيقين آرد پيش
وانکہ خشک رو ساحل دنيائي دينست - غير خر مهرہ خس ريزہ چہ آرد زين پيش

(١) جيڪو نبوت جي سمنڊن ۾ ٽٻيون هڻي ڄاڻي. سو يقين سان معرفتن جي اسرارن جا موتي پاڻ سان ٻاهر آڻيندو. (٢) ۽ جيڪو دنيا ڪميٽي جي سڪل ڪناري تي هلندو سو خسيس ڪوڏين کان سواءِ ٻيو ڇا آڻيندو.

معلوم هجي تہ انهن معرفتن ۽ مڪاشفن ۽ مشاهدن کي پهچڻ لاءِ سو ڪامل ۽ مڪمل مرشد جي واسطي ۽ وسيلي سان آهي ۽ مرشد بہ اهڙو هجي جو پاڻ سڳورن ﷺ جي متابعت سان

---

(١) مواهب لدني (٢) هتي مڪتوب شريف جي عبارت پوري ٿي.

قرب ۽ اقربيت واري مقام کي پهتل هجي ۽ پڻ ذاتي ۽ شيوني ۽ صفتن ۽ فعلين کي ڪلي خواه جزئي تن کي اجمال ۽ تفصيل سان ڄاڻندو هجي ۽ مرشد سان رابطو ۽ ان سان ڪامل دوستي ۽ پوري محبت رکڻ کان سواءِ معرفتون ۽ مڪاشفا ۽ مشاهدن کي پهچڻ محال آهي. ڇاڪاڻ ته ڪامل مرشد پنهنجي قوم ۾ فيض لاءِ اهڙو آهي جهڙو نبي سڳورو پنهنجي امت ۾ هدايت ڪاڻ جيئن مشهور آهي. "اَلشَّيْخُ فِيْ قَوْمِهٖ كَالنَّبِيِّ فِيْ اُمَّتِهٖ".

نظم

پير ره ڪبريت احمر آمده است - سينه او بحر اخضر آ مده است
گر ترا پير اين چنين آيد پديد - قفل دردت را ڪليد آيد پديد

(١) گس لائيندڙ مرشد پارس آهي. ان جو سينو معرفت جي سمنڊ سان ڀريل آهي. (٢) جيڪڏهن توکي اهڙو مرشد ملي ته تنهنجي بيمارين جي ڪلفن کي ڪنجي سان کولي. اهڙا عارف جي پارس آهن سي ڪي ٿورا آهن جي گهڻن صدين گذرڻ کان پوءِ ظاهر ٿين ٿا. خواجه عبدالاحد سرهندي قدس سره پنهنجي مرشد حضرت خواجه مجدد الف ثاني قدس سره جي شان ۾ چيو آهي.

قطعه

هزار سال برآيد ڪه تاباغ يقين - ز شاخ صنعت حق چون توگل ٻيار آيد
به هر قران به هر قرن چون توئي نبود - بروزگار بسي گرچه شهريار آيد

(١) تان ته هزار سال گذرن ته يقين جي باغ مان حق تعاليٰ جي صنعت واري ٽاري مان تو جهڙو ڪو گل پيدا ٿئي. (٢) سڀ ڪنهن قران ۽ سڀ ڪنهن صدي جي اول ۾ تو جهڙو نه آهي توڙي ڪ زماني ۾ گهڻا ئي بادشاهه پيدا ٿيا. اهڙا عارف حق سبحانه وتعاليٰ جا نائب آهن بلڪ منيب آهن. اهڙن عارفن جي اسرارن کي هن آيت مان سمجهندو ڪر. "قُلْ اِنْ كُنْتُمْ تُحِبُّوْنَ اللّٰهَ فَاتَّبِعُوْنِيْ يُحْبِبْكُمُ اللّٰهُ" يعني: تون چئو ته جيڪڏهن اوهين الله سان محبت ٿا رکو ته پوءِ تابعداري منهنجي ڪريو ته الله به اوهان سان محبت رکندو. ۽ جنهن انهن عارفن سان پيوند رکيو، تنهن جڻ ڪرالله تعاليٰ سان پنهنجو پيوند رکيو، پوءِ تون انهن جي امر کي الله

تعاليٰ جو امر ڪري ڄاڻ ۽ انهن جي نهي کي الله تعاليٰ جي نهي ڪري سمجهه ۽ جيڪو شخص انهن جي امرن ۽ نهين کان وار جيترو تفاوت ۽ فرق ڪندو ته اهو ابدي خساري ۽ ڇيهي ۾ هوندو ۽ مذڪوره حقيقتن مان ڪجهه حاصل نه ٿيندس ۽ هن آيت "مَآ اٰتَاكُمُ الرَّسُوْلُ فَخُذُوْهُ وَمَا نَهَاكُمْ عَنْهُ فَانْتَهُوْا" تي مستحڪم ره.
يعني: جنهن ڳول جو اوهان کي رسول الله صلي الله عليه وسلم امر ڪري ته پوءِ اوهين ان امر کي وٺو ۽ جنهن ڳول کان اوهان کي جهلي ته پوءِ اوهين ان کان پاڻ کي جهليو.

۽ هن ڳالهه تي حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جن هي نقل بيان فرمائيندا هئا ته ڪنهن بزرگ جو مريد هو ۽ ڪجهه مدت تائين ان جي صحبت ۾ رهيو ۽ ان عرصي ۾ ان کي حق سبحانه وتعاليٰ جو مشاهدو ڪونه ٿيو ۽ مريد پنهنجي مرشد جي خدمت ڪرڻ ۽ ارادي ۾ ڪا گهٽتائي ڪانه ٿي ڪيائين. پوءِ ان مريد پنهنجي پير مرشد بي نظير جي حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا هيترو وقت ٿيو آهي جو اوهان جي خدمت ۾ رهيو آهيان پر مون کي مشاهدو حاصل نه ٿيو آهي. هاڻي ڪوئي ڏس ڏيو ته ڇا ڪريان. بزرگ فرمايس ته اڄ رات سمهڻ جي نماز نه پڙهجان ۽ سمهي رهج. پوءِ ان مريد مرشد جي امر بجاءِ آڻڻ لاءِ نماز بنان سمهي پيو پر جڏهن ته ان ويچاري جي دل نماز سان ٻڌل هئي تنهن کي آرام نٿي آيو ۽ رات به گهڻي لنگهي ويئي پوءِ اٿي رڳو فرض پڙهيائين ۽ سنتن ۽ ٻين نمازن کي ڇڏي سمهي رهيو. پوءِ خواب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏٺائين ۽ فرمايائونس ته تون پنهنجي مرشد کي چئو ته اهڙيون گستاخيون نه ڪر. جڏهن صبح ٿيو ۽ مرشد وٽ آيو. مرشد پڇيس ته رات ڇا ڏٺئي؟ چيائين ته حضرتا ساري رات نماز نه پڙهڻ ڪري ڏاڍي بي جمعيتي ۽ بي آرامي هئي. پوءِ نيٺ رڳو فرض پڙهيم ۽ سنت کي ڇڏي ڏنم ۽ سمهي رهيس ۽ خواب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي زيارت سان مشرف ٿيس ۽ اوهان جي حق ۾ هن طرح پيغام ڏنائون. بزرگ اها ڳالهه ٻڌي مريد کي چيو ته سنت نه پڙهڻ جي ڪري سنت واري صاحب

جي زيارت ڪيئي. ۽ جي اجا فرض نه پڙهين ها ته جيڪر فرض واري صاحب کي ڏسين ها. هن باب ۾ داناءِ راز حافظ شيراز رحمة الله عليه ٿو فرمائي:

بيت

بمئي سجاده رنگين کن گرت پير مغان گويد
کہ سالک بيخبرنبود ز راه ورسم منزلها

يعني: شراب سان مصلي کي ڏوئڻ جو امر ٿو کي پير مغان چوي ته تون ڏو- ڇاڪاڻ ته سالڪ بي خبر نه آهي منزلن جي واٽن ۽ رسمن کان - ۽ پڻ درويش بي خويش فقير بي نظير فقير محمد انڙ جو شروعات ۾ نقشبندي طريقي ۾ مخدوم ابراهيم عليه الرحمة ٽٽي واري جو مريد هو ۽ پڇاڙيءَ ۾ حضرت پير سائين رضي الله تعاليٰ عنه جي خدمت سراسر سعادت ۾ مشرف ٿي قادري طريقي سان منسلڪ ٿيو تنهن ڳالهه ڪئي ته آئون جڏهن اول ۾ مخدوم عليه الرحمة جو مريد ٿيو هئس ته پاڻ مون کي ٻن ڳالهين جو امر ڪيائون ١- هڪڙو اسم ذاتي جي ذڪر جو تڪرار ڪرڻ ٢- پيرو سندن صورت مبارڪ سان رابطو ۽ ڳانڍاپو رکڻ. پوءِ جنهن وقت آئون اسم سڳوري جي تڪرار ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ٿيس ته سندن صورت سان رابطو نٿي ٿيو ۽ جي سندن صورت سان رابطو ٿي رکيم ته وري اسم سڳوريءَ جو تڪرار نه ٿي ٿيو. پوءِ اها حقيقت مخدوم صاحب جي حضور ۾ عرض رکيم. پاڻ اها ڳالهه ٻڌي پنهنجن ٻنهي هٿن مبارڪن کي چنڊي مٺي ڪري فرمايائون ته ذڪر ڪٿي نه ٿئي پر رابطي واري صورت کي هٿان نه ڇڏجانءِ. اي منهجا دوست! ڌيان ڪري ڏس ته ڪامل انسان جي صورت ۾ جيڪو ڳجهه ۽ سر رکيل آهي سو سر ۾ نه آهي. ڪنهن چوندڙ هي کهڙو نه چڱو چيو آهي.

بيت

زان روئي کہ چشم تست احول - معبود تو پير تست اول

جڏهن ته تنهنجي اک ٻڌي ڪري تنهنجو معبود پهرين تنهنجو مرشد آهي. ۽ پڻ ان هنڌ ٿي داناءِ راز حافظ شيرازي

رحمة الله عليه فرمائي ٿو.

بيت

در خرابات پير مغان نور خدا ميبينم - وين عجب بين ڪہ چہ نوري ز ڪجا ميبينم

پير مغان جي شراب خاني ۾ خدا جو نور ٿو ڏسان ۽ هي عجب ڏس تہ ڪهڙو نور آهي جو ڪٿان پيو ڏسان.

پوءِ جيڪو شخص پاڻ سڳورن ﷺ جي پيروي ۽ متابعت سببان ظلي ۽ اصلي ڪماليتن ۽ ڪلي ۽ جزئي معرفتن ڪي ڪماليتن سان پهتل ٿيو آهي تہ اهڙي شخص کي محمدي مشرب وارو چوندا آهن ۽ جيڪو شخص جنهن نبي جي جنهن ڪماليت سان پهتل هوندو تہ ان کي نبي جي مشربن سان نالو رکندا آهن. مثلا جيڪو حضرت عيسىٰ عليه السلام جي ڪماليتن سان مشرف هوندو ان کي عيسوي مشرب وارو چوندا آهن. اهڙي طرح ٻين نبين جي ڪماليتن سان مشرف ٿيڻ واري کي ان نبي جي نالي مشرب سان نسبت ڪندا آهن. هتي هي ڳالهہ سمجهڻ وٽان آهي جو پاڻ فرمايو اٿن "عُلَمَاءُ اُمَّتِيْ كَاَنْبِيَاءِ بَنِيْ اِسْرَآئِيْل" يعني: منهنجي امت جا علماءَ بني اسرائيلن جي نبين جهڙا آهن. ان حديث مان انهن نبين سڳورن جي علمن ۽ معرفتن ۽ اسرارن ڏانهن اشارو آهي جي اهي سيئي علم سندن امت جي عالمن ۾ اجمال ۽ تفصيل سان موجود آهن. جڏهن اها ڳالهہ ثابت ٿي تہ سندن امت جا علماءَ بني اسرائيلن جي نبين جهڙا آهن تہ پوءِ سندن هي امت اڳين امتن کان مڙني مرتبن ۾ اعلىٰ ۽ خيرالامم آهي جيئن الله تبارڪ وتعالىٰ هن امت جي ڀلائي ۽ خيرالامم هئڻ بابت خبر ٿو ڏئي. "كُنْتُمْ خَيْرَ اُمَّةٍ اُخْرِجَتْ لِلنَّاسِ" يعني: آهيو اوهين ڀلي امت، جو ماڻهن ڪاڻ پيدا ڪيا ويا آهيو ۽ پاڻ سڳورن جي علمن ۽ معرفتن ۽ ڪماليتن ۾ محمدي مشرب واري ڪامل انسان کانسواءِ ٻئي ڪنهن کي دخل نہ آهي ۽ ڪامل انسان اهو آهي جنهن جي شان ۾ الله تعالىٰ "اَفَمَنْ شَرَحَ اللهُ صَدْرَهٗ لِلْاِسْلَامِ" واري آيت ۾ نشاني ڏني آهي.

۽ پڻ هن عالم کان هُن عالم ۾ سندن لباس سان اچي

مشرف ٿيو هجي ۽ پڻ حق سبحانه جي طرفان خلق کي دعوت ڏيڻ ۾ مشغول هجي ۽ اها دعوت بہ پاڻ سڳورن جي متابعت قول ۽ فعل ۽ حال ۽ ڪمال سان پوري موافق هجي ۽ پڻ سندن تابعائي (تابعداري) ۽ وارث هئڻ سببان سيئي اهل اسلام وارا ان کان اسلام ۽ ايمان جي حقيقت حاصل ڪن. جنهن طالب کي اهڙو ڪامل انسان مرشد هٿ اچي تہ ان جو بخت بلند آهي. ڇاڪاڻ تہ اهڙو مرشد پارس آهي جو ان جي توجهہ سان طالبن جي ڪٽيل دلين کي اجاري خالص سون ڪري. ڪنهن بزرگ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي.

بيت

نظرت ڪيميا ست گر نگري - درم قلب ما چوزر گردد

تنهنجي نظر ڪيميا آهي جي نهارين - اسان جون ڪٽيل دليون ڪوڙي پسي جهڙيون سون ٿي پون.

منهنجا دوست! هي دولت ڪن ٿورڙن ماڻهن کي نصيب ٿي ٿئي. جو اهي بشريت واري لباس ۾ هجن.

بيت

نہ بشر خوانمت ايد دست نہ حور و نہ پري

اين همہ بر تو حجاب ست تو چيزي ديگري

يعني: نہ توکي بشر سڏيان ۽ نہ حور ۽ نہ پري اهي نالا سڀ توتي حجاب آهن تون ڪاشيءِ ٻي آهين.

اهڙي طرح الله تعاليٰ جي امر سان ڪي اولياءَ گم نام آهن ۽ ڪي ظاهر ۽ پڌرا آهن. پوءِ جيڪي اولياءَ پنهنجي احوالن کان گم آهن اهي الله تعاليٰ جي قبا هيٺ ڍڪيل آهن. "اَوْلِيَائِيْ تَحْتَ قَبَائِيْ لَايَعْرِفُهُمْ غَيْرِيْ" يعني: منهنجا اولياءَ منهنجي قبا هيٺ ڍڪيل آهن مون کانسواءِ انهن کي ٻيو ڪوبہ ڪونہ سڃاڻي ۽ اهي اهڙا تہ لڪل ۽ پوشيده آهن جو انهن کي انهن جي جنس کان سواءِ ٻيو ڪوبہ سڃاڻي نہ ٿو سگهي. جيڪڏهن اهي ڪنهن مجلس ۽ معرڪي ۾ حاضر نہ ٿين تہ بہ انهن کي نہ ڪي ياد ڪن ۽ نہ گهرائين. جيئن انهن جي حق ۾ حديث شريف ۾ آيو آهي.

"كَمْ اَشْعَثُ اَغْبَرُ مَدْفُوْعٌ بِالْاَبْوَابِ لَوْ اَقْسَمَ عَلَي اللّٰهِ لَاَبَرَّهٗ" يعني: ڪيترائي ڪنڌريل وارن ۽ مٽي ۾ لٽ سان پيريل جي درن وٽ ڌڪيل آهن. اهي اهڙا آهن جو الله تعاليٰ کي قسم ڏيئي ڪنهن بيمار لاءِ دعا گهرن ته انهن جي دعا قبول ڪري بيمار کي ضرور چڱو ڀلو ڪري. اهڙن اوليائن جي حق ۾ ڪنهن معتبر راوي کان ٻڌل آهي ته ڪو شخص واقف اسرار الهيٰ عارف نامتناهي يگانہ عصرو آفاق ميان جان محمد چورنگالي قدس سره جي خدمت ۾ آيو ان واصل بالذات عارف بالصفات محقق بحقائق ايمان مخدوم محمد زمان قدس سره لنواريءَ جي حق ۾ جو پاڻ وقت جا غوث هئا تن جي احوالن بابت پڇيو، ان چيو ته پاڻ جاموٽ آهن يعني جهان جي خلق کين سونپيل آهي ۽ اها جاموٽي ڦهرائين جاني کي ٽي ملي پر جاني ان جي وٽڻ ڪان نٽائي انڪار ڪيو ۽ گهڻي عاجزي ۽ نيزاري ڪري پاڻ کي زمين تي اڇلايو جڏهن انهيءَ ڪان ڇوٽڪارو مليو پوءِ اهو جاموٽيءَ وارو ڪم کين سونپيل ٿيو ۽ اهي اولياءَ جي ظاهر ۽ پڌرا آهن سي ارشاد جا صاحب ۽ خلق ۾ مشهور آهن. جن جون وصفون مٿي مذڪور ٿيل آهن.

# حضور اوڏيهون

## چئن عناصرن جو

عناصر چار آهن (١) مٽي (٢) پاڻي (٣) هوا (۴) باه- اهي سيئي سندس نور مان پڌرا ٿيا آهن. پوءِ فڪر ڪجي ته جيڪي آهي سو سڀ خاڪ آهي ۽ جيڪي آهي سو پاڻي آهي ۽ جيڪي آهي سو واءُ (هوا) آهي ۽ جيڪي آهي سو باه آهي ۽ جيڪي آهي سو نور آهي ۽ جيڪي آهي باري تعاليٰ جي ذات آهي. سالڪ کي گهرجي ته هن شغل جي پچائڻ ۾ رات ڏينهن بي قرار ۽ بي آرام ٿي مشغول ٿئي جيستائين ڪ هن شغل جي حقيقت ڪماحقہ مٿس روشن ۽ پڌري ٿئي ۽ ان سان صفت وٺي ۽ سندس فڪر حال سان مٿيل ٿئي ۽ جڏهن انهيءَ شغل جا احوال

ظاهر ٿيڻ لڳن ۽ سندس موهوم هستي گم ٿي ويئي تڏهن ان وقت سالڪ نور عليٰ نور آهي ۽ پڻ مٿي ۽ پاٽي ۽ واءُ ۽ باه وارين صفتن جا پردا وچ مان هليا ويندا ۽ پاڻ کي مطلق وجود ۽ محض چاٽي ۽ ڏسي ۽ جڏهن اهو پائڻ هليو ويو تڏهن بيخودي پاڻهي ڏيکائي ڏيندي.

بيت

باخودي کفر و بي خودي دين ست - هر چہ گفتيم مغز او اين ست

يعني: خوديءَ سان کفر آهي ۽ بي خودي دين آهي. جيڪي چيوسون ان جو مغز اهو آهي. هن هنڌ تي اهو حضور سالڪ تي غلبو ۽ زور اهڙو آڻيندو جو حيرت ئي حيرت ۾ هوندو ۽ ان وقت پاڻ نہ طلب وارو هوندو ۽ نہ پروڙيندڙ ۽ نہ ڳالهائيندڙ ۽ نہ ٻڌندڙ ۽ نہ ڏسندڙ هوندو. هن مقام تي حضرت پير سائين قدس الله سره الاقدس جن جو سنڌي بيت ان حال بابت چڱون اشارو ڏنو آهي.

بيت سنڌي

نہ زبان زاري ڪري، نہ دل چوي الله،
اوريئي اوجهو ٿيئو ، روح نہ لڌي راه،
انهن ٿنهين ڪان ڳجهي آهي ڳالهڙي.

هي ڳجهو اشارو ان ذات پاڪ ڏانهن آهي جو مڙني صفتن ۽ شيونن ۽ اعتبارن کان پاڪ ۽ منزه آهي ۽ اهي سيئي سندس ذات پاڪ جي هئڻ تي دليل آهن، اهو "اَلْآنَ كَمَا كَانَ" جيئن هو هاڻي بہ ائين آهي ڪا ڪمي ۽ پيشي منجهس نہ آهي. پوءِ تون ڄاڻ تہ هنن چئني عناصرن جي صورتن جو وجود ڌار ڌار آهي ۽ سيني جي حقيقت علحدي آهي ۽ اهي حقيقه الحقائق ۾ سيئي پاڻ ۾ گڏيل ۽ مدغم آهن ۽ ان کان مٿي هڪڙي نسبت مجرد واري آهي جو اها پڻ حقيقه الحقائق جي آهي جنهن جو اشارو "اَنَا مِنْ نُوْرِ اللّٰهِ" ڏانهن آهي جنهن ۾ اهي سيئي عناصر ان منجهہ موجود هئا ۽ ان کان مٿي "كُنْتُ كَنْزًا مَخْفِيًّا" منجهہ پڻ انهن کي اعتبار ۾ آندو اٿن. هن هنڌ تي جيڪڏهن ڪو شخص اعتراض جي آڱر مٿي ڪري سوال ڪري تہ حقيقت محمدي ﷺ کان مٿي ٻي ڪنهن بہ

شيءِ کي اعتبار نہ آهي ۽ نہ ڪر ڪنهن وجود ڪي. اهڙي معترض شخص کي انصاف ڪرڻ گهرجي ۽ انصاف جي نظر سان ڏسي جيڪڏهن معترض عارف آهي تہ هن معنيٰ کي درجي وار پروڙي جيئن پٽ ۽ ڏيئرون سيئي پيءُ جي پٺ منجھ لکل آهن ۽ جڏهن انهن جا ماءُ ۽ پيءُ پاڻ ۾ گڏ ٿين ٿا تہ پوءِ اهي انهن مان پڌرا ۽ پيدا ٿين ٿا ۽ ان هنڌ تي ماءُ مسميٰ ۽ اهي اسم آهن. جڏهن تہ اهي عناصر حقيقت ۾ سڀ اتي موجود هئا پوءِ اهي اتان صورتن واري لباس سان ظهور ونئي درجي بدرجي نزول ڪري پاڻي ۽ باه ۽ خاڪ ۽ هوا جي جدا جدا نالن سان مشهور ٿيا. جيڪڏهن اهي عناصر "كُنْتُ كَنْزًا مَّخْفِيًا" ۾ نہ هجن ها تہ پوءِ اهي هتي ڪيئن پڌرا ٿين ها. ڪنهن چوندڙ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي.

بيت

هر چہ هستي از بلندي و پستي - همہ در يافت صورت هستي

جيڪا بہ هستي زمين ۽ آسمان ۾ آهي - انهن سيني ان ذات پاڪ کان صورت هستيءَ جي لڌي آهي.

منهنجا دوست! هن هنڌ تي جيڪي بيان ٿيو آهي سو علم جي مرتبن ۽ درجن وارو هو ۽ علم بہ اهو جنهن لاءِ پاڻ سڳورن ﷺ کي حاصل ڪرڻ جو امر ٿيل هو "قُلْ رَّبِّ زِدْنِيْ عِلْمًا" اهو لدني علم جي حاصل ڪرڻ جو امر هو. نہ ظاهر واري علم جو جيڪو استاد کان حواسن ۽ عقل جي وسيلي حاصل ٿئي ٿو. ان باب ۾ مثنوي وارو صاحب مولانا رومي قدس سره فرمائي ٿو.

بيت

علم حق در علم صوفي گم شود - اين سخن کي باور مردم شود

حق تعاليٰ جو علم صوفي جي علم ۾ گم ٿئي. ماڻهن کي اها ڳالھ ڪنئي اعتبار ۾ اچي. هن علم جو ٻيو درجو بہ آهي اهو احاطي وارو علم آهي جو اهو خلقت ۽ امر واري درجي ۾ عالم امر ۽ عالم خلق کي محيط آهي ۽ ان جي مٿان نہ صورتن ۽ حقائق وارو لباس ڍڪيل آهي جيئن تہ "اَحَاطَ كُلَّ شَيْءٍ عِلْمًا" جي آيت ان ڳالھ جي خبر ٿي ڏي. يعني بيشڪ الله تعاليٰ گهيرو ڪيو سڀ

شيءِ کي علم سان. ٻيو احاطو جو قرآن شريف ۾ ذڪر ٿيل آهي تنهن ۾ پڻ علم وارو لباس پهريل نہ آهي محض مجرد احاطو آهي "اِنَّ اللّٰهَ بِكُلِّ شَيْءٍ مُحِيْطُ" بيشڪ الله تعاليٰ سڀ شيءِ تي گهيرو ڪندڙ آهي ۽ اهو احاطو ذاتي غيرمحسوس آهي اهو لدني علم کان سواءِ فهم ۾ نہ ايندو. مگر الله تعاليٰ جا کي اهڙا ٻانهان آهن، جن کي ڏسڻ واري اک عنايت ٿيل آهي سي علم کان سواءِ ان احاطي جو مشاهدو ڪن ٿا ۽ اهو احاطو ساري عالم کي محيط آهي ۽ بعضي صوفين جا علماءِ ان محض احاطي جو انڪار ڪن ٿا ۽ چون ٿا تہ احاطو بہ هڪڙو علم آهي ۽ ذاتي نہ آهي. اسين انهن علمائن کي هن طرح سان جواب ٿا ڏيون تہ جڏهن الله تعاليٰ جي علم کي احاطي جي قوت آهي جنهن سان ان سيني شين کي احاطي ۾ آڻي ڇڏيو آهي پوءِ ڇونہ سندس ذات سڀ شيءِ کي محيط هجي جنهن جو علم مسميٰ آهي. سندس ذاتي حقيقت سان سيني ذاتين ۽ صفتن تي سندس احاطو ذاتي آهي. ان راز ۽ ڪند جي حقيقت کي الله تعاليٰ پاڻ گهڻون ڄاڻي ٿو.

## حضور ويهون

### عالم امر ۽ عالم خلق

عالم امر پنج آهن جي عرش مٿي آهن ۽ انهن جي ڳجهہ جي خبر الله تعاليٰ کي آهي ۽ عالم خلق پڻ پنج آهن جيڪي عرش جي هيٺان آهن. پنج عالم امر هي آهن قلبي، روحي، سري، خفي ۽ اخفيٰ - پنج عالم خلق هي آهن پاڻي، باه، مٽي، واءُ ۽ نفسي، سالڪ کي گهرجي تہ هي ده امانتون جن جو مٿي ذڪر ٿيل آهي تن سيني کي هڪڙي ئي هنڌ تي انهن جو تصور ڪري ۽ انهن کي پنهنجي وجود جو مبدا ۽ معاد (يعني منڍ ۽ پڇاڙي) ڄاڻي. ۽ انهن جي اصلن ۽ ٿارين کي ڪلي خواه جزئي حقيقتن سوڌي سندن محل ۽ مڪان جي معلوم آهن، تن کي جدا جدا سندن جاين ۾ پاڻ منجهہ پروڙي ۽ ڏسي. ڇاڪاڻ تہ سندس وجود سيني امانتن جو بار کڻندڙ آهي جي اهي سڀئي صورت جي ڪري عالم

خلق کان آهن ۽ درحقيقت اهي عالم امر کان آهن بلڪ صورت ۾ اچي عين حقيقت ثابت ٿي آهي، اهي امانتون عالم خلق ۽ عالم امر جي وچ ۾ برزخ جي مقام مثل آهن. سالڪ جي وجود ۾ جيڪو دن آهي سو بمنزل عرش جي آهي ۽ ان جي هيٺان عالم خلق آهي ۽ ان جي مٿان عالم امر آهي. جڏهن سالڪ پنهنجي وجود ۾ هن حضور جو تصور پوري خيال سان مضبوط رکندو تہ پوءِ اهو فڪر حال سان مٿيل ٿيندو ۽ حال (١) وري مقام سان. ان وقت سندس وجود ٻنهين عالمن يعني عالم امر ۽ عالم خلق ۾ جامع ٿيندو ۽ سيني ارادن ۽ ايجادن ۽ فعلن ۽ قولن جي مظهرن کي ازخود پاڻ سان قائم ۽ بيٺل ڏسندو ۽ پاڻ منجهہ انهن جو مشاهدو ڪندو ۽ وري انهن کي پاڻ ۾ موٽندڙ ڏسندو. ڇاڪاڻ تہ سڀ شي جو اصل پاڻ آهي ۽ سڀڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽندڙ ٿئي ٿي جو چوندا آهن "كُلُّ شَيْءٍ يَرْجِعُ إِلَىٰ أَصْلِهِ" ان وقت پاڻ عرفان سان عارف بہ ٿيو ۽ معروف پڻ. ان ڳالهہ تي هي حديث دليل ۽ شاهد آهي "مَنْ عَرَفَ نَفْسَهُ فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهُ" يعني جنهن پاڻ کي سڃاتو تنهن ڄڻ ڪر پنهنجي رب کي سڃاتو. ڪهڙو نه چڱون چيو آهي.

بيت

بيرون ز تو چون ترا سفير نست - از خود بطلب هر آنچہ خواهي توئي

يعني: ٻاهر سفر ڪرڻ جي توکي گهرج نہ آهي. جيڪي گهرين ٿو سو تون پاڻ مان ڳول تون آهين - جڏهن ڪامل معرفت سان هن عرفان کي سڃاڻندڙ ٿيو ۽ اهڙي طرح پيو ڄاڻي ۽ ڏسي تہ سندس وجود کان سواءِ ٻيو ڪو وجود ڪونهي پاڻ خودبخود موجود آهي ۽ عالم امر ۽ عالم خلق واري سڀ موجودات سندس وجود سان موجود آهن. ڪامل انسان جي سندس اصل واري حقيقت سان

(١) يعني سالڪ جي قلب تي بلا اختيار غيبي ڪيفيت وارد ٿئي ان کي حال تو چئجي، ان کي بقا نہ آهي. سالڪ جڏهن سلوڪ جون سڀ منزلون شريعت جي امرن ۽ نهين سان پورو ڪري تمڪين وارو ٿئي تہ ان سلوڪ جي مقامن کي حاصل ڪيو. ان کي مقام ٿا چون. (مترجم)

معرفت واري عرفان بہ اهائي آهي ۽ بصيرت جي غلبي سببان هن هنڌ تي اکين ۾ قلب سان ڏسڻ وارو حڪم هڪ جهڙو آهي ۽ صورت ۽ حقيقت جو مظهر بہ هڪڙو آهي جيئن عشق جو شهيد مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي عليہ الرحمة فرمايو آهي.

روح اکين ۾ آئيو اکيون ٿيون اندر - اکين پيالا پيتا اندر ۽ باهر اهو پڻ هوش سان آهي ۽ هن هنڌ تي بيهوشي ڪانہ ٿي ٿئي، تنهن ڪري هن هنڌ تي هوشياري ۽ خبرداري ڪجي. جيڪڏهن پاڻ کي سڃاتائين تہ پاڻ الله تعالىٰ سان گڏ آهي ۽ جي الله تعالىٰ کي سڃاتائين تہ پاڻ ان سان گڏ آهي هتي معرفت وارا شغل پورا ٿيا. هاڻي جذبي مان ڪجھ لکجي ٿو:-

## جذبو

هنن شغلن کان سواءِ ٻيو جذبي وارو مقام آهي جو اهو سواءِ ڪنهن ڪسب ۽ رياضتن جي حاصل ٿئي ٿو سو محض الله تعالىٰ جو انعام ۽ اڪرام آهي. چاڪاڻ تہ عاشق کي پهرين معشوق جي ڪشش ۽ ڇڪ ظاهر تي ٿئي ان کان پوءِ معشوق پاڻ عاشق ٿئي ٿو.

بيت

اگر از جانب معشوق نباشد کششي - کوشش عاشق بيچاره بجاي نہ رسد

يعني: جيڪڏهن معشوق جي طرفان ڪوشش نہ هجي تہ ويچاري عاشق جي ڪوشس ڪنهن بہ جاءِ تي نہ پهچي. جڏهن سالڪ کي الله تعالىٰ جي طرفان کان جذبي واري نعمت عطا ٿئي ۽ شامل حال ٿئي تہ پوءِ سالڪ جو سير جيڪو پنجاه هزار ورهن جي پنڌ جيترو هجي تنهن کي هڪڙي ئي پلڪ ۾ طي ڪري گذري ۽ اهو پنڌ ۽ مفاصلو ۽ اک ڇنڀ اها نہ آهي جنهن کي هنن اکين سان ڏسڻ ۽ پروڙڻ ۾ پيو اچي ۽ ان پنڌ ۽ مفاصلي جي ڪا انتها نہ آهي ۽ ان جذبي جو مشاهدو ان کي لا (نہ) جي هيٺ آڻي "هَلْ مِنْ مَّزِيْدٍ" جو نعرو هڻندڙ ٿيندو (يعني ان جذب واري مشاهدي مان ڍو نہ ٿيڻ سببان "هل من مزيد" پيو چوندو. هن جاءِ تي درگاه الٰهي جو مطلوب ۽ بارگاه الٰهي جو محبوب، جو اهو سيني ميراين ۽ ڪدورتن کان صاف ۽

مصفا تي ويندو سيد عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه هن جاءِ تي فرمائي ٿو.

بيت سنڌي

سدا سائر سير ۾، توءِ تشنگي تار،
پيءُ پيالو اڄ جو اڄ سين اڄ اٿيار،
پاڻئون پاڻ پيار، ته اڄ سين اڄ اجهائيان.

هن جذب واري جاءِ تي سالڪ جو وجود ڪکن جهڙو ٿي باه ۾ سڙي ڇار يا لوڻ وانگر پاڻي ۾ ڳري وگهري يا سڙي وڃي ٿو. اهي سالڪ خدائي جذب واري نعمت سان نوازيل آهن جنهن ڪي گهري تنهن ڪي پاڻ ڏي نئي ۽ جنهن ڪي پاڻ ڏي ڪونيائين اهو ضرور بالضرور ويندو ۽ ان ڪي ڏسندو ۽ ڄاڻندو ۽ اهو ڏسڻ تي موقوف آهي ۽ نه لکڻ ۽ بيان ڪرڻ تي. هن جذب واري مقام ۾ سالڪ پاڻ محبوب ۽ مطلوب ٿو ٿئي ۽ حق سبحانه وتعاليٰ ان جو محب ۽ طلب گار ٿئي ٿو. هن هنڌ تي هيءُ نقل بيان العارفين ۾ آهي سو نقل ڪجي ٿو- نقل - ڳالهه ٿا ڪن ته ڄام تماچي جيڪو سنڌ جو حاڪم هو سو نوري نالي هڪ زال جا ذات جي ميبحرياڻي هئي ان جي عشق ۾ مبتلا ٿي پيو ۽ ان سان نڪاح ڪرڻ جو ارادو ڪيائين. جڏهن ته ڄام حاڪم هو تنهن ڪري نوريءَ جي مائٽن خوشيءَ سان ان ڪي نڪاح ڪري ڏنو. ڄام نوري جي واسطي هڪ عاليشان محلات عمدن رنگن سان ٺهرايو ۽ ان ۾ طرحين طرحين جا سامان وجهي ان ڪي سينگاريو ۽ پڻ نوريءَ جي تعظيم ۽ عزت خاطر پنهنجي خاندان ۽ ڪٽنب وارين زالن ڪي آدرياءُ ڪرڻ لاءِ ان ڏانهن موڪليائين. جڏهن اهي اتي آيون ۽ ڏٺائون ته نوري ريشمي ۽ نرم هنڌ تي ويٺي آهي ۽ ان جي اڪين مان لڙڪ پيا ڇٽن. جڏهن انهن زالن ان ڪيُ وئيندي ڏٺو تڏهن ان ڪي پڇيائون ته هي روئڻ شايد مڇين جي شڪار ۾ ڦاسائڻ جي يادگيريءَ سببان آهي ۽ تنهنجو پيءُ به مڇين مارڻ وارو ڏنڌو ڪم ڪندو هو، نوري انهن زالن ڪي جواب ڏنو ته هي منهنجو روئڻ اباڻي ڏنڌي جي ياد ڪرڻ سببان نه آهي، بلڪ هي منهنجو روئڻ هن ڪري آهي ته

آئون جيڪڏهن ڄام تي عاشق ٿيان ها تہ هوند ڪير بہ منهنجي ڏسڻ لاءِ نہ اچي ها پر جڏهن ڄام مون تي عاشق ٿي مون کي هن مرتبي تي رسايو آهي جو اوهين سڀئي منهنجي آڏرياءَ لاءِ آيون آهيو هي سڀ مهرباني الله تعاليٰ جل شانہ جون ڀلايون ۽ نعمتون آهن جنهن مون کي هن رتبي تي پهچايو آهي.

اي سالڪ ڪشش ۽ جذبي جو دارومدار الله تعاليٰ جي نوازش ۽ ڪشش تي آهي ۽ اهو هنن ڪاغذن جي ٽڪرن تي نہ لکي پورو ڪري سگھبو ۽ نہ وري ڳالهائڻ ۽ بيان جي ميزان ۾ ان کي توري سگھبو. پوءِ جيڪو ڳولينڌڙ هوندو سو پاڻهين ڳولي لهندو ۽ هٿ ڪندو. سمجهدار لاءِ ايترو اشارو ڪافي آهي - "اَلْعَاقِلُ يَكْفِيْہِ الْاِشَارَةَ"

تمت بالخير

